# اعجاز علي جتوئي
# محب وطن سياستدان

(شخصيت، ڪردار ۽ جدوجهد)

مرتب
آزاد انور ڪانڌڙو

ميهڙ جو آواز پبليڪيشن
ميهڙ- 2006ع

"ميھڙ جو آواز پبليڪيشن" جو ڪتاب نمبر- 2

ڪتاب جو نالو: اعجاز علي جتوئي- محب وطن سياستدان
موضوع: شخصيت، ڪردار ۽ جَدوجهد
مرتب:© آزاد انور ڪانڌڙو
ڇاپو پهريون: سيپٽمبر 2006ع
تعداد: 1000 (هڪ هزار)
ٽائيٽل ڊزائين: انٽيل ڪميونيڪيشنز
ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ: قمرالدين ڪوسو ۽ پرويز همايوني
انٽيل ڪميونيڪيشنز 9- ربي چيمبر، ڪورٽ روڊ،
حيدرچوڪ، گاڏي کاتو حيدرآباد.
ڇپائيندڙ: ميھڙ جو آواز پبليڪيشن، ميھڙ- سنڌ
فون: 025_4008892 ۽ 025_4730111
ڇپيندڙ: انٽيل ڪميونيڪيشنز، حيدرآباد.
فون: 2721172
قيمت: 200 روپيا

اسٽاڪسٽ:

ڪانڌڙا نيوز ايجنسي- ميھڙ، شاهه لطيف ڪتاب گهر- ميھڙ، سومرا بُڪ اسٽور- ميھڙ، ذوالفقار بوڪ ڊيپو- حيدرآباد، پٽائي بوڪ هائوس- حيدرآباد، تهذيب نيوز ايجنسي- خيرپورميرس، الفتح نيوز ايجنسي. سکر، عزيز ڪتاب گهر- سکر، فرخ ڪتاب گهر- سکر، رابيل ڪتاب گهر- لاڙڪاڻو، نئون نياپو ڪتاب گهر- لاڙڪاڻو ٿر ڪتاب گهر. مٺي، العزيز بوڪ ڊيپو- عمرڪوٽ، سنڌ بوڪ ڪلب- نوابشاهه، مرچو مل بوڪ ڊيپو- بدين، رحيم ڪتاب گهر- بدين، عوامي بوڪ اسٽال- نوابشاهه، نيشنل بوڪ اسٽال خيرپورميرس، جنيد بوڪ ڊيپو- دادو.

AIJAZ ALI JATOI: MOHAB-E-WATTAN SIYASATDAN
[Profile, Personality & Struggle]

*Compiled by*
***Azad Anwar Kandhro***

Edition: First
Year: September -2006
Quantity: 1000
Title Design: Intel Communications
Published by: Mehar-Jo-Awaz Publication, Mehar – Sindh.
Composing & Printed by: Intel Communications, Hyd.
Tel: 022-2721172
Price: Rs. 200-00

سنڌ جي قومي، سياسي
۽ سماجي حقن لاءِ جاکوڙيندڙ
برک قومپرست سياستدان

## عبدالحميد خان جتوئي

۽

سنڌ جي وساريل نامياري سياستدان،
تعليمي خدمتگار ۽ سماج سڌارڪ

## سيد حاجي علي اڪبر شاهه

جن جي نالي.

- آزاد انور ڪانڌڙو

# فهرست

# پنهنجي پاران

80ع واري ڏهاڪي ۾، ملڪ جي سينيٽ جي ايوان ۾ هڪ اهڙي سگهاري آواز پيير پاتو جنهن پنهنجي سمجهه، ڏاهپ ۽ سياسي تدبر سان واڇٽ وڃائي ڇڏيا. بهارين ڪان وٺي ڪالاباغ ڊيم ۽ ڏارين جي آبادڪاريءَ تائين، سنڌ جو اهو ڪهڙو ٻرندڙ مسئلو (Burning Issue) هو جنهن تي هن آواز نہ اٿاريو هجي.

خانداني اثر ۽ سياسي پسمنظر بہ شخصيت تي اثر انداز ٿيندو آهي، پر سنڌ جي هن حلالي پُٽ ۾ قدرت، همت ۽ بهادريءَ جون جيڪي خاصيتون ۽ خوبيون رکيون هيون، اُهي سنڌ ۾ تمام گهٽ ماڻهن ۾ نظر اينديون.

سنڌ، بهادريءَ جي علامت طور ويهين صديءَ ۾، سائين جي ايم سيد، شهيد الهه بخش سومرو، عبدالحميد خان جتوئي ۽ ٻيون اعليٰ قدرن واريون شخصيتون پيدا ڪيون. انهن جي قطار ۾ مرحوم اعجاز علي جتوئي جو نالو بہ اچي وڃي ٿو.

پنجابي اسٽيبلشمينٽ طرفان سنڌ سان ٿيندڙ وارداتن ۽ ڏاڍاين جي هڪ ڊگهي لسٽ آهي. انهن زيادتين کي منهن ڏيڻ ۽ اسٽيبلشمينٽ سان مهاڏو اٽڪائڻ لاءِ، سنڌ کي هڪ سگهاري سياسي پليٽ فارم جي ضرورت هئي. سنڌ قومي اتحاد جي صورت ۾ سنڌ کي قومي حقن جي حاصلات لاءِ مضبوط پليٽ فارم مليو پر اصل حقيقت ان سگهه کي پائيدار ۽ مضبوط

ڪرڻ هو. سائين جي ايم سيد جي ڪوشش سان سنڌ کي پيٽي مان، رئيس عبدالحميد خان جتوئي جي سربراهيءَ ۾ مضبوط قيادت نصيب ٿي.

سنڌ جي وڌندڙ شعور کي ڏسي، پنجابي اسٽيبلشمينٽ پنهنجا سازشي ڄار پکيڙڻ شروع ڪيا. آخر نتيجو سنڌ ۾ سنڌي- مهاجر فسادن تائين وڃي پهتو. ان سازش ۾ ڌارين جيڪو ڪردار ادا ڪيو اهو يقيناً مذمت جوڳو آهي، پر پنهنجن بہ وسان ڪين گهٽايو. انهن فسادن ۾ ويڙهہ هندستان جي ورهاڱي ڪانپوءِ پيهر سنڌ جي معاشرتي پاڙن کي لوڏي وڌو ۽ وڏو ڌڪ هنيو. سنڌي ماڻهو نہ وڙهي سگهيا، نہ دفاع ڪري سگهيا. انهن فسادن دوران سنڌي ماڻهن جي لاشن کي ڪلهو ڏيڻ وارن مان اعجاز علي جتوئي پڻ هڪ هيو. اڄ سنڌ، جنهن سنڌي- مهاجر پائيچاري واري گس ڏانهن وک وڌائي پئي، ان ڪوشش ۾ مرحوم اعجاز علي جتوئي جو بہ ڳڻپ لائق حصو آهي، جيڪو واکاڻ جوڳو آهي.

اعجاز علي جتوئي جي اهڙين قومي، سماجي، سياسي خدمتن جي حوالي سان سندس نائين ورسيءَ جي موقعي تي سندس شخصيت، ڪردار ۽ جدوجهد بابت ناميارن اديبن، دانشورن ۽ ڪالم نگارن جي تحريرن تي مشتمل هي ڪتاب "**اعجاز علي جتوئي:هڪ محبِ وطن سياستدان**" ڇپائي اوهان آڏو پڌرو ڪيو اٿئون.

ڪتاب جي ڇپائيءَ جي سلسلي ۾ جن مهربان ساٿين سهڪار ڪيو آءُ اُنهن ماناٺتن دوستن، دادو اتحاد جي وائيس چيئرمين سردار اعجاز حسين سهول، اعجاز علي جتوئي يادگار ڪاميٽي جي چيئرمين ذاڪر حسين راڏڻ، ميهڙ جي تعلقي نائب ناظم شاهد حسين سهول، سماجي شخصيت علي اڪبر جانوري، موهن مدهوش، سليم مگسي، علي اڪبر ڪانڌڙو محمد يعقوب ڪوسي ۽ ٻين دوستن جو ٿورائتو آهيان.

- آزاد انور ڪانڌڙو

ميهڙ

18 آگسٽ، 2006ع

مهاڳ

## جيڪو ماڻهو ڪونہ وڪاڻو

تاريخي واقعن ۽ وارداتن کي همعصر دور ۾ قلمبند ڪرڻ سان اُنهن جي صحت ۽ اصليت قائم رهي ٿي، نہ تہ وقت گذرڻ سان واقعن ۽ وارداتن جو بيانُ، وڌاءَ يا غلط بيانيءَ جي نذر چڙهيو وڃي ٿو.

اڄڪلهہ هڪ سُٺيءَ روايت جنم ورتو آهي، جو ڪيترا ماڻهو ڊائرين، ڪالمن ۽ مضمونن جي صورت ۾ واقعن ۽ ورداتن کي قلمبند ڪندا رهن ٿا. علامہ آءِ. آءِ. قاضيءَ ۽ پير حسام الدين راشديءَ، واقعن ۽ وارداتن کي قلمبند ڪرڻ لاءِ "سچائيءَ" کي وڏو معيار مقرر ڪيو آهي، پوءِ لکڻي ڀلي ڪهڙي بہ سادي ۽ عوامي هجي!

اسان جي پياري دوست آزاد انور ڪانڌڙي، تازو بہ اهڙا ڪتاب ترتيب ڏنا آهن، جيڪي سندس سنڌ دوستيءَ، سچائيءَ ۽ ڌرتيءَ سان سچي نسبت جو ثبوت آهن، هڪ: (1) ڌرتيءَ جو شهيد (شهيد سميع الله ڪلهوڙي بابت) ۽ ٻيو: (2) اعجاز جتوئي: محبِ وطن سياستدان. ٻنهي شخصيتن بابت سندن شهادت ۽ وفات کان پوءِ اخبارن، رسالن ۾ جيڪي مضمون، تاثر، ڪالم يا اخبارن جا ايڊيٽوريل وغيره ڇپيا آهن، اُهي سهيڙي، سچائيءَ سان

پيش ڪيا آهن. ٻنهي شخصيتن بابت آزاد انور ڪانڌڙي، پنهنجي پاران جيڪي ڪجهہ لکيو آهي، اُهو بہ سندس مشاهدي، تجربي ۽ ٻنهي شخصيتن کي ويجهڙائيءَ سان ڏسڻ ۽ ساڻن لاڳاپن هئڻ جي صورت ۾ نهايت سچائيءَ ۽ ديانت داريءَ سان لکيو آهي.

"اعجاز جتوئي: محبِ وطن سياستدان" ڪتاب کي مختلف حصن ۾ ورهائي، فاضل مرتبَ، اعجاز جتوئيءَ جي شخصيت، ڪردار ۽ جدوجهد کي سنڌ واسين آڏو نمودار ڪيو آهي. ڪتاب جي ترتيب هن ريت ڪئي وئي آهي:

(1) **پروفائيل**: هن حصي ۾ آزاد انور ڪانڌڙي جو اعجاز جتوئيءَ جي شخصيت، جدوجهد ۽ ڪردار بابت هڪ مختصر پر جامع پروفائيل ۽ اعجاز جتوئيءَ جي والد، عبدالحميد خان جتوئيءَ جو پنهنجي لائق فرزند بابت هڪ تاريخي انٽرويو ڏنو ويو آهي.

(2) **انٽرويو**: هن ڀاڱي ۾ اعجاز جتوئيءَ جا ماهوار "سهڻي"، "عبرت مئگزين"، "ساچاهہ" ۽ "برسات" رسالن ۾ ڇپيل انٽرويو ڏنا ويا آهن.

(3) **تقريرون**: ٽئين حصي ۾ اعجاز جتوئيءَ جون سينيٽ ۾ ڪيل تقريرون پهريون ڀيرو سنڌي ۾ ڏنيون ويون آهن.

(4) **مضمون ۽ ڪالم**: هن عنوان هيٺ، اعجاز جتوئيءَ جي وفات کان پوءِ سندن ذات، شخصيت، سياسي ڪردار ۽ جدوجهد بابت ـ آزاد انور ڪانڌڙي پنهنجي مضمون سان گڏ عبدالواحد آريسر، الطاف شيخ، ڊاڪٽر منير پرڳڙي، جميل الدين عالمي، عباس مهڪريءَ، جوهر بروهيءَ، خليل قاضيءَ ۽ ٻين ڪيترن ماڻهن جا مضمون، ڪالم ۽ تاثراتي ليک ڏنا آهن.

(5) **تاثرات**: هن عنوان هيٺ اعجاز جتوئيءَ جي پيارن ۽ مختلف شخصيتن جا، اعجاز جتوئيءَ جي دکدائڪ لاڏاڻي تي تاثرات ڏنا ويا آهن.

(6) **ايڊيٽوريل**: هن ڀاڱي ۾ اعجاز جتوئيءَ جي لاڏاڻي بعد اخبارن ۽ ساچاهہ رسالي جا ايڊيٽوريل شامل ڪيا ويا آهن.

(7) **شاعري: هن حصي ۾ اعجاز جتوئيءَ جي شخصيت کي مختلف شاعرن جو پيش ڪيل خراج تحسين ڏنو ويو آهي.**

هي ڪتاب، ترتيب ڏئي، اعجاز جتوئيءَ جي نائين ورسيءَ تي پڌرو ڪري، آزاد انور ڪانڌڙي، سنڌ جي تاريخ جي هڪ متحرڪ سياسي ڪردار کي صحيح معنيٰ ۾ خراج پيش ڪيو آهي، ائين جيڪڏهن اسان سڀ ليکڪ، پنهنجي پنهنجي دور جي متحرڪ شخصيتن جي زندگيءَ ۾ يا سندن ياد ۾، سندن ڪارنامن ۽ ڪردارن کي قلمبند ڪري اشاعت جو روپ ڏيون، تہ هوند سنڌ جي تاريخ جا ڪيترا سونهري باب قلمبند ٿي وڃن.

اعجاز جتوئي، منهنجو همعصر ۽ مون کان عمر ۾ هڪ مهينو ننڍو هو ۽ ساڻس مون کي ڪجهہ ڏينهن گڏ ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو. ان مختصر عرصي جي رفاقت ۽ ويجهڙائيءَ ۾ مون کيس واقعي هڪ سچي ۽ محب وطن انسان، غريبن جي سچي همدرد، نيڪ دل، نيڪ سيرت ۽ نيڪ خيال شخص جي روپ ۾ ڏٺو. هن شخص کي سائين جي.ايم.سيد جا اهي لفظ وڏو خراج تحسين آهن تہ: ”عبدالحميد جا پُٽ تہ سيئي سُٺا، پر اعجازعلي هيرو آهي“ - هُو واقعي مفاد پرست سياستدان جي گهيري ۾ آيل سنڌ ۾ ڪنول جي گُل جهڙو اُجرو ۽ موتئي جي گُل جهڙو سُرهو ۽ سَرهَو سياستدان هو. سنڌ قومي اتحاد جي قيامَ، اُن اتحاد کي حڪومتي ۽ شخصي سطح تي ٽوڙڻ وارين ڪوششن ۽ ايجنسين ۽ سندن دلالن پاران سنڌ اندر لساني بنياد تي ڪرايل فسادن دوران هڪ مختصر عرصي تائين مون اعجاز جتوئيءَ سان گڏ ڪم ڪيو. آءُ سرڪاري ملازم هوندي بہ سائين جي.ايم.سيد جهڙي مهان انسانَ جي پيارَ عبدالواحد آريسر جي اُجري سياسي ڪردارَ ۽ اعجاز جتوئيءَ جي نيڪدليءَ ۽ سنڌ دوستيءَ سبب ڪجهہ عرصو بنا ڪنهن ڊپ ڊاءَ جي سنڌ قومي اتحاد جي سرگرمين ۽ ”لساني تعصب“ جي شڪار انسانن جي مدد واري ڪم ۾ ساڻس گڏ رهيس. چوندا آهن تہ ڪنهن شخص جي سچي پرک، سفر ۾ يا جيل ۾ گڏ رهڻ دوران پوندي آهي. واقعي، مون ان ”قومي سفر“ جي مختصر عرصي ۾ اعجاز جتوئيءَ کي آريسر جي لفظن ۾ ”ڪارونجهر ۽ مينهن وساڙو“ محسوس ڪيو. هو نہ رڳو جسامت ۾ پر اصولن ۾ بہ ڪارونجهر جيان اڏول ۽ ارڏو هو ۽ سندس مَنُ واقعي وسڪاري

ڪان پوءِ پٽن تي پيرا پائيندڙ بخملي ڳاڙهسرن مينهن وساڙن جهڙو هو. مون سندس اصول پرستيءَ ۽ ڪونئري مَن جا ڪيترا مشاهدا ڪيا. هي انهن سياستدانن مان هو جيڪي يلي ڪٽي بہ هجن، ڪهڙي بہ جماعت ۾ هجن، پر سندن سياست جو محور ۽ مرڪز سنڌ هئي. هي پُرخلوص، بي غرض ۽ عوام جو هڏ ڏوکي همدرد هو. "لساني تعصب" واري دور جي فسادن ۾ جڏهن رت ۽ بارود جي هولي کيڏي پئي وئي ۽ سوين سنڌي شهيد ۽ بي گهر ٿي ويا، تڏهن هن جنهن جرئت، بهادريءَ، جذبي، انساني همدردي ۽ سنڌ - پرستيءَ واري احساس سان ماڻهن جي مدد ۽ بحاليءَ جو ڪم ڪيو اُهو وسارڻ ناممڪن آهي. مُون هن جي چوڻ تي سندس جيڪي بہ بيان ڪڍيا ۽ جيڪي بہ پريس ڪانفرنسون لکيون، هن بنا پڙهڻ جي مون تي اعتماد ڪري اُن تي صحيحون ڪيون - جڏهن تہ ڪي "برک ڏاها" ڪيس چوندا هئا تہ بيان ۽ پريس ڪانفرنس پڙهي پوءِ صحيح ڪريو تہ اعجاز کين چوندو هو تہ: "تاج، مون سان وک وک، پل پل گڏ رهيو آهي، حقيقتن ۽ وارداتن ڪي مُون ۽ هن ساڳي اک سان ڏٺو آهي، ۽ وڏي ڳالهہ تہ سائين جي.ايم.سيد جو هن تي اعتماد آهي، اُن ڪري مون کي يقين آهي تہ تاج جيڪي ڪجهہ لکيو هوندو سو غلط نہ هوندو - ۽ مون جيڪي ڪجهہ ڪيس چيو هوندو، ان ۾ هن خيانت نہ ڪئي هوندي" - ايڏو اعتماد، سندس نيڪ دلي، نيڪ نيتي ۽ اندر جي اڇائيءَ جو ثبوت آهي. حيدرآباد پڪي قلعي واري واقعي وقت جڏهن اڳوڻي وزيراعظم بينظير ڀُٽو حيدرآباد آئي ۽ سنڌ قومي اتحاد جي وفد ساڻس ملاقات ڪئي، تہ اعجاز جتوئي ۽ سندس والد محترم عبدالحميد جتوئيءَ جي چوڻ تي مون فسادن ۽ واقعي ۾ متاثر/شهيد ماڻهن جو تفصيلي ڪيس لکيو تہ رسول بخش پليجي، يوسف تالپر ۽ ڪجهہ ٻين سياستدانن پڙهڻ ڪان سواءِ صحيح ڪرڻ ڪان انڪار ڪيو پر اعجاز جتوئيءَ بنا پڙهڻ جي اعتماد ڪري صحيح ڪري ڇڏي - اهوئي بيان اختصار جي صورت ۾ محترم عثمان علي عيسانڻيءَ انگريزي ۾ ترجمو ڪري بينظير ڀٽو کي پيش ڪيو ۽ اعجاز جتوئيءَ جنهن بيباڪيءَ سان سنڌ جو ڪيس بيان ڪيو سنڌ جي تاريخ اُن کي وساري نہ سگهندي.

اعجاز جتوئيءَ تي سنڌ قومي اتحاد جي چندي ڦبائڻ جا الزام لڳا، پر هن چيو: "محمد ابراهيم جويي، پروفيسر عمر ميمڻ ۽ مولانا عبيدالله ڀُٽي -

جيڪو حساب ڪتاب رکيو آهي، مون کي پڪ آهي تہ هنن هٿن سنڌ جي پائي بہ ميري نہ ڪئي هوندي“ اها رقم متاثر/شهيد سنڌين جي ڪٽنبن تي خرچ ٿي، ۽ اڄ جڏهن منير پربڙيءَ جو اعترافي ڪالم ”اعجاز جتوئي تي لڳل الزام ۽ حقيقت“ پڙهجي ٿو تہ اعجاز جتوئيءَ کي دل سَوَ سلام ڪري ٿي. منير پربڙيءَ واضح لکيو آهي تہ: ”اعجاز جتوئيءَ تي چندي ڦٻائڻ جو الزام، سنڌ قومي اتحاد مان ڏار ٿيڻ لاءِ سياسي ماحول ٺاهڻ هو“ - وقت ۽ تاريخ فيصلو ڪندي تہ اعجاز جتوئيءَ، سائين جي.ايم.سيد جي رهبريءَ ۾ ”سنڌ قومي اتحاد“ ۾ جيڪو ڪردار ادا ڪيو اُسو سنڌ لاءِ بهتر ھو يا جن قوتن ”سنڌ قومي اتحاد“ کي ٽوڙڻ يا اقتدار لاءِ ڏاڪڻ بنائڻ جو ڪردار ادا ڪيو سي بهتر هئا؟ وقت وڏي ڇاڻي آهي، جيڪا ڇهرو ڇهرو ڇاڻي صاف ڪري بيهاري ٿي، ۽ اعجاز جتوئيءَ جو ڇهرو وقت ڪنول ۾ موتئي جي گُل جيئن اڇو ڇٽو ۽ نروار ڪري بيهاريو آهي.

ڪتابُ، جلديءَ ۾ ڇپجي رهيو آهي، اُن ڪري تفصيلي مهاڳ لکڻ کان پاسو ڪندي، ان تي اڪتفا ڪجي ٿي تہ اعجاز جتوئي محب وطن پيءُ جو محب وطن فرزند هو جنهن تي سنڌ سدائين ناز ڪندي. خُدا پاڪ شل اهو ڪردار ادا ڪرڻ جي توفيق سندس خاندان جي ٻين فردن کي بہ عطا ڪري! جيڪڏهن عبدالحميد جتوئي ۽ اعجاز جتوئيءَ وارو ڪردار ادا ڪندا تہ تاريخ کين بہ امر ڪري سگهي ٿي، بقول ابراهيم منشيءَ جي:

جهڙو ماڻهو تهڙو ناڻو هر ڪو پنهنجي اگهہ اگهاڻو.
جيڪو ماڻهو ڪونہ وڪاڻو سوئي ماڻهو موتيءَ داڻو.

- تاج جويو
17_08_2006



اعجاز علي جتوئي




عبدالحميد خان جتوئي سنڌ قومي اتحاد جي هڪ مرڪزي جلسي ۾ پنهنجي فرزند
اعجاز علي جتوئي ۽ قومپرست دانشور عبدالواحد آريسر ۽ ٻين سان گڏ اسٽيج تي ويٺل

# پروفائيل



اعجاز علي جتوئيءَ جي حياتي جي تصوير



اعجاز جتوئي ۽ سندس فرزند ڏٽي بخش جتوئي سان
کوهه مري ۾



برک سياستدان عبدالحميد خان جتوئي، آزاد انور ڪانڌڙي
۽ گل حسن مغيري سان انٽرويو ڪانپوءِ

# اعجاز علي جتوئي جي زندگيءَ جو خاڪو

ترتيب: آزاد انور ڪانڊڙو

- اعجاز علي جتوئي سنڌ جي برک قومپرست سياستدان عبدالحميد خان جتوئي جي گهر ۾ ڳوٺ ٻيٽو ۾ 5 آڪٽوبر 1954ع تي جنم ورتو. پاڻ ابتدائي پرائمري تعليم ڳوٺ ٻيٽي جتوئي ۾ حاصل ڪيائين. مئٽرڪ نوابشاهه ۾ پاس ڪيائين. بعد ۾ نوابشاهه ۽ حيدرآباد ۾ پڻ تعليم حاصل ڪيائين. جڏهن تہ سنڌ يونيورسٽي مان گريجوئيٽ ڪيائين.
- شاگرد سياست ۾ پاڻ سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو باقاعدي ميمبر بہ رهيو. جڏهن تہ ان کان پوءِ جيئي سنڌ تحريڪ جو همدرد رهيو.
- سياست جي شروعات نوابشاهه ۽ حيدرآباد ۾ پڙهڻ دوران سياسي سرگرمين ۾ حصو وٺڻ سان ڪيائين.
- نوابشاهه ۾ پڙهڻ دوران صدر ايوب خان جي خلاف هلنڌڙ تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتائين.
- اعجاز جتوئي 70 واري ڏهاڪي ۾ پيٽي جي حڪومت دوران پنهنجي والد عبدالحميد جتوئي ۽ ڀاءُ لياقت علي جتوئي سان گڏ گرفتار ٿيو ۽ قيد ڪاٽيو. 1970ع ۾ پ. پ جي ٽڪيٽ تي عبدالحميد خان جتوئي ايم. اين. اي هئڻ باوجود هُن 73 جي آئيني دستاويز تي صوبن کي خودمختياري نہ هئڻ ۽ قومن کي حق نہ هجڻ سبب صحيح نہ ڪئي ۽ احتجاج ڪيو جنهن تي شهيد ڀٽي ڪيس سياسي انتقام جو

نشانو بڻايو ۽ مرحوم عبدالحميد جتوئي کي سندس 2 پٽن مرحوم اعجاز جتوئي ۽ لياقت جتوئي سميت ڪيترائي ڀيرا گرفتار ڪرائي ٺاٽن تي قيد ڪرايو.

- مشهور شاعر حبيب جالب به ان دؤر ۾ جتوئي خاندان سان ٿيندڙ حڪومت جي ڏاڍ تي لاڙڪاڻه چلو- ورنه ٿاني چلو شعر لکيو هو.
- مرحوم اعجاز جتوئي 1979ع ۾ مارشل لا واري دور ۾ مير غوث بخش بزنجو سان گڏجي جمهوريت جي بحالي ۽ آمريت خلاف سنڌ جو دورو ڪرڻ ۽ جدوجهد ڪرڻ جي ڏوهه ۾ گرفتار ٿيو. ان عرصي ۾ اعجاز جتوئي جو والد عبدالحميد خان جتوئي ڪراچي جيل ۾ سندس ڀاءُ لياقت جتوئي حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ اڳوات مارشل لا خلاف تقريرون ڪرڻ جي ڏوهه ۾ گرفتار ڪيا ويا هئا.
- پاڻ 1983ع ۾ ضياءالحق جي مارشل لائي دور ۾ ٿيندڙ مڪاني چونڊن جو بائيڪاٽ ڪيو.
- پاڻ 1987ع ۾ ضلعي ڪائونسل دادو جو ميمبر ٿيو.
- پاڻ پاڪستان نيشنل پارٽي (پي- اين- پي بزنجو گروپ) جو ميمبر، ورڪنگ ڪميٽيءَ جو ميمبر ۽ ان کانپوءِ سنڌ صوبي جو صدر چونڊيو ويو.
- اعجاز علي جتوئي پي- اين- پي سنڌ جي صدر هئڻ واري عرصي دوران 1983ع ۾ جمهوريت جي بحالي لاءِ ضيائي آمريت خلاف ڀرپور جدوجهد ڪئي.
- اعجاز علي جتوئي جو سنڌ نيشنل الائنس (سنڌ قومي اتحاد) ناهڻ ۾ اهم ڪردار رهيو. پاڻ ايس- اين- اي جو سرگرم اڳواڻ، ان جو وائيس چيئرمين به رهيو. حيدرآباد ۽ ڪراچي ۾ فسادن ۾ متاثر ٿيل سنڌين جي سار سنڀال لهڻ ۽ کين آباد ڪرائڻ ۾ ڀرپور ۽ مک ڪردار ادا ڪيو.
- 1988ع ۾ منياڻي ۾ سنڌ قومي اتحاد جي جلسي دوران تقرير ڪرڻ سبب ڪيس سندس وفات بعد ٻين ساٿين عبدالواحد آريسر، مولانا

عزيزالله ٻوهيو مولانا عبيدالله پٽو شاهه محمد شاهه قاسم پٽر سميت 15 جڻن کي قلم 144 جي ڀڃڪڙي ڪرڻ جي الزام هيٺ 1997ع ۾ جوڊيشنل مئجسٽريٽ نوشهروفيروز اشتهاري ڏوهاري قرار ڏنو.

- پارٽ 1988ع کان 1994ع تائين سينيٽ جو ميمبر رهيو ۽ ان عرصي ۾ هن سينيٽ ۾ ڪالاباغ ڊيم جي اڏاوت، بهارين جي آمد، فوجي ڇانوڻين سميت سنڌ وطن خلاف رٿيل هر منصوبي خلاف ڀرپور آواز اٿاريو. ان وقت مشهور هو ته اعجاز جتوئي سينيٽ ۾ مڪمل تياري سان اچي ٿو.
- مرحوم ڄام صادق علي جي وڏ وزارت دؤران جيڪب آباد ۾ ٿيندڙ ضمني چونڊن ۾ حفيظ پيرزادي جي حمايت ڪرڻ ڪري اليڪشن واري ڏينهن پولنگ تان گرفتار ٿيو ۽ ڪيس نٿي ضلعي جي ڳاڙهو ريسٽ هائوس ۾ قيد ڪيو ويو.
- پي ڊي ايف پاران نواز شريف سرڪار جي اڳوڻي حڪومت خلاف تحريڪ هلائڻ جي سلسلي ۾ لياقت باغ راولپنڊي مان نڪرندڙ لانگ مارچ ۾ لاٺي چارج هلڻ دوران محترمه بينظير ڀٽو ۽ غلام مصطفيٰ جتوئي سان گڏ گڏ هو.
- اعجاز علي جتوئي تحريڪ نجات ۽ پاڪستان بچايو تحريڪن ۾ ڀرپور حصو ورتو.
- اعجاز علي جتوئي 1993ع ۾ مسلم ليگ (ن) ۾ شامل ٿيو. سنڌ ۾ مسلم ليگ جي مقبوليت ۽ عوامي حمايت حاصل ڪرڻ ۾ هن جو خاص ڪردار رهيو.
- پارٽ 95_1994ع ۾ ٻوڏ دوران جوهي، فريدآباد، خيرپور ناٿن شاهه ۽ ٻين ڪيترن ئي علائقن جو پارٽي جي مقامي اڳواڻن ۽ صحافين سان گڏجي دورو ڪيائين ۽ مسڪين ماڻهن جي هر ممڪن مدد ڪيائين.
- اعجاز علي جتوئي مارچ 1997ع ۾ ٻيو ڀيرو مسلم ليگ (ن) جي ٽڪيٽ تي سينيٽ جي چونڊن ۾ سڀ کان وڌيڪ 19 ووٽ کڻي

سينيٽر ٿيو. مسلم ليگ (ن) جي ٽڪيٽ تي سينيٽر ٿيڻ کانپوءِ بہ سنڌ جي مسئلن خاص طور تي ڪالاباغ ڊيم ۽ سنڌ ۾ ڌارين جي آبادڪاري خلاف سينيٽ ۾ ڀرپور آواز اٿاريو.

- اعجاز علي جتوئي 16 سيپٽمبر 1997ع تي اڱاري جي شام جو 5 وڳي گردن ۽ جيري جي بيماريءَ سبب آمريڪا جي رياست ايريزونا جي شهر فونيڪس سٽي جي هڪ اسپتال ۾ لاڏاڻو ڪيو.
- اعجاز علي جتوئي کي 19 سيپٽمبر 1997ع تي صبح جو اٽڪل يارهين وڳي ڳوٺ ڀيٽو جتوئي ۾ اباڻي قبرستان ۾ هزارين آلين اکين سان دفنايو ويو. هن پويان 3 پٽ ڏٽي بخش، علي نواز ۽ صفدر علي ۽ هڪ بيواهہ والد عبدالحميد خان جتوئي ۽ 5 ڀائر: لياقت علي جتوئي، صداقت علي جتوئي، انجنيئر ظفر علي جتوئي، احسان علي جتوئي ۽ ولايت علي جتوئي ۽ 7 ڀينرون سوڳوار ڇڏيون.
- اعجاز جتوئي جو وڏو فرزند ڏٽي بخش جتوئي سال 2004ع جي مڪاني چونڊن ۾ ڪي. اين شاهہ تعلقي ناظم شپ تي پ. پ جي اڳوڻي وفاقي وزير ظفر لغاري جي پٽ عرفان "جاني" لغاري کي شڪست ڏئي ڪي. اين شاهہ جو تعلقي ناظم منتخب ٿيو.



# اعجاز منهنجو سياسي جانشين هو: عبدالحميد خان جتوئي

انٽرويو: آزاد انور ڪانڊڙو

سوال: توهان اعجاز علي جتوئي صاحب کي هڪ اڳواڻ جي حيثيت ۾ ڪيئن ڏٺو؟

عبدالحميد جتوئي: مون ان ۾ اڳواڻيءَ جون صلاحيتون ايتريون ڏٺيون جو مان کيس پنهنجو سياسي جانشين سمجهندو هئس.

سوال: توهان اعجاز علي جتوئي بابت هڪ پيءُ جي حيثيت ۾ ڇا ٿا چئو؟

عبدالحميد جتوئي: ان جي باري ۾ جيڪو هڪ پيءُ چئي سگهي ٿو اُهو ئي آهي. اهڙا پٽ قسمت سان پيدا ٿيندا آهن ۽ جن گهرن ۾ پيدا ٿيندا آهن، اُهي خوش قسمت هوندا آهن ۽ جن کان کسجي ويندا آهن، اُهي بدقسمت هوندا آهن.

سوال: اعجاز علي جتوئي صاحب جي وڇوڙي تي جيڪو خال پيدا ٿيو آهي، ان حوالي سان اوهان جي خاندان ۾ بہ هڪ وڏو خال پيدا ٿيو آهي. اوهان ڇا ٿا سمجهو تہ اهو پرجي سگهندو؟

عبدالحميد جتوئي:ناممڪن آهي. منهنجي سمجهہ موجب ناممڪن آهي.

سوال: سنڌ جي اڳوٽي وڏي وزير سيد مظفر شاهہ اعجاز علي جتوئي بابت تاثرن ۾ چيو هو تہ: ”اعجاز لياقت جتوئي جي سنگت ۾ سياست جو سنياليندڙ هو“ ۽ اهڙي ڳالهہ لياقت صاحب بہ ڪئي هئي تہ ”اعجاز جي وڇوڙي ڪري آءٌ پريشان آهيان“ هاڻي توهان ڇا ٿا سمجهو تہ لياقت جتوئي صاحب اڪيلي سر سڄي سنڌ هلائيندو؟

عبدالحميد جتوئي: ڪوشش تہ ڪندو پر هاڻي ڳالهہ تہ اعجاز علي خان جو جيڪو خال آ ـ اُهو پُر ٿي نہ سگهندو. منهنجا ٻئي پٽ آهن، پر اعجاز علي ۾ جيڪي خوبيون هيون، اهي ٿورن ماڻهن ۾ هونديون آهن.

سوال: توهان جو سياسي جانشين اعجاز علي جتوئي صاحب کي سمجهيو پئي ويو. جيئن تہ ذوالفقار ڀٽو کان قاضي شفيق مهيسر تائين توهان سان سياسي دوکيبازيون ۽ بيوفائيون بہ ٿيون آهن، تہ اعجاز علي جتوئي صاحب جي وفات کان پوءِ توهان جي سياست اڳ وانگر ان ئي طريقي سان ڊگهي عرصي تائين برقرار رهي سگهندي؟

عبدالحميد جتوئي: مان تہ سياست ۾ هاڻي آخري جهٽڪن ۾ آهيان. سوال ئي ڪونہ ٿو پيدا ٿئي ان کانپوءِ سياست ڪرڻ جو ڇاڪاڻ تہ هڪڙو تہ عمر جي تقاضا آهي، ٻيو تہ هن يار جي جدائيءَ اسان کي سياسي طرح هيٺ ڪري ڇڏيو آهي. مون کي ذاتي طرح.

سوال: سنڌ جي فيوڊل ڪلاس ۾ اعجاز علي جتوئي هڪ منفرد ماڻهو هو ان جا ڪهڙا ڪارڻ هئا؟

عبدالحميد جتوئي: مان توهان کي ٻڌايان تہ انسان هر ڪنهن ۾ هڪڙيون خدائي صلاحيتون موجود آهن. هڪڙيون تعليم سان حاصل ٿينديون آهن، هڪڙيون خدائي صلاحيتون هونديون آهن. هن منهنجي پُٽ ۾ خدائي صلاحيتون ايتريون گهٽيون هيون جو مان ڀانيان ٿو تہ تمام ٿورن ماڻهن ۾ آهن. منهنجا ٻيا بہ پنج پُٽ آهن پر هن ۾ خدائي صلاحيتون تمام گهٽيون هيون. هن ۾ پيار ايڏو گهڻو هو ۽ رحم ايڏو گهڻو هو ۽ وفاداري جي هن ۾ وڏي خوبي هئي. گهٽيون خوبيون هيون، پر مان هاڻي پيءُ جي حيثيت ۾ ڪهڙي تعريف ڪريان. هن جي سڄي زندگي يادگار آهي، هڪڙو ڏينهن نہ آهي. نڊي لاءِ بہ تمام سٺو هوندو هو. ٿورو ڏنگو هوندو هو پر مان ان کي سزا ڏيندو هئس، پر هِن (اعجاز) جيڪو مون سان پيار ڪيو سو مان سمجهان ٿو تہ مان ان پيار کي وساري نٿو سگهان. اعجاز علي خان جڏهن ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ فسادن دوران ويو هن سنڌي ماڻهن جا لاش ڪڍرايا ۽ ماڻهن جي مدد ڪيائين تہ ان کان پوءِ سائين جي ايم سيد هڪ دفعي مون کي چيو تہ: "جتوئي صاحب! تنهنجا پٽ تہ سيئي سٺا آهن پر اعجاز علي هيرو آهي."

ان ڏينهن (تدفين واري) هتي سينيٽ جي چيئرمين وسيم سجاد چيو تہ: "سينيٽ ۾ اڄ ڏينهن تائين مون اعجاز جهڙو ماڻهو نہ ڏٺو آهي ۽ شايد نہ ڏسي سگهندس. سينيٽ ۾ هو جڏهن بہ ڳالهائيندو هو تہ ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڳالهائيندو هو ۽ سمورا ميمبر خاموش هوندا هئا ۽ ڪيس ڪوبہ ڊسٽرب نہ ڪندو هو." هتي جنازي جي نماز ۾ وسيم سجاد بہ ايئن پئي رُنو جيئن مان پئي رُنس.

(سنڌ جو آواز ميهڙ ڊسمبر - جنوري 98_1997ع)



# انٽرويو



اعجاز علي جتوئي انٽرويو ڏيندي



سنڌ قومي اتحاد جي 25-آگسٽ 1989ع تي قاسم آباد ۾ جلسي دوران عبدالحميد خان جتوئي، گل محمد جکراڻي، اعجاز علي جتوئي، عبدالواحد آريسر ۽ حميده کهڙو



اعجاز جتوئي، نوازشريف ۽ لياقت جتوئي ميهڙ ۾ جلسي ۾ ايندي



اعجاز علي جتوئي



اعجاز علي جتوئي



اعجاز علي جتوئي ۽ سيد محمد شاهه

سنڌ قومي اتحاد جي وائيس چيئرمين

# اعجاز جتوئي سان ڳالهه ٻولهه

طارق اشرف

سوال: اوهين ايس- اين- اي کي سنڌي ماڻهن جو اتحاد ڪيئن ٿا سمجهو جڏهن ته سنڌ جي سڀ کان وڏي پارٽي پي- پي هنن ۾ شامل ڪانهي. پليجو صاحب، جام صاحب ۽ هاڻ سنڌ ساگر پارٽي به ايس- اين- اي کان ڌار ٿي ويئي آهي؟

جتوئي: سنڌ قومي اتحاد کي مان سنڌي ماڻهن جو وسيع تر اتحاد سمجهان ٿو. ايس- اين- اي نهڻ سان ئي ڪرائسس جي دؤر مان گذري آهي. 20 مئي تي ايس- اين- اي ٺهي ۽ 18 جون کان حيدرآباد ۾ فساد شروع ٿي ويا. اتحاد اڃان رڳو مٿين ليول تي ٺهيو هو تنهنڪري هن کي تنظيمي پرابلم پيش آيا. حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ دهشتگردن سنڌي ماڻهن جي نسل ڪشي شروع ڪري ڏني. ايس- اين- اي پنهنجو رول ادا ڪرڻ شروع ڪيو ۽ تنظيمي طور تي هن کي مضبوطي ملندي ويئي.

شروع ۾ پي- پي جو مخدوم خليق به آيو. نيشنل پيپلس پارٽيءَ وارا آيا. اسان کين چيو ته سنڌ جي مسئلن تي اچو ته گڏجي اتحاد ٺاهيون. پر پوءِ فائينل ايگريمينٽ ۾ هو نه آيا. پليجو صاحب به اڳ ۾ شامل ٿيو هو پوءِ الڳ ٿيو. هن جي پنهنجي ڊسيشن آهي. سنڌ ساگر پارٽيءَ جو پنهنجو فيصلو آهي. اسان هنن سان ڳالهايو. هنن اِها ڳالهه مڃي ته اسان اهو فيصلو جلديءَ ۾ ڪيو آهي. شايد هو پنهنجو فيصلو مٽائين.

سوال: ويجهڙائيءَ ۾ سائين جي- ايم سيد، ايس- اين- اي جي هڪ ميٽنگ ۾ چيو هو ته اسين آءِ- جي- آءِ سان گڏجي پي- پي جي حڪومت کي ڊاهينداسين. ڇا آءِ- جي- آءِ، پي- پي کان وڌيڪ چڱي آهي؟

جتوئي: آءِ- جي- آءِ سنئين سڌي فوج جي ڪريئو آهي ۽ پاڪستاني فوج جو ڪردار اِهو رهيو آهي تہ هن سدائين انهن طبقن جو ساٿ ڏنو آهي، جيڪي طبقا ننڍين قومن کي پائمال ڪندا آهن ۽ انهن جي ذريعن تي قبضو ڪيو ويٺا آهن. سنڌ ۾ وڏ ۾ وڏ استحصالي طبقو پنجابين جو آهي، جنهن کي فوج ۾ آمريڪي سامراج جو سهڪار حاصل آهي. پيپي ۽ آءِ- جي- آءِ جي وچ ۾ جيڪا رساڪشي آهي، سا سنڌ جي مسئلي تي ڪانهي. اها وزارت اعظميٰ جي ڪرسيءَ جي ڪري آهي ۽ ايم- ڪيو- ايم انهن کي ڊبل بليڪ ميلنگ پئي ڪري. هنن جو انٽريسٽ آهي فقط ڦرلٽ ڪرڻ ۽ سنڌ جي زمينن ۽ رسورسز کي تقسيم ڪرڻ. پيپي- پيپي جيڪو ايم- ڪيو- ايم سان 60 پوائنٽس تي اَڪارڊ ڪيو. انهيءَ ۾ رڳو ٽيڪنيڪل زبان استعمال ڪئي ويئي آهي.

وزارت اعظميٰ جي ڪرسي تائين پهچڻ لاءِ هو مختلف طريقن سان اينٽي سنڌ فورسز سان تعاون ڪن ٿا.

سوال: غلام مصطفيٰ جتوئي جي موجوده سياسي ڪردار جي باري ۾ ,اوهان جو رايو ڇا آهي؟

جتوئي: غلام مصطفيٰ جتوئي جو سياسي ڪردار سڄي قوم جي اڳيان آهي. سياسي طور تي اسان ڪڏهن بہ گڏ نہ رهيا آهيون. اسان جا ساٿس خانداني تعلقات تمام پراڻا آهن. مٿي مائٽي پاڻ ۾ ڪانهي. پيپي- پيپي جي پهرين دور ۾ جڏهن بابا پيپي- پيپي ۾ شامل ٿيو هو تہ ڇئن مهينن ۾ ئي، سنڌ جي مسئلن تي ۽ مارشل لا جي جاري رکڻ تي، غلام مصطفيٰ خان جي چيف منسٽر هوندي، اسان مخالفت ڪئي سين. اڄ غلام مصطفيٰ جتوئي سنڌ جو نہ پنجاب جو نمائندو آهي. فيصلو عوام کي ڪرڻو آهي تہ ڪير صحيح آهي، ڪير نہ.

سوال: سائين جي- ايم سيد سنڌو ديش جي پروگرام کي ڪجهہ وقت لاءِ معطل ڪيو هو پر پوين دوري ۾ سائين سنڌو ديش جي ڳالهہ وري زور شور سان ڪئي. انهيءَ جو اثر سنڌ قومي اتحاد تي ڪهڙو پوندو؟

جتوئي: سنڌو ديش جو پروگرام سنڌ قومي اتحاد جو پروگرام ڪونهي، قطعا ڪونهي. جمهوريت ۾ هر ماڻهوءَ کي پنهنجو پروگرام کڻي عوام ڏانهن وڃڻ گهرجي. اهو عوام جي مٿان آهي تہ هو ڪهڙو ٿو ريسپانس ڏي. جيڪڏهن سنڌ جو عوام سنڌو ديش چاهي ٿو تہ دنيا جي ڪابہ طاقت سنڌو ديش ٺاهڻ کان روڪي نٿي سگهي. جيڪڏهن وقتي طور هن کي

سبوتيج ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي يا آرمي آپريشن ڪيو..... پر عوام جيڪڏهن الڳ ٿيڻ جو فيصلو ڪيو تہ پوءِ هنڪي ڪو روڪي نٿو سگهي. جڏهن عوام جي فيصلي تحت گڏيل هندستان ورهائجي سگهي ٿو تہ پاڪستان جو بہ ورهاڱو ٿي سگهي ٿو.

هن وقت سنڌو ديش جو نعرو فقط جيئي سنڌ تحريڪ جو نعرو آهي. ٻي ڪنهن پارٽي يا فرد جو پروگرام ڪونهي. اسين سمجهون ٿا تہ هن وقت پاڪستان جي اندر رهندي، اسان کي پنهنجا حق ۽ قومن کي برابريءَ جا حق ڏنا وڃن. نئون آئين ٺاهيو وڃي، جنهن ۾ ننڍين قومن لاءِ گارنٽي هجي.

باقي سنڌ قومي اتحاد ۾ جيڪي پارٽيون شامل آهن، انهن جا پنهنجا پنهنجا پروگرام آهن. سنڌ قومي اتحاد جڏهن ٺهيو هو تہ اها ڪميٽمينٽ ڪئي ويئي هئي تہ سنڌ قومي اتحاد جي پليٽ فارم تان ستن پوائنٽس کان علاوه ٻي ڳالهہ نہ ڪبي، باقي الڳ حيثيت ۾ هرڪو آزاد آهي. سائين جو اهو دؤرو سنڌ قومي اتحاد جو نہ بلڪ جيئي سنڌ تحريڪ جو هو.

سوال: ايس- اين- اي جي جلسن ۾ سنڌو ديش جو نعرو هنيو وڃي ٿو اوهان ڪڏهن انهيءَ تي اعتراض ڪيو آهي؟

جتوئي: نہ فقط اعتراض بلڪ برابر جهليو ويو آهي هر ميٽنگ ۾. جڏهن بہ ايس- اين- اي جون ميٽنگون ٿيون آهن، انهيءَ ۾ واضح طرح هدايتون ڏنيون ويون آهن تہ جلسن ۾ سنڌو ديش جو نعرو نہ هڻبو. حيدرآباد جي، قاسم آباد واري جلسي ۾، اسٽيج تان سنڌو ديش جو هڪڙو نعرو بہ نہ لڳايو ويو. هينئان ڪو پنهنجي طرفان نعرو هڻي ٿو تہ اها ٻي ڳالهہ آهي.

سوال: سنڌ ۾ ايس- اين- اي جي هاڻي ڪهڙي حيثيت آهي؟

جتوئي: سنڌ قومي اتحاد ٿوري عرصي ۾، تمام مشڪل مرحلن مان گذريو آهي، ڇوتہ هن جي فقط مرڪزي باڊي موجود آهي، هيٺ ڪا باڊي ڪانهي. آئين، منشور انهن مرحلن لاءِ سنڌ قومي اتحاد کي وقت کپندو هو پر حالتن جي ڪري ڪيس موقعو ئي نہ مليو. ايس- اين- اي ٺهڻ ڪانپوءِ جلدي يعني 18 جون تي حيدرآباد ۾ فساد ٿيو پوءِ 17 جولاءِ تي، وري 30 سيپٽمبر تي، 1 آڪٽوبر تي ڪراچيءَ ۾. 16 نومبر تي اليڪشن ٿي. عجيب صورتحال ۾ ايس- اين- اي ريزسٽ ڪيو آهي.

اڄ مان دعويٰ سان چئي سگهان ٿو تہ فيڊرل پارٽين ڪانسواءِ، سنڌ قومي اتحاد، مڙني قومپرستن، مڙني سنڌ جي تنظيمن، جيڪي الڳ الڳ

تنظيمون آهن- مؤثر پليٽ فارم آهي. سنڌ قومي اتحاد جون پاڙون سنڌي ماڻهن ۾ آهن.

سوال: ڇا ڳالهه آهي ته قومپرستن کي سنڌي عوام ووٽ نٿو ڏي، 1971ع واري اليڪشن ڏسو يا 88ع واري؟

جتوئي: اسان جي بدقسمتي آهي. جيڪي قومپرست، سنڌ جا نيشنلسٽ، پروگريسو يا ڊيموڪريٽڪ فورسز آهن، انهن عوام کان ڪڏهن ووٽ گهريو ئي ڪونهي. 1988ع واري اليڪشن ۾ سنڌ قومي اتحاد ميٽنگ ڪري، اها ڳالهه واضح ڪئي ته اسين اليڪشن ۾ نه بيهنداسين، پر فرد جي حيثيت ۾ ڪو بيهي ته ڀلي بيهي. پيپلز پارٽي، مسلم ليگ، اين- اين- پي، جيڪي به پارٽيون هيون، انهن ووٽ لاءِ ڪنوينسنگ به ڪئي پئي ۽ زور به ڏنو پئي. اسين نه عوام وٽ پروگرام کڻي وياسين، نه اَپروچ ڪئي. اسان عوام کي اهوئي چيو ته فرد جي حيثيت سان بيٺو آهيان. سنڌ قومي اتحاد جي پاران نه بيٺو آهيان. اُتي ئي ڪنٽراڊڪشن ٿي پئي. اسان ايس- اين- اي جو پروگرام کڻي مقابلو نه ڪيو هو. پيپلز پارٽي اسان وارا اشوز کڻي ميدان ۾ لهي آئي. هن ڪالاباغ ڊئم جي خلاف ڳالهايو انهيءَ جي خلاف جلوس ڪڍيا، بهارين جي معاملي تي کُلي ڳالهايائين. مطلب ته جيڪي مسئلا ايس- اين- اي کنيا هئا، پي- پي به اُهي کنيا.

اسان جي سنڌ جي جيڪا سياست رهي آهي، اُها جاگيرداري واري رهي آهي. انهن سڄو وقت برين واش ڪيو آهي ته بنا پاور جي ڪجهه نه ٿيڻو آهي. تنهنڪري جڏهن اسين ويهه ٻاويهه ماڻهو اليڪشن ۾ بيٺاسين ته ماڻهن سوچيو ته ويهه ٻاويهه ماڻهو حڪومت ٺاهي نه سگهندا. ٻي ڳالهه ته هي فرد آهن، حڪومتون پارٽين کي ملنديون يا الائنس کي؟

مان دعويٰ سان چوان ٿو ته پيپلز پارٽي يا ٻيون تنظيمون پنهنجو اصلي مينيفيسٽو کڻي عوام وٽ وڃن ۽ سنڌ قومي اتحاد پنهنجو مينيفيسٽو کڻي عوام ۾ وڃي، ته ساڳي طرح سان هاڻ ووٽ قومي اتحاد کي ملندا.

سوال: اليڪشن ۾ جڏهن اهي فرد بيٺا ته سنڌ قومي اتحاد هنن جي مدد ڪئي، پر انهيءَ جي باوجود سنڌي ماڻهن هنن کي ووٽ نه ڏنو. اوهان هينئر فيوڊل اسٽرڪچر جي ڳالهه ڪئي ته انهيءَ جي ڪري ماڻهن ۾ ايڏي سجاڳي ناهي، پر ٻئي پاسي اوهان چيو ته عوام پي- پي وٽ اسان وارو پروگرام ڏٺو ۽ پي- پي جيئن ته تمام گهڻا ماڻهو بيهاريا هئا، انهيءَ ڪري

**عوام سمجهيو تہ پاور ۾ پي- پي ايندي. مان اهو پڇان ٿو تہ سنڌي ماڻهن ۾ سجاڳي آهي يا ڪانهي؟**

جتوئي: سنڌي قومي اتحاد سپورٽ ڪانہ ڪئي هئي. فيوڊل نظام اسان جي سوسائٽيءَ تي حاوي آهي. مان پڻي کي داد ضرور ڏيندس. هن ماڻهن ۾ پنهنجي راءِ رکڻ جي صلاحيت ضرور پيدا ڪئي. ماڻهن کي اهو احساس ضرور ٿيو تہ مان بہ ڪا راءِ رکان ٿو ڇوتہ ووٽ منهنجو آهي. ڪنهن پير، مير، وڏيري جو ناهي. تنهنڪري هنن پنهنجي حساب سان سوچڻ شروع ڪيو. اهو شعور 1970ع واري پيپلز پارٽي واري دور ۾ سنڌي ماڻهن کي آيو. هاڻ ماڻهن شعوري طرح ووٽ ڏنو. مان اهو ضرور چوندس تہ ماڻهن غلطي ضرور ڪئي، اِها انهيءَ حوالي سان تہ بلوچستان پنهنجا قومپرست آندا، پر جيڪي سنڌي قومي اسيمبليءَ ۾ ايم- اين- اي رهيا آهن، جن پلاٽ ۽ پرمٽون هٿ نہ ڪيون، انهن کي هتي شڪست ملي. قومپرستن کي شڪست پنهنجي پروگرام جي ڪري نہ ملي، بلڪ انهيءَ جا ڪجھ ٻيا سبب هئا. پڻي کي جنهن نموني ماريو ويو، سنڌي ماڻهن شدت سان محسوس ڪيو تہ هو سنڌي هو انهيءَ ڪري هن کي شهيد ڪيو ويو. انهيءَ ڪري پنجاب جي بالادست قوتن ۽ طبقن کان حساب ڪتاب وٺڻو آهي.

ٻلي اسان کي شڪست آئي هجي، پر هڪڙي ڳالھ مڃڻ گهرجي تہ سنڌي ماڻهن پنهنجو شعور استعمال ضرور ڪيو. هنن سوچيو تہ حڪومت پيپلز پارٽي نـاهيندي ۽ هو فوج، بيوروڪريسي، پاڪستان جي سڄي ڍانچي ۽ نظام کان اهائي حساب ڪتاب وٺندي. گذريل يارنهن سالن ۾ سنڌي ماڻهن جي جنهن نموني تذليل ڪئي ويئي، ضياءالحق ڊڪٽيٽر جي دور ۾ هتي جي ماڻهن کي اهو احساس ڏياريو ويو تہ اسين حاڪم آهيون ۽ اوهين محڪوم. سنڌي ماڻهن سمجهيو تہ اسان جو پلاند پيپلز پارٽي وٺندي، پر اِهو ٿيو ڪونہ. هن وزارت عظميٰ جي ڪرسيءَ لاءِ وڃي سوديبازي ڪئي. پنهنجي پروگرام ۽ پنهنجي منشور کان ڦري ويئي. جن ماڻهن استحصال ڪيو پارٽي انهن جي ڪڇ ۾ وڃي ويٺي. مان سمجهان ٿو تہ اڄ جو جيڪو سنڌي آهي، اهو 1940ع وارو ڪونهي، نہ ئي 1971ع وارو آهي. هو 1989ع وارو آهي. هن ۾ تمام گهڻو فرق اچي ويو آهي. هو پوليٽيڪل شعور رکي ٿو. پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت جي باوجود اسان جا جلسا تمام وڏا ٿيا آهن. آخر ڇو سنڌ قومي اتحاد جي جلسن ۾ ايترا ماڻهو اچن ٿا؟ انهيءَ جو

سنئون سڌو سبب اِهو آهي تہ پيپلز پارٽيءَ مان هنن کي جيڪي توقعات هيون، سي پوريون نہ ٿيون. تنهنڪري سنڌ قومي اتحاد ڏانهن وريا آهن.

سوال: اوهان هينئر چيو تہ پنجاب جي عوام پنهنجي قومپرستن کي ووٽ ڏنو. اوهان نواز شريف کي قومپرست ٿا سمجهو يا مارشل لا پرست ۽ فوج پرست؟

جتوئي: قومپرست مان مطلب، منهنجو نواز شريف ڏانهن نہ هو. نوابزادو نصرالله، هن سدائين پنجابي قوم جي ڳالهہ ڪئي آهي. بيگم عابده حسين پنهنجي قوم کي ليڊ ٿي ڪري. مصطفيٰ کر پنجاب جي قومپرستيءَ جي لائين کي ليڊ ٿو ڪري. منهنجي نظر ۾ نواز شريف ضياءالحق جي پيداوار آهي. نواز شريف جي لائين قومپرستن سان گڏجي ئي نڪتي. هيءَ طبقاتي لحاظ کان هڪ انڊسٽريليسلٽ آهي. اج جو نواز شريف سنئون سڌو پنجابي شائونسٽڪ لائين تي ڪم پيو ڪري. انهيءَ طرح هو پنهنجي قوم جي اسيمبليءَ ۾ نمائندگي ضرور ڪري ٿو. ٿي سگهي ٿو تہ پنجاب ۽ سينٽرل گورنمينٽ جي اختلافات ڪري، هن مجبور ٿي اها لائين ورتي هجي، اصل ۾ نواز شريف جو ڪلاس اقتداري ڪلاس آهي.

سوال: ايس- اين- اي پاڪستان ليول تي ڪانهي. هن ڪتيو تہ بہ مرڪزي حڪومت ناهي نہ سگهندو. پوءِ سنڌي عوام هن کي ڪيئن ووٽ ڏيندو. جڏهن تہ اوهان چيو تہ پي- پي کي سنڌي ماڻهن انهيءَ ڪري ووٽ ڏنا جو هنن سمجهيو ٿي تہ پاور ۾ اها پارٽي ايندي؟

جتوئي: منهنجي جيڪا اسيسمينٽ آهي، ٿي سگهي ٿو مان غلط هجان. اوهان اليڪشن ۾ ڏٺو بہ هوندو تہ هاڻ پاڪستان جي سياست الائنس ڏانهن پئي وڃي. اج پي- پي جي جيڪا اسٽرينٽ آهي، ڇهہ مهينا پوءِ جيڪڏهن اليڪشن ڪرائجي تہ پي- پي جي اها اسٽرينٽ نہ رهندي. اج آءِ- جي- آءِ جي جيڪا اسٽرينٽ آهي، جيڪا پاڻ بہ الائنس آهي، اُها شايد ساڳي نہ بيهي. پاڪستان جو جيڪو مستقبل آهي، انهيءَ ۾ چئني صوبن ۾ ريجنل ليول تي الائنس نهندا ۽ اُهي الائنس مرڪز ۾ وڃي حڪومت ناهيندا. پاڪستان تي مستقبل ۾ ڪا هڪ پارٽي حڪومت نہ ڪري سگهندي، اهو قطعي ممڪن ڪونهي.

اج جي پي- پي جي حڪومت مرڪز ۾ مخلوط آهي، سرحد ۾ مخلوط آهي، پنجاب ۾ آءِ- جي- آءِ جي حڪومت مخلوط آهي، بلوچستان ۾ بي- اين- اي جي حڪومت مخلوط آهي. اج جو پاڪستان الائنس جو

پاڪستان ٻٽيو بيٺو آهي. جيڪڏهن بلوچستان ۾ قومپرست اچي سگهن ٿا تہ مستقبل ۾ سنڌ ۾ بہ الائنس اچي سگهي ٿي. اهو ممڪن ٿي ناهي تہ هاڻ پي- پي اڪيلي حڪومت ناهي. تاريخ ۾ اهڙا موڙ تہ ايندا آهن، پر بار بار نہ.

سوال: گذريل حڪومت ۾ پي- پيءَ کي مظلوم پارٽي سمجهي ووٽ ڏنو ويو جيڪڏهن اڳيان هلي، پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت کي ٽوڙيو ويو تہ ماڻهو پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت کي مظلوم سمجهي وري ووٽ نہ ڏيندا؟

جتوئي: مان سمجهان ٿو تہ پيپلز پارٽي پنهنجي يارنهن مهينن جي حڪومت ۾ پنهنجي مظلوميت وڃائي چڪي آهي. البت ضياءالحق جي دور ۾ مظلوميت ظاهر ڪري چڪي آهي. اڄ جي حالتن ۾ نہ مظلوم آهي ۽ نہ اڳتي ٿيندي. چوتہ پيپلز پارٽي هر انهيءَ فورسز سان سمجهوتو ڪيو جيڪو اينٽي سنڌ آهن. رڳو وزارت اعظميٰ جي ڪرسي حاصل ڪرڻ لاءِ ۽ پيپلز پارٽي جيڪو ايم- ڪيو- ايم سان اتحاد ڪيو- آڪارڊ قومن جي وچ ۾ ٿيندا آهن. پارٽين جي وچ ۾ ٿيندا آهن. الائنس جي وچ ۾ ٿيندا آهن. پر اهي يڪ طرفا اَڪارڊ نہ هوندا آهن. ڇا پيپلز پارٽي سنڌ جي مڙني مسئلن کي اڳيان رکندي اَڪارڊ ڪيو؟ منهنجي نظر مان اَڪاڊ جو جيڪو ٽيڪسٽ گذريو آهي، انهيءَ ۾ رڳو ايم- ڪيو- ايم جون گهُرون آهن تہ اهي هيتري وقت اندر پوريون ڪرڻيون آتوَ. ڇا پيپلز پارٽي اها ڳالهہ ڪئي تہ 61 پوائنٽس اوهان جون آهن، هي 8 پوائنٽس اسان جون بہ آهن. توهان کي مهاجر قوميت تان هٿ ڪڍڻو پوندو. اها ڳالهہ نہ فقط لکت ۾ بلڪ عوام جي آڏو بہ اوهان کي ڪرڻي آهي. پيپلز پارٽي بهاري اشو آندو؟ سنڌ ۽ سنڌين جي زندگي ۽ موت جو مسئلو آهي، بقول وزيراعظم صاحبہ جي ڪراچيءَ ۾ ڏاريا روز چوويهہ سؤ اچن ٿا.

اسان عوام تائين اهي ڳالهيون پهچايون آهن. فيصلو عوام کي ڪرڻو آهي. سياڻي عوام فيصلو وري بہ پيپلز پارٽي لاءِ ڪري ٿو تہ اسان کي ڪو اعتراض ڪونهي. اسين اِها ڳالهہ واضح طور تي ڪرڻ چاهيون ٿا تہ پلي اليڪشن ۾ اسان کي ڏهہ ڀيرا شڪست اچي، ڪهڙي بہ قسم جي قرباني ڏيڻي پوي، نيشنل ڪوئسچن جيڪو اسان کنيو آهي، اهو انشاءالله تعاليٰ پايہ تڪميل تائين ضرور پهچائينداسين.

سوال: پي- پي سان معاهدي جي باوجود ايم- ڪيو- ايم، آءِ- جي- آءِ سان ڳجهو ناهہ ڪيو. ڇا سياست ۾ اهڙا ڳجها ناهہ بہ ٿيندا آهن؟

جتوئي: ها، ٿيندا آهن. پي- پي ۽ ايم- ڪيو- ايم جو ناهه ٻه ڳجهو هو. ڇا انهيءَ لاءِ پي- پي ريفرينڊم ڪرايو هو؟ ڇا سنڌي قوم کان مئنڊيٽ ورتي ناهه ڪيو هو؟ مان انهيءَ ناهه کي سنڌ دشمن ۽ سنڌي قوم تي للڪار ٿو سمجهان.

اصل هيءُ ناهه ڪونهي. اهو لٽ مار ۾ شامل ٿيڻو آهي استحصالي قوت سان. اهڙو ناهه اونداهه ۾ ئي ٿي سگهندو. ڏينهن جي روشنيءَ ۾ اهڙا ناهه نه ٿيندا آهن. منهنجي نظر ۾ ايم- ڪيو- ايم هن وقت فاشسٽ، ٽئررسٽ، نازي ٽائپ جي پيٽرن تي هڪ آرگنائيزيشن ٺاهيل آهي. ظاهر آهي انهيءَ قسم جي آرگنائيزيشن سان جيڪو ناهه ڪندو ته اُهي ڳجها ئي ڪندو. انهيءَ جا ٽرمس ڪنڊيشنز جيڪي هوندا، سي ظاهر آهي استحصالي هوندا. زمين جي اصل وارثن جي خلاف هوندا.

سوال: انهيءَ ناهه سان سنڌين کي ڪهڙا نقصان رسي سگهن ٿا؟

جتوئي: مان سمجهان ٿو ته اسان کي خوش ٿيڻ گهرجي. پنجاب جي استحصالي قوت ۽ سنڌ جو اهو طبقو جيڪو سنڌين جي ڪلچر ۽ ٻوليءَ کان انڪاري آهي، اهو به استحصالي طبقو آهي، اهو به پنهنجي استحصالي طبقي سان گڏيو آهي. منهنجي نظر ۾ اها نيچرل الائنس آهي. ايم- ڪيو- ايم، پي- پي سان به ناهه ڪيو هو سنڌ جي ڦرلٽ لاءِ، هاڻ آءِ- جي- آءِ سان به انهيءَ نيت سان. ٻئي استحصالي قوتون آهن. ٻئي فاشسٽ ۽ ٽئررسٽ طريقي سان ٺهيل آهن. اسان کي هنن فورسز سان مقابلو ڪرڻو پوندو. اسان جون جيڪي به پوائنٽس آهن، اُهي اسين ڪنهن کان ٿا گهُرون؟ اهي پوائنٽس واسطو رکن ٿيون پاڪستان جي فرسوده نظام سان، پنجاب جي استحصالي قوتن سان، جيڪي اسان جي سيني مسئلن جي لاءِ رڪاوٽ آهن. اهي اسان جي مٿان قابض آهن ۽ انهيءَ جو سهڪار ايم- ڪيو- ايم ڪري ٿي. پي- پي- آءِ به. پر انهن حالتن ۾ مايوس ٿيڻ جي ضرورت ڪانهي.

منهنجي لاءِ پي- پي يا آءِ- جي- آءِ سان اڪارڊ. ٻئي ساڳي ڳالهه آهي. ٻنهي اڪارڊس ۾ سنڌ جي مڙني مسئلن کان غداري ڪئي ويئي آهي، پر اهي ته ٻاهران آيل آهن، پرايا آهن. ظاهر آهي اهي اهڙي قسم جا ئي اڪارڊ ڪندا. اهي اسان جي نمائندگي ڪونه ٿا ڪن. اسان جو هنن تي ڪهڙو حق آهي جو هي سنڌ جي ڳالهه ڪن؟ آءِ- جي- آءِ سنڌ ۾ آهي ئي ڪانه. هنن جو هڪڙو به ايم- اين- اي يا ايم- پي- اي هتي ڪونهي. هو

سنڌ جو خيال ڇو ڪن؟ البت پي- پيءَ جا نمائندا آهن، هنن کي ايم- ڪيو- ايم سان معاهدو ڪري وزارت عظميٰ وٺڻ جي بدران، نہ وٺڻ بهتر هو.

سوال: جيڪڏهن بهاري آيا تہ..........؟

جتوئي: اهو سنڌ جي زندگي ۽ موت جو مسئلو آهي. بهارين، پنجابين، ايراني ۽ افغانين جي اچڻ ڪري، سنڌ جي آباديءَ ۾ تيزيءَ سان واڌ آئي آهي. ڪيترا غيرقانوني ماڻهو روز پيا اچن، اسان کي سينيٽ ڪميٽيءَ ۾ ٻڌايو ويو تہ پاڪستان جي دهلي ائمبيسي اٺ سؤ ويزا روز ڏئي ٿي، اُتان جيڪي ماڻهو اچن ٿا، اُهي هتي پهچي پاسپورٽ ڦاڙي ڦٽو ڪريو ڇڏين ۽ هتي جي مهاجرن ۾ مڪس اپ ٿيو وڃن. ايئن منصوبابنديءَ تحت ٿئي پيو. سڀ جا سڀ مفاد پرست ٽولا هن ۾ شامل آهن. پيپلز پارٽي موتمر اسلام ٽرسٽ کي 25 ڪروڙ روپيا ڏنا آهن، جڏهن تہ ضياءالحق جي مرڻ کانپوءِ اهو ٽرسٽ ختم ٿي ويو هو. مون جنهن وقت سينيٽ ۾ بهارين جي مسئلي کي کنيو تہ آءِ- جي- آءِ جي ماڻهن منهنجي واضح سپورٽ ڪئي. بلوچستان ۽ فرنٽيئر جي آءِ- جي- آءِ سينيٽرن مون سان سهڪار ڪيو. مون واضح طور تي اتي چيو تہ اسان اقليت ۾ تبديل ٿيڻ لاءِ تيار ناهيون. اسين پاڪستان ۾ غلاميءَ جي طور تي رهڻ لاءِ تيار ناهيون. اسان ان قسم جي پاڪستان کي قبول نہ ڪنداسين. سڀاڻي جيڪڏهن اسان پاڪستان جي خلاف جدوجهد ڪئي تہ پوءِ ذميواري توهان جي هوندي. مون چيو تہ اسان جي هن مسئلي تي ساٿ ڏيو. پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت، جيڪا ڪميٽيڊ آهي سنڌ جي اشوز تي، هنن جي ميمبرن منهنجو ساٿ نہ ڏنو. مون صلاح ڏني تہ يڪدم دهلي سفارتخاني کي جهليو وڃي تہ ويزا بند ڪري. جيڪي بہ بارڊر سيڪيورٽي فورسز آهن، خاص ڪري ڪراچي ايئرپورٽ، سکر ايئرپورٽ يا ريلوي ايڊمنسٽريشن آهي يا جن جو واسطو ويزا، انٽري ۽ بارڊر انٽري سان آهي، اتي فقط سنڌي رکيا وڃن. اتي ڪوبہ مائگريٽيڊ سيٽلري نہ اڳايو وڃي، ڇوتہ اسان کي پڪ آهي تہ غير قانوني ماڻهو هتي اچن پيا. پيپلز پارٽيءَ جي وقت ۾ ٿي هڪ سنڌي آفيسر، جيڪو ايف- آءِ ۾ هو هن اهڙن ٽن سون ماڻهن کي پڪڙيو جيڪي بنا ويزا، بنا پاسپورٽ جي ملڪ ۾ آيا. هن آفيسر هنن کي جهليو. انهيءَ تي گوڙ ٿيو ۽ انهيءَ آفيسر کي هڪ ڪلاڪ جي اندر سسپينڊ ڪيو ويو. اهو سڄو ڪيس مون ايف- آءِ ۾ پيش ڪيو تہ اهو ڪهڙو ظلم ٿا ڪريو. هڪڙو آفيسر غير قانوني آيل

بهارين کي پڪڙي ٿو تہ اوهان هن کي سسپينڊ ٿا ڪريو. هنن ڪِلي چيو: "يار ڪيا ڪرين. هم پر ايم- ڪيو- ايم ڪا پريشر هي."

اسين بهارين کي قطعاً قبول نہ ڪنداسين. اهو اسان جي زندگيءَ جو مسئلو آهي.

سوال: جيڪڏهن، ڪنهن سنڌ کي ورهائي ٻہ صوبا بڻائڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي؟

جتوئي: اسان اهڙي فيصلي جي قوت سان مخالفت ڪنداسين. اسان سنڌين کان علاوه ٻيون قومون بہ آهن. پنجابي، پٺاڻ ۽ بلوچ. پر جڏهن هي حضرات هتي آيا تہ ڪنهن بہ صوبي هنن کي قبول نہ ڪيو سواءِ اسان جي صوبي جي. مان اها ڳالهہ واضح ڪرڻ چاهيان ٿو تہ سنڌ تقسيم نٿي ٿي سگهي. جيستائين مون هنن جو پلان سمجهيو آهي. هي ڪراچي، ٺٽو بدين ۽ حيدرآباد کي سنڌ کان الڳ ڪرڻ گهرن ٿا ۽ لسٻيلي ڊسٽرڪٽ کي بہ ۽ انهيءَ جو نالو ڏنو ويو آهي- فري انڊسٽريل ايڪناميڪل زون. انهيءَ ۾ آمريڪا هنن سان سهڪار پيو ڪري. آمريڪا جا ائمبيسيڊر بار بار الطاف سان ملي، طريقا ٻڌائين پيا. هن کي چيو ويو آهي تہ هن فري انڊسٽريل زون ۾ ڊاڙيل نہ هوندا. ڇاڪاڻ تہ اهي سڀ سنڌي آهن.

مون هنن کي ڀهرين بہ وارن ڪيو هو تہ سنڌ فقط ڪراچي، حيدرآباد، ٺٽو ۽ بدين ناهي. انهن چئن شهرن يا ضلعن کان علاوه بہ 44 هزار چورس ميل سنڌ آهي ۽ ڪراچي مان ڪو اوهان جو ماڻهو سنڌي ماڻهوءَ جو پيچو ڪندو ميهڙ، دادو يا ٻيتي ۾ تہ اچي ماري ڪونہ ٿو سگهي. ڇاڪاڻ تہ هيءُ اسان جو علائقو آهي، پر جيڪڏهن اوهان زون ٿا ناهيو تہ پوءِ اوهان هنن شهرن کي پروٽيڪشن ڪهڙي طريقي سان ڏيندؤ. اڄ سنڌي ماڻهن کي مجبور ڪندا تہ هو اُها جدوجهد ڪندا، جيڪا اسان پسند ڪونہ ٿا ڪريون. پر جيڪڏهن خدانخواستہ موومينٽ يا اسٽرگل انهيءَ سچوئيشن تي پهتي، تہ پوءِ توهان جو مثال اهو ٿيندو جيئن "تار تي ويٺل ڳيرا." جنهن کي هڪڙو ڪارتوس، پنجاهہ ڳيرا ماريندو آهي.

هنن جو ٻاٽي اسان وٽان وڃي ٿو. هنن جي ساري رسد اسان وٽان وڃي ٿي. هنن جو سڄو بزنس اسان وٽان وڃي ٿو. سنڌ کي جيڪڏهن برباد ڪيو ويو تہ سنڌ برباد ڪانہ ٿيندي، سڄو پاڪستان برباد ٿي ويندو. اڄ بہ چيو وڃي ٿو تہ ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ جيڪڏهن ڪرفيو لڳي تہ بہ ارب روپيا روز نقصان ٿئي ٿو پوءِ پنجاب ۽ ڪراچيءَ جي وچ ۾ بزنس ڪيئن ڪندا؟

اسين چاهيون ٿا تہ ڪنهن نہ ڪنهن طرح سان افهام تفهيم ٿئي. اسين نٿا چاهيون تہ سڄي مهاجر آباديءَ سان وڙهون. اسين هنن کي سنڌيءَ جي حيثيت ۾، پنهنجي الڳ زبان رکڻ جي حيثيت ۾، قبول ڪرڻ لاءِ تيار آهيون. ايڪوئل رائيٽ ڏيڻ لاءِ تيار آهيون، پر هنن جي الڳ قوميت مڃڻ لاءِ تيار ناهيون. هنن جي بالادستي مڃڻ لاءِ تيار ناهيون. مقامي ماڻهن سان وڙهي ہ شهر الڳ ڪندا تہ اهي شهر جيئرا رهي نٿا سگهن هن ملڪ ۾. هنن شهرن جو سڄو دارومدار 44 هزار چورس ميلن تي آهي. اُهي بند ڪرڻ چاهين تہ هر شيءِ بند ٿي سگهي ٿي.

سوال: اوهان هينئر پاڻيءَ جي ڳالهہ ڪئي. ڪراچيءَ جو ميئر تازو آمريڪا ويو هو ۽ هن کاري پاڻيءَ کي مٺي ۾ تبديل ڪرڻ واري پلانٽ جي ڳالهہ ڪئي آهي. ڇا انهيءَ جي ڪري ڪراچيءَ جي پاڻيءَ جو مسئلو حل نہ ٿي ويندو؟

جتوئي: هنن جي چواڻي- ڪراچي 90 لک ماڻهن جي آبادي آهي. اهو پلانٽ ايڏو مهانگو آهي جو 90 لک آباديءَ لاءِ سڄي آمريڪا جي ٽن سالن جي مسلسل بجيٽ گهرجي، جنهن سان کاري پاڻيءَ کي مٺو ڪري سگهجي.

پاڻيءَ جي ڳالهہ مان اهو مقصد ڪونهي تہ اسين پاڻي بند ڪنداسين. اسين انسان دوست آهيون، انسان دشمن نہ. سنڌي قوم ڏاڍي پُرامن ۽ پيار ڪرڻ واري قوم آهي. سنڌي قوم کي شاهہ لطيف جي شاعريءَ جي حوالي سان ڏٺو وڃي.

سوال: تازو مون ندويءَ کان انٽرويو ورتو هو. هن چيو تہ ڪالاباغ ڊيم واري مسئلي تي سنڌي ماڻهن اسان کي اعتماد ۾ ورتو ئي ڪونہ ۽ نہ اِهو سمجهايو ويو تہ اهو ڪيترو هاڃيڪار آهي تہ جيئن اسان ساٿ ڏيئي سگهون ها.

جتوئي: ايئن ناهي. 1985ع ۾ جڏهن بابا ايم- اين- اي هو تہ هن اُتي ڪالاباغ ڊيم جي خلاف ريزوليوشن آندو هو. ريزوليوشن جا سيئي فيسز سنڌي ماڻهن طئي ڪيا هئا. انهيءَ ڪانپوءِ اٿورائيز ڪيو ويو تہ سنڌ ۾ رهندڙ جيڪي بہ طبقا آهن، انهن جي نمائندن ايم- اين- ايز سان ڳالهايو. افسوس سان چوڻو ٿو پوي تہ ڪجهہ سنڌي ميمبر انهيءَ ڏينهن آيا ئي ڪونہ. بابا مولانا ندويءَ کي تفصيلي طور تي سمجهايو. ٽيڪنيڪل ماهر موجود هئا، جن جي راءِ ورتي ويئي. بابا ڪالاغ ڊيم تي اسيمبليءَ مان واڪ آئوٽ

ڪيو هو ۽ مولانا بہ واڪ آئوٽ ۾ ساٿ ڏنو. جيڪو واڪ آئوٽ ڪري سگهي ٿو اُهو ڪا راءِ رکي واڪ آئوٽ ڪندو. ڪو ريزن ڏيئي واڪ آئوٽ ڪندو. اصل ۾ مولانا صاحب جو پرابلم ڪجھ ٻيو آهي، جنهن جو اسان وٽ حل ناهي.

سوال: ڪالاباغ ڊيم جو ذڪر نڪتو آهي تہ ٻڌايو تہ هن وقت ڪالاباغ ڊيم جي پوزيشن ڇا آهي؟ ڇا اهو نهڻ رکجي ويو آهي، جيئن پيپلز پارٽيءَ وارا چون ٿا تہ اسين هن کي نهڻ نہ ڏينداسين؟

جتوئي: ڏاڍي افسوس جي ڳالھ آهي تہ هن ملڪ جا حاڪم بہ ڪوڙا آهن. چيف منسٽر ڪان وني، سيني جي هڪ لائين آهي. اڄ جڏهن اعتماد جي ووٽ جي موومينٽ ٿي هلي تہ ڊاڪٽر اسماعيل اُڊيجي کي ياد پيو آهي تہ سنڌ جي حقن جي سوديبازي نہ ٿيندي. ڪالاباغ ڊيم نہ نهڻ ڏبو پر اوهان کي ياد هوندو تہ اهوئي ريزوليشن پي- پي جي هڪڙي ميمبر پيش ڪيو هو تہ پي- پي وارن هن کي بلاڪ ڪرايو هو سنڌ اسيمبليءَ ۾. پيپلز پارٽي پنهنجي پهرين بجيٽ ۾ ڪالاباغ ڊيم لاءِ هڪ ارب ڇاونجاھ ڪروڙ روپيا رکيا. ڪالاباغ ڊيم اسڪيم کي جاري ڪرايو ويو ۽ اسان جي انفارميشن مطابق ٿرڊ فيز ۾ ڪم هلي پيو. البت ڀاشا ڊيم تي بہ هنن انويسٽيگيٽ ڪرڻ شروع ڪيو آهي. توهان کي ياد هوندو تہ هنن جي واپڊا جي منسٽر فاروق لغاري صاحب تازو اهو بيان ڏنو هو تہ: "ايڪ ڪالاباغ ڪيون، هم دس ڊيم بنائينگي. وه پاڪستان ڪي ترقي ڪي لئي ڪام آئينگي."

اسان جڏهن پيپلز پارٽيءَ کي سنڌ دشمن ٿا چئون تہ ان جا باقاعدي ثبوت موجود آهن. جيڪڏهن هو اهڙي ڪابہ ڪانفرنس ڪرائڻ چاهين، جنهن ۾ سندن ليڊر ۽ اسان بہ ويهون ۽ عوام بہ ويهي تہ سڄي حقيقت پڌري ٿي پوندي.

ڪالاباغ ڊيم ٿرڊ فيز ۾ اڳ ۾ ئي آهي. تنهنڪري پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت اچڻ سان، ان جي رڪجڻ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. هڪ ارب ڇاونجاھ ڪروڙ روپيا ڏنا ويا آهن. هڪڙي بہ پيپلز پارٽيءَ واري کي همت نہ ٿي آهي تہ ان جي ترديد ڪري تہ اسان پئسا ڪونہ ڏنا آهن. اسان هن اسڪيم تي ڪم روڪيو آهي. ڪالاباغ ڊيم جي جيڪا سائيٽ آهي، اتي باقاعدي گارڊ آهي. ان جي ٻاهران فوجي گهيرو ڪيو ويٺا آهن ۽ ڪنهن بہ سولين کي اُتي وڃڻ جي اجازت ناهي. ڪالاباغ ڊيم جي اوريجنل پروپوزل 1975 ۾ ڀٽي صاحب واري ڪيبينيٽ ۾ آئي. هنن اُن ڳالھ کي مڃي هڪ

ڪميٽي بہ ٺاهي هئي. اُها ڪميٽي رپورٽ نہ ٺاهي سگهي يا پٽو صاحب جلدي هليو ويو. ڪالاباغ ڊيم تي ڪم ضياءَ شروع ڪرايو ۽ ڪالاباغ ڊيم کي بجيٽ ڏياري، پيپلز پارٽي بہ ان ۾ ساٿاري ٿي آهي.

سوال: سنڌ اسيمبليءَ ۾ هڪ پروپوزل آيو آهي تہ سيوهڻ بئراج ٺاهيو. اوهان ڇا ٿا سمجهو انهيءَ سان سنڌ کي فائدو رسندو؟

جتوئي: مان سمجهان ٿو تہ سٺو پروپوزل آهي، ڪافي بيرل ايريا پئي آهي. ان ايريا کي فائدو ملندو البت اهو ضرور ڏٺو وڃي تہ سيوهڻ بئراج جو مقصد عام ماڻهوءَ کي فائدي جو هجي. ايئن نہ تہ اُتي رڳو عبدالله شاهہ ڪوڙل شاهہ ۽ اهڙيون جيڪي بيون قوتون آهن، انهن کي پاڻي ملي. جيئن منڇر مان بہ هڪ واهہ نڪتل آهي، جيڪا سڄي لفٽ رڳو پنهنجي ماڻهن کي ڏني اٿن.

سوال: ڪوڙل شاهہ تہ سندن پارٽيءَ جو ڪونهي.

جتوئي: اسپيڪر عبدالله شاهہ جو وينو آهي، اُتي گهٽي ۾ گهڻيون زمينون عبدالله شاهہ جون آهن.

سوال: هينئر بهارين جو ذڪر نڪتو هو. بينظير صاحبہ بنگلاديش ويئي هئي، پر بهارين لاءِ ڪو سمجهوتو تہ ڪونہ ڪيائين. مليئشيا ۾ تہ چيائين تہ اسين بهارين کي نہ اچڻ ڏينداسين.

جتوئي: مليئشيا واري اسٽيٽمينٽ تہ منهنجي خيال ۾ نيڪ ٺاڪ هئي. پيپلز پارٽيءَ جا پيا بہ ڪيترا ماڻهو قومپرستي وارا بيان ٽئين چوٿين مهيني ڏيئي ڇڏيندا آهن، پر عملي طرح سان ڪم ڪونہ ٿا ڪن. ڇا موتمر اسلام جي فنڊ ۾ 25 ڪروڙ رکيا ويا يا نہ؟ جواب آهي تہ رکيا ويا آهن. بجيٽ جا ڪتاب موجود آهن. اهي ماڻهو سياسي بي ايمان آهن، جيڪي اسٽيج تي نچي ۽ قومپرستيءَ جي ڳالهہ ڪري، اشوز جي ڳالهہ ڪري، جڏهن عملي طرح اسيمبلين ۾ اچن ٿا، تہ انهن کي اوهان ڏٺو. جڏهن مان سينيٽ ۾ بهارين جو اشو کڻي آيس، مون خليق الزمان، قربان علي شاهہ، راڻا چندر سنگهہ ۽ بين ڪيترن سنڌ جي ميمبرن کي عرض ڪيو. سائين غلام مصطفيٰ شاهہ جواب ڏنو تہ بابا مان ڇا ڪريان؟ پارٽي جهلي ٿي تہ بهارين جو مسئلو نہ کڻو. اهو ڪانٽرورشل آهي. اهو کڻنداسين تہ ايمہ ڪيوہ ايم ڪاوڙجي ويندي، حڪومت ڪري پوندي اسان جي. انهيءَ ڪري مان مجبور آهيان. جڏهن مون سينيٽ ۾ تقرير ڪئي تہ مخدوم خليق الزمان منهنجي تقرير ۾ اچي وينا هئا. مان ٻاهر نڪتس تہ ماڻهن جي سامهون مون کي چيائين: مان گنهگار آهيان. مان توهان کان معافي ٿو گهران. مون ڪيس جواب ڏنو تہ

مخدوم صاحب، مون کان چو تا معافي گهرو. معافي وڃي پنهنجي قوم کان وٺو. پنهنجي ووٽرن کان وٺو. توهان ووٽرن سان چيٽنگ ڪئي آهي. توهان ڪالاباغ ڊيم جي خلاف جلوس ڪڍيا. توهان سنڌ جي اشوز جي ڳالهه ڪئي، اڄ جڏهن توهان اسيمبلين ۾ آيا آهيو ته پريڪٽيڪلي ڪا ڳالهه ڪرڻ لاءِ تيار ناهيو.

جيڪي بهاري پڪڙجن ٿا، انهن کي ڪير ٿو ڇڏائي؟ اسان جي چوڪرن غير قانوني طور تي آيل بهارين کي پڪڙيو پر هنن ڇڏائي ڇڏيو. هي چو ٿا دهلي ائمبيسيءَ کي جهلين ته ويزائون نه ڏين؟

سوال: اوهان جي ذاتي ڇا راءِ آهي ته پي- پيءَ جي حڪومت سينٽر ۾ رهي يا آءِ- جي- آءِ جي حڪومت اچڻ گهرجي؟

جتوئي: منهنجي لاءِ بئي رڏون ٻوٽ ڪاريون. جيڪا به پارٽي، جيڪا به قوت، پاڪستان جي موجوده فرسوده نظام کي قبول ڪري ۽ انهيءَ جي آله ڪار ٿي حڪومت ناهي، منهنجي نظر ۾ ايجنٽ آهي. ايجنٽن مان ڪو وڏيڪ خطرناڪ ايجنٽ هوندو آهي، ڪو گهٽ خطرناڪ. منهنجي نظر ۾ ٻنهي فورسز ۾ ڪو فرق ڪونهي. ٻنهي جو ڪعبو قبلو واشنگٽن آهي ۽ جارج بش کان ٻاهر اهي ٻئي تنظيمون ڪونهن. هنن ۾ رساڪشي فقط ڪرسيءَ جي آهي. هنن جا فيصلا ماسٽرز ڪندا آهن، جنهن کي اقتدار ڏيندا، اُهو هلائيندو. اها آهي ملازمت قبول ڪرڻي. انهن ملازمتن واري وزارت عظميٰ جي اسين خلاف آهيون. ايس- اين- اي ان نظام کي چيلنج ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪري رهي آهي. سنڌ قومي اتحاد جي سڄي اسٽرگل پاڪستان جي نظام جي خلاف آهي. سنڌ قومي اتحاد نه فقط سنڌ بلڪ پاڪستان جي مڙني مظلوم قوميتن جي علمبردار آهي.

سوال: سائين جي- ايم سيد جي گرفتاري کان اڳ اوهان جو هڪ اخباري بيان آيو هو ته جيڪڏهن جي- ايم سيد کي گرفتار ڪيو ويو ته آءٌ سينيٽ تان استعيفيٰ ڏيندس.

جتوئي: ايئن نه هو. مون اِها ڳالهه سينيٽ ۾ ڪئي هئي. مون چيو ته آئين جي آرٽيڪل ڇهين جي تحت سائين جي- ايم سيد کي گرفتار ڪيو ويو آهي. مان پڇان ٿو ته ڇا آرٽيڪل ڇهون رڳو قومپرستن لاءِ آهي يا انهن فورسز لاءِ به آهي جن پريڪٽيڪلي ڪانسٽيٽوشن کي بريڪ ڪيو آهي، جن پاڪستان ٽوڙيو؟ جي- ايم سيد ڪونه ٽوڙيو آهي. جي- ايم سيد فقط

ڳالهايو آهي ۽ پنجويهن سالن کان پيو چوي تہ سنڌ و ديش ناهيندس. اها هن جي تمنا آهي، پر ايئن ڪونهي تہ هن سان سيئي سنڌي متفق آهن.

مون هنن کي چيو تہ سول بيورو ڪريسي ۽ فوج آئين کي ٽوڙڻ جي ڏوهہ ۾ غدار آهن. پهرين اوهان بغاوت جو مقدمو ڇهہ لک پنجٽيهہ هزار فوج تي ڪريو انهيءَ کان پوءِ سول بيوروڪريسي تي مقدمو هلايو ڇوتہ هن سهڪار ڪيو هو. جنرل ضياءَ ڪانسٽيٽيوشن کي بريڪ ڪيو انهيءَ ۾ سڀ جنرل ملوث هئا. انهيءَ ۾ سڄي فوج ملوث هئي. پاڪستان ۾ ٻائيتاليهن سالن جي دؤر ۾، ٽوٽل اسان کي جيڪا انڊي منڊي جمهوريت فوج کان خيرات ۾ ملي، سا آهي پندرهن يا سترهن سال. پاڪستان اسان انهيءَ ڪري تہ ڪونہ ناهيو هو تہ فوج جي بالادستي رهي يا هڪ صوبي جي بالادستي رهي. جيڪڏهن اسان جون ڳالهيون اڄ نہ ٻڌندؤ تہ پوءِ ڪوبہ غيرتمند سنڌي توهان جي هنن ادارن ۾ ڪونہ ويهندو ۽ مان پنهنجي قوم کان ۽ سنڌ قومي اتحاد کان، جنهن ۾ مان آهيان، انهن کان فيصلو وٺي، توهان جي هن اداري تان استعيفيٰ ڏئي هليا ويندا سين.

اخبارن ۾ خبر غلط آئي. اڄ بہ سنڌ قومي اتحاد اهو فيصلو ٿو ڪري تہ جي۔ ايم سيد جي گرفتاري يا ٻين جي گرفتاري تي احتجاجي طور تي استعيفيٰ ڏئي اڄ، تہ انهيءَ ۾ هڪ منٽ بہ دير ڪانہ ٿيندي.

سوال: ايس۔ اين۔ اي مان اڳ ۾ پليجو صاحب، پوءِ جام صاحب ۽ هاڻ سنڌ ساگر پارٽي الڳ ٿي. ممتاز پٽو بہ الڳ الڳ پيو لڳي. اوهان انهيءَ جي ضرورت محسوس نٿا ڪريو تہ انهن سڀني کي ساڻ ڪٺي اتحاد کي مضبوط بڻائجي. جڏهن تہ پليجي صاحب جو اهڙو بيان بہ آيو آهي.

جتوئي: اسين بلڪل ضرورت محسوس ڪريون ٿا. اسان کي ڪو اختيار ڪونهي تہ ڪنهن کي چئون تہ تون غدار آهين، تون سنڌ قومي اتحاد ۾ شامل نٿو ٿي سگهين. مان ڪُلئي دل سان چوان ٿو تہ پيپلز پارٽيءَ جا جيڪي دوست آهن، پنهنجي غلطي تسليم ڪري، اتحاد ۾ شامل ٿين. مان سنڌ قومي اتحاد جي ننڍڙي ڪارڪن جي حيثيت ۾ سڀني جو آڌرياءُ ڪندس. مان هڪ هڪ جي در تي وڃي، هر سنڌي ماڻهوءَ کي پاڻ سان وٺي هلڻ لاءِ تيار آهيان. سنڌ قومي اتحاد جي چيئرمين بہ ٻن ٽن ميٽنگس ۾ اها ڳالهہ ڪئي، منٽس تي اها ڳالهہ موجود آهي. هن چيو تہ مان سڀني کي هٿ ٻڌي چوندس تہ انا جا مسئلا ڇڏيو غلطيون وساريو. سنڌي قوم آهي تہ اسان جي چڱ مڙسي بہ آهي. جيڪڏهن سنڌي قوم ناهي تہ اسان جي چڱ مڙسي

بہ ناهي. تاريخ جي انهيءَ موڙ تي پهچڻ کان اڳ، اسان سيني سنڌين جي مجبوري آهي تہ اسين هڪ پليٽ فارم تي گڏجون.

اسان جو ڪنهن سان بہ تڪرار ڪونهي. اسين هر سنڌي ماڻهوءَ کي قبول ڪرڻ لاءِ تيار آهيون. پليجي صاحب وارن پنهنجي طور فيصلو ڪيو انهيءَ فيصلي جي تفصيل ۾ وڃڻ جي ضرورت ڪانهي، پر اڄ پليجي صاحب جي جيڪا سچوئيشن آهي، سا ڏاڍي عجيب آهي. مٿي اي- اين- پي، آءِ- جي- آءِ سان وينئي آهي، هيٺ پليجو صاحب نہ ڄاڻ ڪهڙي سياست پيو ڪري. ڳالهہ سمجهہ ۾ ئي نٿي اچي. بجاءِ دوغلي قسم جي سياست کان، هڪڙي لائين اختيار ڪرڻ گهرجي.

سوال: ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ سنڌي ماڻهن جو ايترو ڪوس ٿيو آهي، هاڻ بہ سنڌي ماڻهو روز مرن پيا. انهيءَ جو تدارڪ ڪهڙو آهي؟

جتوئي: انهيءَ جو تدارڪ آهي. ڪجهہ وقت اڳ، مان ڪيفي ٽيريا ۾ وينو هوس، اتي پنجاب جا ۽ سرحد جا سينيٽر بہ وينا هئا. انهن ڏينهن ۾ مون سينيٽ ۾ تقرير ڪئي هئي، انهيءَ سڄي پوليٽيڪل سچوئيشن تي. هنن مون کان سوال پڇيو تہ تون سنڌي آهين. جوڻيجو بہ سنڌي هو پتو بہ سنڌي هو قائم علي شاهہ بہ سنڌي آهي، غوث علي شاهہ بہ سنڌي هو. قاضي اختر بہ سنڌي هو پوءِ هن يڪا چيف منسٽر ڳڻايا. ڪئبينيٽ ۾ ريشو ڏسو تہ گهڻا سنڌي آهن. جوڻيجي صاحب جي ڏينهن ۾ گهڻا سنڌي هئا. پوءِ رڳو توهان اسان کي گاريون ٿا ڏيو. اوهان سنڌي پاڻ ۾ متفق ناهيو. توهان ۾ ڪو فالٽ آهي. جڏهن توهان سنڌي حڪمران بڻجي ويهو ٿا تہ سودي بازي ڪريو ٿا ۽ توهان جي رڙ لڳي پئي آهي تہ توهان سان ناحق پيو ٿئي. پنهنجي سنڌي پرائم منسٽر يا چيف منسٽر کي ڪنٽرول ڇو نٿا ڪريو؟ هنن جي ڳالهہ ۾ وزن هو پر مون هنن کي جواب ڏنو تہ اوهان سنڌ کي منڊي ٿا سمجهو وزيراعظمن جي. هر ڀيري اوهان پنهنجي نظام کي جسٽيفاءِ ڪرڻ لاءِ سنڌ مان هڪ وزيراعظم خريد ڪري مٿي ويهاريو ٿا ۽ اهو خريد ڪيل وزيراعظم اوهان جي Puppet هوندو آهي. Puppet کي اوهان جيئن چوندا، ايئن هلندو.

مون جوڻيجي صاحب جي موجودگيءَ ۾، سينيٽ ۾ تقرير ڪندي چيو هو تہ سائين اوهان جيڪا Stooge گورنمينٽ ناهي آهي، انهيءَ جو سڀ کان وڏو گڏو منهنجي سامهون وينو آهي.

بهرحال فسادن جو تدارڪ ٿي سگهي ٿو. هتي جيڪي لساني آرگنائيزيشنس آهن... اسان لساني نہ آهيون، اسين هن زمين جا مالڪ آهيون، ڌرتيءَ جي وارثن کي لساني نہ چئبو آهي.

اهو جيڪو سچو عمل ٿيو آهي، انهيءَ ۾ ڪهڙي ڏر ملوث آهي. جيڪڏهن سنڌي ملوث آهن تہ اندرون سنڌ مان لاش شهرن ۾ پهچڻ گهرجن، پر انهيءَ جي بدران لاش شهرن مان اندرون سنڌ وڃن ٿا. ٻيو اهو بہ ڏسڻو آهي تہ سيني ڌرين ۾ فاشسٽ ۽ ٽئررسٽ ٽائپ تي ڪهڙي ڌر نهيل آهي، انهيءَ جو مثال ڏيڻ جي ضرورت ئي ڪانهي. ڊي۔ آءِ۔ جي افضل شگري جي جيڪا رپورٽ آئي آهي، اها تفصيلي رپورٽ آهي.

پهريون قدم اهو کڻڻ گهرجي تہ اهڙين تنظيمن تي پابندي وجهجي، چاڪاڻ تہ هنن جو ورڪنگ شيڊول سچو اينٽي سنڌ آهي. حڪومت وارننگ ڏي تہ 15 ڏينهن جي اندر جن وٽ ناجائز هٿيار آهن، اُهي جمع ڪرائين يا گهٽين ۾ ڦٽا ڪن. ڪلاشنڪوف سان جيڪڏهن ڪوبہ ماڻهو پڪڙيو ويو تہ هن کي عمر قيد جي سزا ملندي، سزائون سخت ڪجن. هٿيار جي روڪ ٿام ڪجي ۽ انهيءَ لاءِ پوليٽيڪل سيٽا ،ينٽ بہ ضروري آهي. جيستائين سوسائٽيءَ کي واش نہ ڪبو جيستائين ڪلاشنڪوف، مائوزر۔ سپ نہ ڪيائبا تہ اهي قتل ٿيندا رهندا پر اهي اپاءَ ورتا ويا تہ اهي قتل بند ٿي ويندا.

سوال: اوهان جي سياست تي اوهان جي والد صاحب جو اثر آهي.

جتوئي: بابا ٽپيڪل ڊپلوميٽڪ ماڻهو آهي. نياڻين جون شاديون ڪندو آهي تہ بہ اسان کان پڇڻ جي بدران نياڻين کان پڇندو آهي. هن اسان کي اهو ڪڏهن بہ نہ چيو آهي تہ اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي. هن جي سياست ۾ جيڪا جدوجهد آهي، جيڪا پوليٽيڪل هسٽري رهي آهي، انهيءَ هسٽريءَ مان اسان سبق ضرور حاصل ڪيو آهي. هن جي سياست جون جيڪي سٺيون ڳالهيون آهن، اُهي اسان اپنائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، پر اڃا دلي دور است وارو حساب آهي.

سوال: ڪهڙو سبب آهي جو مختلف وقتن ۾ اوهان جو والد صاحب مختلف پارٽيون مٽائيندو رهيو آهي؟

جتوئي: بلوچستان جو وزيراعليٰ هو جام لسبيلا. هن کان سوال پڇيو ويو تہ اوهان هر گورنمينٽ ۾ رهيا آهيو ڇو؟ هن چيو: ادا، مان تہ پنهنجي جاءِ تي ويٺو آهيان، حڪومتون پيون ٿيون مٽجن.

جيڪو نظام اوهان بدلائڻ چاهيو ٿا. انهيءَ نظام لاءِ توهان کي هر فورم تي وڃڻ جي بہ ضرورت آهي. هر محاذ تي وڙهڻو پوندو. بابا پيپلز پارٽيءَ ۾ ويو. ميمبرن جي ميٽنگ ۾ پيٽي صاحب چيو: مان توهان کان ڪا شيءِ گهرڻ آيو آهيان. اميد آهي تہ توهان مون کي ڏيندؤ. تڏهن پيٽو پريزيڊنٽ ۽ مارشل لا ايڊمنسٽريٽر هو. هن چيو تہ قومي اسيمبليءَ ۾ مارشل کي جاري رکڻ لاءِ حمايت ڪيو تہ مارشل لا ۽ ائمرجنسي جاري رکجي، ڇو تہ ملڪ جا حالات اهڙا آهن. تنهن تي بابا اُٿي چيو تہ: نہ، ايئن نہ ٿيندو. اسين ايم- اين- ايز هڪ ڊيموڪريٽڪ انسٽيٽيوٽ جا نمائندا جيڪڏهن اُٿي چئون تہ مارشل لا جاري رهڻ کپي تہ ماڻهو اسان کي ٽڪون هڻندا. انهيءَ تي اختلاف ٿي ويو ۽ اسان تي مختلف ڪيس ڪيا ويا. پوءِ اين- ڊي- پي ۾ آيا. اُها پارٽي بريڪ ٿي. پختون گروپ الڳ ٿي ويو. پي- اين- پي ٺهي ۽ پاڻ انهيءَ ۾ پريزيڊنٽ رهيا. اسين جڏهن بہ پوليٽيڪل ڊسيشن وٺندا آهيون تہ سڄي ضلعي جي سياسي ساٿين کان صلاح وٺندا آهيون. 85 ۾ لائحہ عمل اهو جوڙيو ويو تہ اليڪشن ۾ حصو وٺجي، ڇاڪاڻ تہ حصو وٺڻ جي صورت ۾ اهي ماڻهو ويندا، جيڪي سودي بازي ڪندا. اينٽي ون يونٽ فرنٽ ۾ بابا سائين جي- ايم سيد سان گڏ هو. 73 جي آئين تي بابا صحيح ڪانہ ڪئي.

سوال: ايوب جي مسلم ليگ ۾ بہ هو.

جتوئي: ها، هو. پر انهيءَ مسلم ليگ ۾ رهڻ جي باوجود ٽريٽر گروپ ۾ هو. ايوب واري مسلم ليگ واري دور ۾ بہ ڪيس ٿيا. اسيمبليءَ ۾ سي- ايس- پي جي خلاف ڳالهايائين، سسٽم جي خلاف ڳالهايائين. هن سنڌ جي اشوز کي ڇڏي سوديبازي نہ ڪئي. بهرحال هڪ سسٽم يا نظام جا پارٽ اسان بہ آهيون.

سوال: گل محمد جکراڻي ٻڌايو هو تہ ايس- اين- اي کي جيڪو چندو مليو هو انهيءَ مان ايس- اين- اي سيڪريٽريٽ لاءِ بنگلو خريد ڪيو آهي.

جتوئي: قطعا نہ. سيڪريٽريٽ ايس- اين- اي ڪانہ ورتي. اها ڳالهہ صاف ٿيڻ گهرجي. مان هن فنڊ ڪميٽيءَ جو چيئرمين هوس. اليڪشن ختم ٿيڻ کان پوءِ مون سڄي فنڊ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ گهرائي تہ حساب ڪتاب ڏيو تہ رهبر ڪميٽيءَ جي آڏو پيش ڪجي. مون کي حساب مليو پنج لک چويهہ هزار جو. مون کي ٻڌايو ويو تہ ٽن لکن ۾ اسان بنگلو ورتو آهي. ايس- اين- اي اهو بنگلو ڪونہ ورتو هو. غلام شاهہ انهيءَ ڪميٽيءَ

جو ميمبر هو هن جيئي سنڌ محاذ جي پاران بنگلو ورتو. مون هن کي چيو تہ هي غلط ڪم ٿيو آهي. اهي پئسا اسان کي بنگلي لاءِ ڪونہ مليا هئا. اهي متاثر ٿيل سنڌي ماڻهن کي وسائڻ ۾ مدد لاءِ مليا آهن. انهيءَ بنگلي کي ايس- اين- اي پنهنجي قبضي ۾ ورتو آهي. انهيءَ کي کپائي، اهي پئسا واپس فنڊ ۾ وجهبا. اهو بنگلو هفتي کن ۾ کپي ويندو.

سوال: ڊاڪٽر اسماعيل اُڍيجي چيو تہ قادر مگسيءَ جا ڊيٿ وارنٽ نڪتل ئي ڪونهن.

جتوئي: ڊيٿ وارنٽ ايئن ڪونہ ٿيندو آهي. مگسيءَ لاءِ انتظاميا اهڙو آرڊر ڪڍيو آهي تہ ڏسندي ئي گولي هڻي ڇڏيو. مون ائمينسٽي انٽرنيشنل وارن کي بہ اُهو آرڊر ڏيکاريو هو جنهن ۾ لکيل آهي: هيءُ گهرجي، هيءُ خطرناڪ آهي، هن کي ماري ڇڏجي.

سوال: 30 سيپٽمبر واري واقعي جي باري ۾ اوهان جو رايو ڇا آهي؟

جتوئي: سنڌ قومي اتحاد 1 آڪٽوبر تي ئي انهيءَ واقعي جي ذميواري آءِ- ايس- آءِ تي رکي هئي. اسان کليءَ طرح چيو هو تہ اهو واقعو ٿيو ڪونهي، ڪرايو ويو آهي. هن ۾ نيشنل ايليمينٽ قطعا انوالو ڪونهي. سنڌ ۾ اهڙي تنظيم ئي ڪانهي جو اهڙي قسم جو آرگنائيزڊ آپريشن ڪري. اهو سڄو منصوبو انهن فورسز ناهيو جيڪي اليڪشن کان اوائيڊ ڪن پيا يا ڪي بيا ريزن هئا يا مارشل لا هڻڻ پيا چاهين. مقصد تہ اهو واقعو ڪرايو ويو هو. انهيءَ واقعي کي اسان جلسن ۽ ميٽنگن ۾ ڪنڊيم ڪيو آهي، ننديو آهي.

(ماهوار سهڻي حيدرآباد نومبر 1989ع)



پي. اين. پي سنڌ جي اڳواڻ

# اعجاز جتوئي کان پڇيل ٽي سوال

طارق اشرف

سوال: سنڌ ۾ خاص ڪري حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ دهشتگرديءَ جا اصلي سبب ڪهڙا آهن؟

جواب: هاڻ اِها ڳالهه لڪل نہ آهي تہ حيدرآباد يا ڪراچيءَ ۾ جيڪا صورتحال جون 88 کان يا انهيءَ کي اڳ 72 کان ڳنڍيو اِهي اُهي ماڻهو آهن، جيڪي 47 ۾ پهرين هڪڙيون تنظيمون هيون، پوءِ ايم - ڪيو - ايم ٿهي. هنن جي هتي ذهنيت حڪمرانيءَ جي هئي. نوڪرين تي قبضا ڪرڻ جي هئي. پر وقت سان گڏوگڏ حڪمراني هنن کان پري ٿيندي ويئي ۽ هاڻي نوڪرين تي بہ مقابلو آهي. سنڌي ماڻهو پڙهي لکي ٻاهر نڪتا آهن. هاڻ سنڌن مفادن کي خطرو آهي. هاڻ هنن جو مقصد سڌو سنئون سنڌ کي بہ حصا ڪري، هڪڙي حصي جو انتظام مهاجر پنهنجي هٿن ۾ رکڻ گهرن ٿا، جنهن کي اسين مهاڏيو ٿا ٻيئا آهيون.

باقاعده منصوبابنديءَ تحت، سنڌين جي مٿان، بلوچن جي مٿان، پنجابين ۽ پٺاڻن جي مٿان حملا ڪرڻ. ايئن بہ ڪونهي تہ رڳو انهن ٻن شهرن ۾، پر سنڌ جي اندرين علائقن ۾، جتي مهاجر آباد آهن، انهن پاڻ مهاجرن کي تنگ ڪيو تہ جيئن اُهي اتان لڏين، تہ جيئن شهرن ۾ سنڌن اڪثريت وڌي، ڪن کي تہ انهن لڏڻ لاءِ پئسا بہ ڏنا.

ايم - ڪيو - ايم فاشسٽ ۽ ٽئررسٽ پيٽرن تي ٺهيل آهي. هن کي سپورٽ آهي. هنن ٽئررزم کانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ ڪيو آهي. دهشتگرديءَ جي وڌڻ ۾ حڪومتن جي ڪمزوري بہ شامل آهي.

سوال: دهشتگرديءَ کي روڪڻ لاءِ فوري ڪهڙا اُپاءَ ونجن ۽ هميشہ لاءِ ڪيئن دهشتگردي روڪي سگهجي ٿي؟

جواب: هڪڙو فوري اُپاءُ سڌو سنئون اِهو آهي تہ جيڪي غير قانوني هٿيار آهن، ڪنهن بہ ڏر وٽ، اُهي ڪيرائجن. پر جيڪي 86 ڪان وٺي دهشتگرديءَ ۾ ملوث رهيا آهن، جن تي ڪيس آهن، انهن کي دهشتگردي واري ٽرئبونلس ۾ آڻي سزائون ڏيارجن تہ ماڻهن کي خبر پوي تہ قانون جي بالادستي بہ آهي.

غير قانوني هٿيار ٻاهر نڪري آيا تہ حالتون آهستي آهستي سڌرڻ لڳنديون. ناجائز هٿيار ڪيرائڻ لاءِ جيڪڏهن سختي ڪرڻي پوي تہ اها ڪرڻي پوندي، مان نٿو سمجهان تہ سنڌ جي خراب صورتحال کي ڪنٽرول نٿو ڪري سگهجي يا اها ڪا اڻ ٿيڻي ڳالهہ آهي.

انهيءَ لاءِ بہ پاليسيون ناهڻيون پونديون. هڪ ڊگهي وقت واري ۽ ٻي ٿوري وقت واري. انهيءَ ۾ پندرنهن ويهہ ڏينهن يا مهينو ڏجي تہ ناجائز هٿيار سرينڊر ڪيو گهرن کان ٻاهر ڪڍيا ڪريو. اهڙن ماڻهن کي ڪجهہ نہ چيو ويندو. وارننگ ڪانپوءِ بہ ڪنهن جي گهران ناجائز هٿيار نڪتو تہ ڪيس سخت سزا ڏبي. پوءِ آپريشن ڪلين اپ ڪرڻ بہ سولي ڳالهہ ٿي پوندي، باقي رڳو نلهي آپريشن ڪلين اپ جي ڳالهہ ڪبي تہ انهيءَ مان ڪجهہ ڪونہ ورندو نہ وريو آهي.

سوال: سيئي سنڌي ليڊر اتحاد جي ڳالهہ ڪن ٿا، پر پوءِ بہ اتحاد ڪونہ ٿو ٿئي۔ ڪارڻ؟

جواب: اتحاد لاءِ مان پاڻ بہ هڪ هڪ وٽ وڃڻ لاءِ تيار آهيان ۽ مون ايئن ڪيو بہ آهي. جون 1990ع ۾ جڏهن بينظير صاحبہ اسان کي حيدرآباد ۾ گهرايو هو تہ مون پاڻ پليجي صاحب سان رابطو ڪيو. يوسف ٽالپر صاحب سان رابطو ڪيو.

اسان ۾ ڪي وڏا اختلاف ڪونهن، بهرحال سياست ۾ اختلاف بہ هوندا آهن، پر اڄ سنڌي، زندگي ۽ موت جي جنگ پيا وڙهن، پنهنجي بقا جي جنگ پيا وڙهن. انهيءَ حالت ۾، ڪنهن ننڍي ۾ ننڍي پوائنٽ تي بہ گڏجڻ گهرجي. اسان قومي اتحاد طرفان اهڙي ڪوشش ڪئي بہ. اسان چڱ مڙسي بہ انهن جي حوالي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

صحيح ڳالھ ڪريان تہ ھتي اختلاف آھي سوچ جو. قومپرست ڌريون چون ٿيون تہ سڄي صورتحال جو اصلي مجرم پنجاب آھي، پر ٻيا چون ٿا تہ نہ، پنجاب نہ بلڪ اصلي مجرم مهاجر آھي. اھي بہ اختلاف آھن ۽ هميشہ گڏجاڻين ۾ انهن ڳالھين تي اختلاف ٿئي ٿو. ٻي ڳالھ اھا آھي تہ اسين ھڪ ٻئي کي برداشت نٿا ڪريون. ڪس ڪسر ڪاٽڻ لاءِ تيار نہ آھيون، پر ھاڻ مان پاڻ ڪوشش ڪندس. دوستن کي اپروچ ڪري، ڪنهن نہ ڪنهن ھڪڙي پوائنٽ تي گڏجي ڪم ڪرڻ تي راضي ڪندس. ڀلي اسان جا پروگرام الڳ الڳ ھجن، پر سنڌي قوم پنهنجي بقا جي جيڪا جنگ وڙھي پئي، انھي کي تہ گڏجي منهن ڏيڻ گھرجي. منهنجي خيال ۾ سڀني دوستن کي موجوده صورتحال کي محسوس ڪرڻ گھرجي.

(ماھوار سھڻي حيدرآباد ستون، اٺون پرچو)



سنڌ نيشنل الائنس، پي. اين. پي جي صدر ۽ سينيٽر

# اعجاز جتوئي سان رهاڻ

مرزا محمد بيگ

اعجاز جتوئي جي شخصيت ڪنهن تعارف جي محتاج ناهي، خاص ڪري سنڌ ۾ انهيءَ شخصيت جو تمام گهڻو قدر رکيو وڃي ٿو. اعجاز جتوئي هن دفعي ڏاڍيون کهريون کهريون ڳالهيون ڪيون آهن، جيڪي توهان جي سامهون آهن. اعجاز جتوئي جو چوڻ آهي ته سنڌ کي ان جو حق ضرور ملندو ان لاءِ اسان ڪنهن قربانيءَ کان نه ڪيٻائينداسين. پاڪستان پيپلز پارٽي سنڌي قوم جي امنگن جي معيار تي اچي نه سگهي آهي. پ پ جو ايم ڪيو ايم کان الڳ ٿيڻ ۽ وري پي پي آءِ سان ملڻ هڪ ٺي ڳالهه آهي. ان جو مطلب اهو آهي ته پيپلز پارٽي پنهنجي اقتدار کي ڊيگهه ڏيڻ چاهي ٿي. پيپلز پارٽي سنڌ جي مسئلن تي ناانصافي ڪئي آهي. سنڌي ثقافت ۽ ڪالاباغ ڊيم، سنڌ جي زمين، سنڌ جي رائلٽي، سنڌ جا معدني وسيلا، انهن سڀني تي ڌيان گهٽ ٿي ڏنئي. سنڌي قوم اهو سڀ ڪجهه برداشت نه ڪندي. پيپلز پارٽي جا بهارين لاءِ 25 ڪروڙ روپيا، پوءِ ياشا ڊيم شروع ڪرڻ، اهو سڀ ڇا آهي؟ اسان ڳالهه ڪريون ٿا حق جي. سياسي حلقن جو ذڪر ڪندي جناب اعجاز جتوئي چيو ته پي پي آءِ ڪا تنظيم نه آهي، پي پي آءِ ڪا قوميت ڪانهي، نه سياسي ۽ نه ئي قومي تنظيم آهي. اصل ۾ آءِ جي آءِ ۽ ايم ڪيو ايم آمريڪا جي پيداوار آهن. ايم ڪيو ايم جيڪو ڪردار ادا ڪري رهي آهي، اهو سڀ اردو ڳالهائيندڙن سان دشمني پيدا ڪري ٿي. سڀ اردو ڳالهائيندڙ ايم ڪيو ايم سان گڏ ناهن. ايم ڪيو ايم جيڪو چاهي ٿي ته الڳ صوبو ٺاهي يا سنڌ کي تقسيم ڪري ته اهو ان جو خواب آهي.

حيدرآباد جي حالتن جي باري ۾ جتوئي صاحب چيو تہ حيدرآباد کي مڪمل طور تي دهشتگردن جي حوالي ڪيو ويو آهي. وڏي پلاننگ سان هنگاما ڪرايا وڃن ٿا. تازو جيڪي هنگاما ٿيا، انهن ۾ سنڌين کي گهڻو شهيد ڪيو ويو. اها سڀ پلاننگ هئي. حڪومت جي ڪري ٿي رهيو آهي. سنڌ جو (اُن وقت جو) وڏو وزير قائم علي شاهہ الائي ڇا پيو ڪري؟ پهرين مارشل لا جي دور ۾ سنڌين تي ظلم ڪيو ويو جڏهن جمهوريت آئي تڏهن بہ سنڌين تي ظلم ٿي رهيو آهي. هر معاملي ۾ سنڌين کي پوئتي رکيو وڃي پيو. سنڌين پهرين هڪ آمر جنرل جي خلاف پنهنجي جانين جو نذرانو ڏنو ۽ هاڻ هن دور ۾ بہ. جتوئي صاحب چيو تہ سنڌي زبان کي ڪوبہ ماڻهو مٽائي نٿو سگهي. اها تہ هڪ تاريخي ۽ قديم زبان آهي. انهي زبان جي اهميت کي تہ انگريزن بہ تسليم ڪيو آهي.

1947ع ۾ جيڪي مهاجر آيا، انهن کي سنڌين کليءَ دل سان تسليم ڪيو پر پوءِ انهن اسان سان ئي غداري ڪئي ۽ غير سان دوستي ڪئي. سنڌ کي ورهائڻ جي ڳالهہ ڪن ٿا، جڏهن تہ انهن کي سنڌين ۾ ۽ سنڌي ثقافت ۾ ضم ٿيڻ گهرجي. جيڪڏهن هو هن زمين کي پنهنجي زمين سمجهن ها ۽ انهيءَ کي پنهنجي ماءُ جيان رکن ها تہ اڄ صورتحال ٻي هجي ها ۽ سنڌ جي سرزمين تمام باهہ کان بچي وڃي ها، پر هي ماڻهو پنهنجو پاڻ کي الڳ قوم تسليم ڪرائڻ چاهين ٿا. جڏهن تہ آئون اردو ڳالهائيندڙن کي چوان ٿو تہ اهي سنڌي ٻڻجي سنڌ کي بچائين ۽ ان جي ترقي لاءِ جدوجهد ڪن، نہ تہ نقصان کين گهڻو ٿيندو ڇوتہ ڪالاباغ ڊيم جي مسئلي سان شهري آبادي کي خطرو آهي ۽ اردو ڳالهائيندڙن جي گهڻي آبادي شهرن ۾ آهي. وڌندڙ آبادي انهن لاءِ وڏو خطرو آهي. ان سان سنڌي قوم کي اقليت ۾ تبديل ڪرڻ جو صرف خواب آهي. آبادي وڌڻ سان ئي انقلاب اچن ٿا. ڪوٽا جي حساب سان ۽ 72ع جي آئين جي حساب سان لکين سنڌي بيروزگار آهن. جيڪڏهن اردو ڳالهائيندڙ ڪوٽا جي ڳالهہ ڪن ٿا تہ هو اهو تہ سوچين تہ نقصان ڪنهن جو ٿيندو خود انهن جو ٿيندو. جيستائين معدني وسيلن جو تعلق آهي تہ سنڌ جي حڪومت لکن جي زمين تي ڪوئلي جي کاڻ پي ايم ڊي سي جي حوالي ڪري ڇڏي آهي. سنڌ جي رائلٽي نٿي ڏني وڃي. سياسي قيدين کي آزاد نٿو ڪيو وڃي. محترم جي ايم سيد جي گرفتاريءَ جي باري ۾ جتوئي صاحب چيو تہ سيد صاحب جي گرفتاري غير قانوني آهي، جنهن وقت جهنڊو ساڙيو ويو سيد صاحب جهاز ۾

هو ۽ جيستائين سنڌو ديش جي ڳالهہ ڪري رهيو آهي تہ اهو هن جو جمهوري حق آهي، جنهن کي ڪوبہ ڇڻي نٿو سگهي. صوبائي خودمختياري جي باري ۾ جناب اعجاز جتوئي چيو تہ اها تہ پيپلز پارٽي جي ذميواري هئي تہ هوءَ 1940ع جي ٺهراءَ مطابق صوبائي خودمختياري ڏئي. اقتدار ۾ اچڻ کان پهرين ايم آر ڊي بہ فيصلو ڏنو هو تہ صوبائي خودمختياري ڏني ويندي. هاڻي اسين جيڪو فيصلو ڪري رهيا آهيون، ان ۾ بہ حق گهريو ويو آهي. پنجاب ٽنهي صوبن کي ماريو ويٺو آهي. اسين چاهيون ٿا تہ سينيٽ ۽ قومي اسيمبلي برابريءَ جي بنياد تي هلن. سينيٽ کي پيهر نهڻ گهرجي. قومن کي برابريءَ جي بنيادن تي نمائندگي ملڻ گهرجي. جڏهن جتوئي صاحب کان پڇيو ويو تہ سينيئر پي پي جي طرف ڇو وڃي رهيا آهن تہ ان چيو تہ پ پ وٽ پئسن جي نهر وهي رهي آهي. هڪ ٻئي سوال جي جواب ۾ جتوئي صاحب چيو تہ جڏهن بہ مارشل لا لڳندو آهي تہ سڀ کان گهڻو نقصان سنڌ کي ٿيندو آهي. ان جو سڀ کان وڏو مثال ضياءَ جي مارشل لا هئي. ڏاڙيلن جي نالي تي سنڌين کي ختم ڪيو ويو ۽ راڪيٽ لانچرن سان ڳوٺن جا ڳوٺ تباهہ ڪيا ويا. جڏهن اهڙي قسم جو ظلم ٿيندو تہ ماڻهو انقلاب آڻيندا. جتي تشدد جي انتها ٿيندي، اتي ماڻهو تہ ٻاهر ايندا. ديوار برلن 25 سالن کان پهرين نہ ڪري، هاڻ ڇو ڊهي آهي، ان جو سبب بہ اهو آهي تہ پوءِ قومن جي وجود کان انڪار نٿو ڪري سگهجي. هاڻي سائنٽيفڪ طريقي سان اها ڳالهہ ثابت ٿي وئي آهي تہ قومن جو وجود آهي ۽ جڏهن قومي وجود هوندو تہ حق حاصل ڪرڻ جون ڳالهيون بہ ٿينديون. ان جو مثال توهان اهو ڏسو تہ بنگلاديش ڪيئن بڻيو. جڏهن اتي ظلم ڪيو ويو، انهن جا حق ختم ڪيا ويا، انهن انقلاب آندو ۽ توهان ڏٺو تہ بنگلاديش جا ماڻهو اڪثريت کي ڇڏي پيچي ويا. اهو ياد رکڻو آهي تہ جڏهن هن ملڪ جي تاريخ لکي ويندي تہ ماڻهو ان ملڪ جي ناهيندڙن کي بہ نہ بخشيندا.

(پندرهن روزه "عبرت مئگزين" حيدرآباد_ 15 جنوري 1990ع)



مسلم ليگ (ن) جي رهنما

# اعجاز جتوئي جو انٽرويو

انٽرويو: حجت عباسي ۽ ستار عباسي

سوال: توهان کان اسان جو پهريون سوال آهي ته توهان سياست ڪڏهن کان شروع ڪئي؟

اعجاز: مون سياست جي شروعات شاگرديءَ جي زماني کان ڪئي. جڏهن آئون نواب شاهه ۾ نائون ڪلاس پڙهندو هوس، ان وقت ايوب خان جي خلاف تحريڪ هلي رهي هئي. مون ان ۾ حصو ورتو پوءِ جڏهن نوابشاهه کان حيدرآباد آياسون ته اتي به سياست ۾ ئي رهياسون. اڳتي هلي اليڪشن ۾ به حصو ورتوسون ۽ آئون سنڌ اسيمبليءَ مان مخالف ڌر جي طرفان سينيٽر چونڊجي ويس. تنهن کان پوءِ 1988ع ۾ جڏهن سنڌ قومي اتحاد ٺهيو ته ان وقت آئون پاڪستان نيشنل پارٽي جو ميمبر هوس ۽ پوءِ ان جي ورڪنگ ڪميٽيءَ جو ميمبر به ٿيس، پوءِ وري سنڌ جو صدر ٿيس. ان وقت جوڻيجي صاحب جي حڪومت هئي. اهڙيءَ طرح مون پنهنجي پارٽيءَ جي طرفان سنڌ قومي اتحاد ۾ نمائندگي ڪئي ۽ ان ڏينهن کان وٺي مون ان ۾ پنهنجو ڀرپور ڪردار ادا ڪيو.

سوال: ايس اين اي جي غير سرگرم ٿيڻ جا ڪهڙا سبب هئا؟

اعجاز: اهو هڪ ڏکيو جواب ٿيندو ان ۾ ڪافي مختلف قسم جا ماڻهو هئا ۽ ڪافي ايجنسين جا ايجنٽ به هئا. جڏهن سنڌ قومي اتحاد ٺهيو ته ان جا بنيادي نقطا اهڙا هئا، جن پاڪستان جي نظام کي چئلينج ٿي ڪيو ۽ ان جي خلاف ٻين صوبن ۾ اها ڳالهه شدت سان محسوس ڪئي وئي ته هڪ صوبو آهي، جيڪو موجوده نظام کي تبديل ڪرڻ ٿو چاهي. اها ڳالهه انهن صوبن جو عام ماڻهو نه پر مخصوص طبقو محسوس ڪري رهيو هو جنهن ۾ فوج به هئي ۽ ڪاموراشاهي به هئي ۽ ان سان گڏ ٻيا به

ڪيترائي لوڪل عوامل بہ هئا، جنهن ۾ پليجي صاحب جو مکيہ ڪردار هو، جيڪو سائين جي ايم سيد کي سڏو سنئون تنقيد جو نشانو بنائيندو هو. هڪڙي تہ مثبت تنقيد ٿيندي آهي پر پليجي جي سائين جي ايم سيد سان ڪا ذاتي دشمني ۽ نفرت هئي، ان ڪري هن جي تنقيد براءِ تنقيد هوندي هئي. خود جيئي سنڌ ۾ بہ گروپنگ هئي ۽ جيئن تہ سنڌ قومي اتحاد اندر جيئي سنڌ جو ڪردار تمام گهڻو اهم ڪردار هو ان ڪري ان جي اها صورتحال بہ اتحاد لاءِ ڪا چڱي ڪانہ هئي. بيون بہ ننڍيون وڏيون جماعتون هيون پر سائين جي ايم سيد انهن سڀني جو محور هو بلڪ هو هڪ سنبل هو. ان ڪري جيئي سنڌ جي هر عمل مان سنڌ قومي اتحاد ضرور متاثر ٿيندو هو.

مان تہ اهو چوندس تہ سنڌ قومي اتحاد هڪ ڪامياب ترين اتحاد هو. اتڪل ٻن سالن تائين ان جو سنڌ جي سياست ۾ اهم ڪردار رهيو آهي ۽ اهو فعال نموني وارو رهيو آهي. جيتوڻيڪ ان ۾ مشڪلاتون بہ تمام گهڻيون هيون. سڀ کان وڏي ايجنسين جي پنهنجن ايجنٽن جي معرفت سنڌ قومي اتحاد ۾ مداخلت هئي. اُتي اهڙا بہ ماڻهو هئا، جيڪي پاڻ کي وڏا قومپرست ۽ قومپرستيءَ جا چئمپين سڏائيندا هئا. پر اهي اصل ۾ حالتن کان مجبور ٿي قومپرست ٿيا هئا، جن جو ماضيءَ ۾ ڪنهن بہ طرح سان ڪو قومپرست ڪردار نہ رهيو هو. انهن جي سائين جي ايم سيد سان رڳو ذاتي ويجهڙائي هئي. جن جو سنڌ قومي اتحاد اندر ڪردار وڏي ۾ وڏو نقصانڪار ثابت ٿيو. اهڙا ماڻهو عملي طرح ڪوبہ ڪم ڪار نہ ڪندا هئا، پر سنڌ قومي اتحاد ۾ ويهي، ان جي پاليسين جي مخالفت ڪندا هئا ۽ ان جي خلاف سازشون ڪندا هئا تہ جيئن سنڌ قومي اتحاد کي ٽوڙجي. ان ۾ جيڪو جيئي سنڌ جو معصوم ڪيڊر آهي، ان کي هٽ ڪجي.

پر اسان ماڻهن، جن ۾ گل محمد جکراڻي ۽ بشير خان ۽ ٻيا دوست هئا، تن سچي نيت سان ڪوشش ڪئي تہ سنڌ جي حقيقي قومي حقن لاءِ جدوجهد ڪرڻ کپي، پر جيئن تہ پوءِ ايجنسين جي پاران حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ سگهوئي سنڌي مهاجر فساد ڪرايا ويا، جنهن کي دور ڪرڻ ۾ اسان ڀرپور نموني سان ڪردار ادا ڪيو. ماڻهن سان ملياسون، سنڌن مدد ڪئيسون، ماڻهن کي مايوسيءَ کان ٻاهر ڪڍي آندوسون. اسان ڪيترين

ئي جاين تي پنهنجي جان سان ڪيڏي بہ پهتاسون. اڄ جيڪي ماڻهو وڏا قومپرست ٿيو وينا آهن، انهن جو مون وٽ رڪارڊ موجود آهي، ان لاءِ اهي دوست شاهد آهن. جيڪي ان وقت مون سان ٽيمون ناهي فسادن جي ستايل ماڻهن وٽ هليا هئا. انهن ماڻهن اسان کي چيو تہ اسان توهان سان گڏجي هلون پر اسان جي سيڪيورٽيءَ جو بندوبست ڪنهن ڪيو آهي؟ ان ڪري اسان چند ماڻهو مئاسون تہ اهو ڪو مسئلو ڪونہ آهي پر هي جي سوين ماڻهو مرن پيا، انهن ڪهڙو ڏوهہ ڪيو آهي. ان جي باوجود اسان سنڌ قومي اتحاد کي هلايو.

پوءِ جڏهن جيئي سنڌ جي دوستن سائين جي ايم سيد کي اڪيلي سر وٺي دورو ڪرائڻ چاهيو جنهن لاءِ اسان جو خيال هو تہ اهو دورو سنڌ قومي اتحاد جي پليٽ فارم تان ٿيڻ کپي. اسان کي ان ۾ ڪي شڪ ۽ شبهات هئا، تہ متان ڪو اهڙو واقعو نہ ٿي پئي ۽ اسان کي اهڙو ڊپ هو جنهن مان اڳتي هلي سنڌ جي تحريڪ کي نقصان ٿئي. بهرحال اسان ڪوشش ڪئي پر جيئي سنڌ وارا بضد رهيا، چوتہ هنن جو اڳواٽ پروگرام طئي ٿيل هو جنهن ڪري هو دوري تي نڪري پيا ۽ پوءِ جهنڊو سڙيو فائرنگ ٿي ۽ ڪيس ٿيو وغيره.

هيو هاڻي جيڪا قومپرستيءَ تي مانار آئي آهي، ان ۾ عالمي صورتحال جو وڏو هٿ آهي، جنهن ۾ اهم واقعو سوويت يونين جو ٽٽڻ آهي. اجوڪي ۽ ڪالهوڪي روس ۾ وڏو فرق آهي. ان وقت اهو هڪ وڏي طاقت هو پر پوءِ بہ ان جي آئين ۾ قومن کي ايڏي وڏي آزادي ڏنل هئي جو ڪابہ قوم رڳو پنهنجي عوام کان ريفرينڊم ڪرائي آزادي حاصل ڪري سگهي ٿي. ان جو ٽٽڻ قومي تحريڪن لاءِ هڪ وڏو ڌڪو هو. نہ رڳو پاڪستان پر پوري ايشيا ۽ آفريڪا جي قومن لاءِ اهو هڪ وڏو مايوسيءَ جو سبب آهي.

سنڌ قومي اتحاد جي ٽٽڻ جو افسوسناڪ عمل، اهو هو تہ اسان سيني جي ڪوشش جي باوجود ايجنسيون پنهنجو ڪم ڏيکاري ويون ۽ ايجنسيون 30 سيپٽمبر جو واقعو بہ ڪرائي ويون ۽ پهرين آڪٽوبر وارو واقعو بہ ڪرائي ويون، جن جا اسان وٽ اڄ بہ ثبوت موجود آهن ۽ اسان ان بابت هن کان اڳ بہ ڪيترين ميٽنگن ۾ ڳالهايو آهي ۽ مون سينيٽ جي اندر بہ ان تي ڳالهايو آهي، جنهن ۾ مون ٻڌايو تہ سنڌ ۾ هڪ خانہ جنگيءَ جو

پروگرام جوڙيو ويو آهي، جنهن ۾ سنڌين ۽ مهاجرن کي پاڻ ۾ ويڙهايو ويندو
چوته جيسين سنڌي ۽ مهاجر پاڻ ۾ نتا وڙهن ۽ جيسين هر ڳوٺ ۽ شهر ۾
جهيڙو نتو ٿئي، تيسين سنڌ جي مجموعي حقن کي هڙپ ڪري ڪونه
سگهبو ۽ اها سنڌ کي غلام ڪرڻ ۽ ان تي قبضي ڪرڻ جي هڪ سازش
آهي. جڏهن ته سنڌ قومي اتحاد ڪڏهن به سنڌو ديش جي ڳالهه نه ڪئي
آهي ۽ اسان سائين جي ايم سيد کي ان ڳالهه تان لاٿو آهي ته في الحال
سنڌو ديش جي پروگرام کي معطل ڪيو وڃي، چوته سنڌ قومي اتحاد ۾
جتي سنڌي شامل هئا، اتي پنجابي، پٺاڻ ۽ سرائيڪي به شامل هئا. مظلوم
قومن سان گڏ مظلوم طبقا به شامل هئا، جن سيني گڏجي جدوجهد ڪئي
ته پاڪستان ۾ سماجي انصاف جو هڪ نظام هجي، جنهن ۾ هر ماڻهوءَ کي
حق ملي. هر قوم کي حق ملي ۽ سنڌن وسيلن تي سنڌن قومن ۽ صوبن جو
حق هجي.

منهنجي خيال ۾ ته سنڌ قومي اتحاد ۾، جن ماڻهن قومي مفادن جي
خلاف ڪردار ادا ڪيو آهي، انهن جي باري ۾ سنڌي قوم کي حق ٿو پهچي
ته اها سنڌن گريبان مان هٿ وجهي پڇي ته انهن اهو ڪردار ڇو ادا ڪيو؟
افسوس جي ڳالهه اها آهي ته اڄ پليجو صاحب ٿو چوي ته سنڌ کي وڏي ۾
وڏو نقصان جي ايم سيد رسايو آهي! مون وٽ پليجي صاحب جا ثبوت
موجود آهن ۽ آئون ثابت ڪري سگهان ٿو ته هن ڪوٽ لکپت جيل کان
وٺي ڪنهن نه ڪنهن طرح سان رڳو پئسي ڏوڪڙ جو ڪاروبار ڪيو آهي
۽ قومپرست تحريڪ کي نقصان پهچايو آهي. ان جا اسان وٽ ثبوت
موجود آهن.

سوال: توهان جي خيال ۾ سنڌ قومي اتحاد سنڌ بابت ڪهڙا بهتر
نتيجا ڏئي سگهيو؟

اعجاز: قومي اتحاد هڪ الائنس هو ان ۾ اسان، جو ڪردار ادا ڪيو
اهو سنڌي ماڻهن جي سامهون آهي، پر سنڌ قومي اتحاد نهڻ کان پوءِ اهو
هڪدم بحرانن جي ور چڙهي ويو. 10 مئي 1988ع تي سنڌ قومي اتحاد
ٺهيو. 29 مئي تي جوڻيجي صاحب جي حڪومت ڊاٿي وئي ۽ 18 جون تي
حيدرآباد ۾ سنڌي مهاجر فسادن ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. 10 مئي
کان 18 جون تائين اسان اڃان سنڌ قومي اتحاد جي تنظيم ڪاري به ڪانه

ڪئي هئي. ان جا اڳا ادارا بہ مڪمل ڪونہ ٿيا هئا بلڪ سنڌ قومي اتحاد جي تشريح بہ ڪانہ ٿي سگهي هئي، تہ اسان اوچتو فسادن ۾ بحرانن ۾ وڃي پياسون ۾ اسان کي حڪم ٿيو تہ سنڌي ماڻهن کي شهرن ۾ تحفظ ڏنو وڃي. ڪين اتان ڪڍي محفوظ هنڌن تي پهچايو وڃي.

اسان حيدرآباد وياسون. هر جاءِ تي پهتاسون. جتي ايمبولينس نٽي وڃي سگهيون، اسان اتان وڃي ماڻهن جا لاش ڪنيا ۽ ماڻهن کي سمجهايوسون تہ هر ماڻهوءَ کي پنهنجو تحفظ ڪرڻ جو حق آهي. ان حوالي سان اسان ماڻهن کي بچائي ورتو. فائرنگ جي حالت اها هوندي هئي جو جڏهن اسان لطيف آباد نائين نمبر ۾ وياسون تہ اتي هڪ ٻئي جي پرسان رهندڙ سنڌين کي بہ هڪ ٻئي جي خبر ڪانہ هئي. اسان ڪين پهريون پيرو پاڙ ۾ ملايو ۽ ڪين ٻڌايو تہ توهان هڪ ٻئي جا پاڙيسري آهيو. توهان کي سڀ کان پهرين هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻ گهرجي.

اهڙيءَ طرح پاڙن ۾ تحفظ ڪميٽيون جوڙيون سون. ان وقت صورتحال اهڙي هئي جو اسان کي اهوئي ڪرڻو پيو. ٻيو اسان ڪري بہ نٽي سگهياسون. ان وقت پ پ جي حڪومت هئي ۽ ان لاءِ سڀ کان اڳ ان کي ئي ماڻهن لاءِ ڪجهہ ڪرڻو هو پر هو اهو ڪري ڪونہ سگهيا. اسان وري حڪومت وارو ڪم ڪري نٽي سگهياسون. اسان وٽ حڪومت ڪانہ هئي پر پوءِ بہ اسان جو جيڪو وس هو سو ڪيوسون.

اسان ان وقت گهٽ ۾ گهٽ قومي مسئلي تي ايترو ڳالهايو جو هڪ عام ماڻهوءَ کي بہ خبر پئي تہ قومي مسئلو ڇا آهي. تنهن کان پوءِ سنڌ قومي اتحاد چونڊن ۾ پنهنجا اميدوار بيهاريا. سائين جي ايم سيد کي ان باري ۾ قائل ڪيو ويو جيڪو ڪافي وقت کان ان لائين کان ٻاهر وينو هو. اسان اهو پاڪستان کي بچائڻ لاءِ ڪيو هو تہ مظلوم طبقن کي پاڻ ۾ گڏجي نظام کي تبديل ڪجي، جنهن لاءِ سنڌ قومي اتحاد جو پليٽ فارم مهيا ڪيو ويو هو. اڄ جيڪو يو اين اي آهي يا ٻيو جيڪو ٺهي پيو سو اصل ۾ قومي اتحاد جو ئي ڪم ٿيل آهي. سنڌ قومي اتحاد ئي هو جتان اسان پنهنجو بنيادي ڪردار ادا ڪيو هو. اها هڪ وڏي ڪارڪردگي هئي، پوءِ ڪالاباغ جو اشو هجي، بهارين جو معاملو هجي يا سنڌ جي معدني وسيلن جو سوال هجي.

سوال: پاڪستان ۾ شروع ڪان وٺي قومي حقن کي لتاڙيو ويو آهي، توهان جي نظر ۾ ته قومي سوال جو ڪهڙو حل ٿي سگهي ٿو؟

اعجاز: پاڪستان جي پنجاهه سالن جي تاريخ ۾ چوٿيهه سال ته مارشل لائون رهيون آهن. ان کان پوءِ جيڪي حڪومتون آيون آهن، انهن ۾ اڪثريت پ پ جي حڪومتن جي رهي آهي ۽ بدقسمتيءَ سان سنڌي عوام هر دفعي پ پ کي ئي ووٽ ڪيو آهي. آئون اهو سوال سنڌي ماڻهن کان پڇڻ چاهيان ٿو ته توهان هن وقت تائين پ پ کي جيڪو ووٽ ڪيو آهي، ان جي موٽ ۾ پ پ جي حڪومتن سنڌ جا ڪيترا قومي مسئلا حل ڪيا آهن؟ سنڌ جا ڪيترا معدني وسيلا سنڌ کي ونرائي ڏنا آهن؟ سنڌ ۾ بي روزگاريءَ جي خلاف عملي طرح ڪيترو ڪم ڪيو آهي؟ سنڌ ۾ عام ماڻهن جي روزمره جي مسئلن کي ڪيترو حل ڪيو آهي؟

دراصل پاڪستان ۾ قومن جا جيڪي قومي يا تاريخي حق آهن، پوءِ اهي سنڌ جا هجن، بلوچستان جا هجن، سرحد جا هجن يا پنجاب جا هجن، انهن لاءِ پاڪستان ۾ نظام جي تبديليءَ جي ضرورت آهي. انهن لاءِ ڪابه قوم اڪيلي سر جدوجهد نٿي ڪري سگهي. ان لاءِ موجوده حالتن ۾ جيستائين سمورا مظلوم طبقا ۽ قومون گڏجي ڪوشش نه ڪنديون، تيسين اڪيلي سر ڪابه قوم اهي حل ڪرائي ڪانه سگهندي. توهان ڏسو ته هن موجوده نظام ۾ هرڪو ماڻهو پريشان آهي ۽ پاڻ کي غير محفوظ ٿو سمجهي. حق ته پري رهيا، ماڻهو گهر هلائڻ لاءِ به پريشان آهن. مان سمجهان ٿو ته پاڪستان ۾ نظام جي تبديليءَ لاءِ هڪ اهڙي پارٽيءَ جي ضرورت آهي، جيڪا گڏيل فيصلا ڪرڻ جي اهل هجي، پر ان لاءِ اجوڪيون حالتون اهڙيون آهن، جن ۾ نيرو نيشنلزم ۽ انتهاپسنديءَ مار کاڌي آهي. ياسر عرفات کي ڏنو وڃي ته اهو انتهاپسنديءَ تان ايستائين هيٺ لهي آيو آهي جو اهو اسرائيل سان ڳالهائڻ لاءِ تيار ٿيو وينو آهي ۽ آمريڪا جا بار بار دورا ڪري رهيو آهي. جيڪڏهن اسان اڄ جي حالتن ۾ نيرو نيشنلزم ۽ انتهاپسندي اختيار ڪنداسون ته مار کائي ويند اسون، جنهن لاءِ اسان کي پنهنجا سياسي فيصلا تبديل ڪرڻا پوندا. اسان کي پنهنجا فيصلا ان وٽ ڪٽي وڃڻا پوندا، جتي ايماندار سياسي قيادت هجي ۽ صاف ۽ سٿري قيادت هجي، بي ايمان، ڪرپٽ ۽ پاٿاريدار قيادت نه هجي.

توهان جا چوٿيھ يا ڇٺيھ قومي اسيمبليءَ جا ميمبر آهن، اهي سڀ هڪڙي ئي پارٽيءَ سان واسطو رکن ٿا. انهن مان ڪنهن هڪ بہ ٽن سالن جي دوران ڪو هڪ ڪلاڪ بہ اٿي بيهي سنڌ جي مسئلن تي نہ ڳالهايو آهي. اهڙيءَ طرح سينيٽ ۾ بہ توهان جا 17_18 ميمبر موجود آهن. آئون چورانوي جي آخر ۾ رٽائرڊ ٿيو آهيان، مون سينيٽ ۾ جيڪي بہ سنڌ بابت موشن آندا هئا، انهن تي بہ دفعا سينيٽ ۾ بحث ٿيو آهي، پر ڪنهن بہ سنڌي سينيٽ جي ميمبر ان کان پوءِ هڪ دفعو بہ نہ ڳالهايو آهي. جيڪڏهن اهڙا ميمبر هوندا تہ پوءِ حقن جي ڳالھ ئي بي معنيٰ ٿي وڃي ٿي.

سوال: توهان پي اين پي کي ڇڏي، مسلم ليگ ۾ شموليت اختيار ڪئي آهي، ان جا ڪهڙا سبب آهن؟

اعجاز: منهنجي پي اين پي ۾ شامل ٿيڻ کان پوءِ جيئن ئي مير صاحب 1989ع ۾ گذاري ويو تہ آئون پوءِ بہ 1993ع تائين ان ۾ موجود هوس. مون وڏي ڪوشش ڪئي تہ پارٽيءَ کي اڳتي وڌائجي. مير صاحب جهڙا ماڻهو اسان جهڙن ملڪن ۾ قسمت سان پيدا ٿيندا آهن. هو هڪ جمهوريت پسند ماڻهو هو. بلوچستان ۾ هن جي حيثيت ۽ اهميت هئي. ان کان پوءِ اسان سڀ کان پهرين سندس پٽ کي آزمائڻ جي ڪوشش ڪئي. ان کي پارٽيءَ جو صدر بہ بنايوسين. جيتوڻيڪ سڄو بلوچستان ان جو مخالف هو ان جي باوجود سنڌ وارن کيس چونڊرايو ۽ ڪوشش ڪئي تہ هو ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان پارٽي هلائي ۽ اها هڪ ايمانداريءَ جي ڳالھ آهي، پر پوءِ اسان ڏٺو تہ پارٽيءَ ۾ ڪجھ بہ ڪونہ بچيو آهي ۽ ماڻهن جيڪي چيو پئي تہ مير صاحب کان پوءِ سندس سياست بہ دفن ٿي ويندي، سو ايئن ئي ٿيو ڇو تہ پي اين پي مير صاحب جي هوندي، جيڪي پنج ڇھ سيٽون کٽي ايندي هئي، سي سڀ مير صاحب جي مرڻ کان پوءِ هارائي ويني. سندس ٻنهي پٽن نااهلي ڏيکاري، هو پارٽي تہ پري رهي پر بلوچستان کي بہ سنڀالي نہ سگهيا. مڪران ۾ سؤ سيڪڙو ماڻهو پي اين پي سان گڏ هئا، اتي پوءِ سؤ سيڪڙو ماڻهو ان جا مخالف ٿي ويا. اسان آخري وقت تائين ڪوشش ڪئي پر جڏهن ڏٺوسين تہ ان کي هاڻ وڌيڪ هلائي نٿو سگهجي تہ ڇڏي ڏنوسين ۽ پوءِ مون جڏهن نواز شريف جي 17 اپريل واري تقرير ٻڌي تہ مون سمجهيو تہ هي ماڻهو ڪوڙ ڪونہ ٿو ڳالهائي. هي پراڻي فرسوده سياست کان هٽي ڪري ڳالھ ڪري رهيو آهي، جيڪا

رڳو هڪ ڪاروباري سياست آهي. ان ڪري هي شريف ماڻهو آهي. هن جڏهن 17 اپريل ڪانپوءِ اسٽيبلشمينٽ سان ٽڪر کاڌو ته آئون اڃان ئي وڌيڪ متاثر ٿيس. ان ڪانسواءِ هن ماڻهوءَ سنڌ ۾ امن امان ڪرايو هو.

1988ع کان وٺي، جيڪي به سينيٽ جا اجلاس ٿيا هئا، انهن ۾ مون ڇتيھ تقريرون رڳو سنڌ ۾ امن امان جي مسئلي تي ڪيون هيون، جيڪي اڄ به رڪارڊ تي موجود آهن. اسان سمجهون ٿا ته سنڌ ۾ معاشي بدحالي، بيروزگاريءَ ۾ امن امان جو وڏو دخل آهي. امن امان جي ڪري ٻهراڙيون خالي ٿي رهيون هيون ۽ ماڻهو پريشان حال ۽ بيزار هئا. مون سمجهيو هو ته شايد اهو مسئلو (امن امان جو) ڪڏهن به ڪونه سڌرندو. ٻهراڙين جي حالت اها هئي ته اتي ڌاڙيلن جو مڪمل راڄ هو. پوليس انهن سان مليل هئي. ايس ايس پي، ڊي ايس پي ۽ ڊپٽي ڪمشنر ڌاڙيلن سان ويهي ميٽنگون ڪندا هئا، ته اسان جي پاسي کي ڇڏيو باقي ٻئي پاسي پيلي وڃي ڌاڙا هڻون، بوسڪين جا پٽڪا ۽ واچون تحفا ڪري موڪليون ويندا هيون. هڪڙو اهڙو ماحول جڙي ويو هو جو لڳو پئي ته حالتون سڌري ڪونه سگهنديون. ان سان گڏوگڏ نواز شريف جي حڪومت شهرن جي اندر پڻ دهشتگرديءَ جو قلعو قمع ڪري ڇڏيو هو. جڏهن ته بينظير پنهنجي ويهن مهينن جي حڪومت ۾ 16 مهينا ايم ڪيو ايم سان اتحاد ڪرڻ جي باوجود شهرن ۾ امن امان ڪرائي نه سگهي هئي ۽ روزانو شهرن جي اندر سنڌي ماڻهو مرندا هئا ۽ ڳوٺن ۾ انهن جا لاش پهچندا هئا، پر نواز شريف 1992ع ۾ فيصلو ڪري آرميءَ جي هٿان آپريشن ڪرايو. اها ڳالھ رڪارڊ تي آهي ته ان آرمي آپريشن جي سڀ کان ڀهرين مون مخالفت ڪئي هئي ۽ مون چيو ته آرميءَ کي سنڌ ۾ ايئن نه موڪليو وڃي ۽ نه اهو سولين ڪم آرمي جو آهي ۽ پوءِ اسان جي خدشي مطابق هڪ اڌ اهڙو واقعو ٿيو به. جيئن ٽنڊي ڀهاول وارو واقعو آهي، پر نواز شريف ٽنڊي ڀهاول جي واقعي بابت ڀهريون دفعو ماڻهن ۽ آرميءَ جي وچ ۾ غير جانبدار موقف اختيار ڪيو ۽ آرميءَ کي ڪيڏي جوابدار فوجي آفيسرن کي سزائون ڏياريون، جيڪي اڃان تائين جيلن ۾ بند آهن. ان هڪ اڌ واقعي کان سواءِ ٻيو سڄو عمل امن امان جي بحاليءَ لاءِ ٿي هو جنهن ۾ نواز شريف پنهنجا پندرنهن ايم اين اي وڃايا ۽ پندرنهن ميمبر هڪ وزيراعظم لاءِ ڪا معمولي ڳالھ ڪانہ آهي. اهڙي طرح

نہ رڳو اندورني سنڌ جون حالتون بهتر ٿيون پر جهڙوڪر ڌاڙيلن جو خاتمو بہ ٿي ويو ۽ ماڻهو امن امان وارين حالتن ۾ رهڻ لڳا ۽ بهراڙيون وري آباد ٿي ويون. آئون هڪ سياسي ورڪر رهيو آهيان ۽ مون امن امان جي حوالي سان تقريرون بہ ڪيون هيون. هاڻي جيڪڏهن آئون ان ڳالهہ کي نہ ساراهيان يا مڃتا نہ ڏيان تہ اها زيادتي ٿيندي. ٻيو تہ جتي جتي بہ ڪا زيادتي ٿئي ٿي تہ اتي هو پهچي ويو ٿي. مثال طور جيڪڏهن ڪٿي ڪو ريپ واقعو ٿيو ٿي تہ ان لاءِ جج مقرر ڪيا ويا ۽ ماڻهن کي انصاف مهيا ڪري ڏنو ويو. جيڪو ان جو هڪ بهترين عمل هو جنهن کان متاثر ٿي آئون مسلم ليگ ۾ شامل ٿيو آهيان ۽ آئون سمجهان ٿو تہ منهنجو اهو فيصلو صحيح ۽ وقتائتو آهي.

سوال: عام تاثر اهو آهي تہ مسلم ليگ يا پ پ سنڌ اندر جيڪي بہ نيشنلسٽ اشوز آهن، اهي جڏهن اقتدار کان ٻاهر هونديون آهن تہ انهن بابت آواز اٿارينديون آهن، جڏهن اقتدار ۾ ايندِيون آهن تہ پوءِ انهن ڏانهن سرد مهري اختيار ڪنديون آهن؟

اعجاز: سنڌ ۾ مسلم ليگ ڪڏهن بہ اقتدار ۾ ڪانہ آئي آهي. ڄام صادق جي حڪومت مسلم ليگ جي حڪومت ڪانہ هئي ۽ نہ وري اڄوڪي مسلم ليگ ان وقت موجود هئي، ان وقت آءِ جي آءِ جو اتحاد هو. سنڌ ۾ اها حڪومت رئيس غلام مصطفيٰ خان جتوئي جي آشيرواد تي هلندڙ هئي. سنڌ جي ماڻهن سواءِ 1993ع جي ڪڏهن بہ عملي طرح مسلم ليگ کي ووٽ نہ ڏنو آهي، ان ڪري سنڌي ماڻهن جي مسلم ليگ کان اهڙي گهُر اڄائي آهي. ان حساب سان جيڪڏهن ڪو حساب ڪتاب جو عمل آهي تہ پوءِ بينظير نواز شريف جي بنسبت سنڌي ماڻهن جي وڌيڪ مجرم آهي، ڇوتہ ان کي سنڌي ماڻهن چڪتو ووٽ ڏنا آهن. هر دفعي ستر پنجهتر صوبائي جون سيٽون ۽ ٽيهہ پنجٽيهہ قومي جون سيٽون ڏنيون آهن. اهڙي طرح سنڌي ماڻهن جو نواز شريف تي حق نہ ٿو ٿئي، اهو حق بينظير تي آهي، پر ان جي موٽ ۾ جيڪڏهن انصاف جي نظر سان ڏٺو وڃي تہ نواز شريف بينظير کان وڌيڪ سنڌي ماڻهن کي ڪم آيو آهي ۽ ان جا هي ڪم امن امان کان وٺي، ٻوڏ جي ستايلن تائين اچي وڃن ٿا. توهان ڏٺو هوندو تہ نواز شريف جي وقت ۾ جڏهن ٻوڏ آئي هئي ۽ هاڻي جڏهن بينظير جي حڪومت ۾ ٻوڏ آئي تہ سڄي رقم جيالا کائي ويا. جڏهن تہ نواز شريف جي وقت ۾

سڄي رقم ٻوڏ جي ستايلن کي ئي ملي هئي. نوي لک روپيا صرف ميهڙ تعلقي ۾ ورهايا ويا هئا. مون کي ياد آهي تہ اسان جا ڪيترائي دوست رڳو ان ڪري ناراض ٿيا جو انهن جو چوڻ هو تہ اسان کي چيڪ ڏئي پر اسان ايئن نہ ڪيو.

توهان هاڻ مسلم ليگ بابت سوال ڪري سگهو ٿا، جڏهن هن وقت ان ۾ وڏيڪ تعداد ۾ ماڻهو شامل ٿي ويا آهن ۽ توهان ڏسندؤ تہ ايندڙ حڪومت مسلم ليگ جي ئي هوندي. جڏهن ان جي حڪومت ايندي تہ پوءِ توهان قومي سوال بابت بہ ان کان سوال ڪندا. جڏهن اسان سنڌي ماڻهن جا ووٽ وٺي اسيمبلين ۾ وڃون ۽ اسان سنڌ جي مسئلن لاءِ ويڙهہ نہ ڪيون تہ پوءِ توهان اسان کان سوال ڪندا.

سوال: اڳئين پيري مسلم ليگ اقتدار ۾ هئي، ان جي باوجود ان ڊاري آبادڪاري، ڪالاباغ ڊيم ۽ ٻين سنڌ جي مسئلن بابت سردمهري اختيار ڪئي آهي، ايئن ڇو آهي؟

اعجاز: مان ان وقت سينيٽ ۾ مخالفت ۾ هوس. جيتوڻيڪ اها هڪ بي خبري آهي پر اها بہ حقيقت آهي تہ مسلم ليگ ڪڏهن بہ ڪالاباغ ڊيم بابت بجيٽ ۾ رقم نہ رکي آهي. نواز شريف جي حڪومت ٽن بجيٽن ۾ ڪالاباغ ڊيم لاءِ هڪ روپيو بہ نہ رکيو هو بلڪ ان جي خلاف نواز شريف ڪيترا ڀيرا چئي چڪو آهي تہ اسان ايستائين ڪالاباغ ڊيم ناهڻ جي حق ۾ ناهيون، جيستائين سيئي صوبا گڏجي ان جي حق ۾ فيصلو نٿا ڏين. ان جي ابتڙ 88_89 ۽ 90 جي بجيٽن ۾ بينظير جي حڪومت هڪڙي ڀيري 60 ڪروڙ ٻئي ڀيري 90 ڪروڙ ۽ ٽئين ڀيري 100 ڪروڙ کان وڌيڪ رقم رکي هئي.

هيستائين ڪالاباغ تي جيڪو چاليهہ سيڪڙو ڪم ٿيو آهي، اهو ان جي حڪومت ۾ ئي ٿيو آهي ۽ ان جو آئون پاڻ شاهد آهيان، ڇوتہ 1989ع ۾ ڪالاباغ ڊيم جي وزٽ لاءِ جيڪا ڪميٽي ٺهي هئي، آئون ان ۾ بہ هوس ۽ اسان پنهنجي اڪين سان ان وقت ڪم هلندي ڏٺو هو ۽ مون موٽي اچي سينيٽ ۾ ان جي خلاف موشن وڌو هو جنهن لاءِ سينيٽ جو رڪارڊ موجود آهي. اسان ان بابت حڪومت کان پڇيو هو تہ ان چيو هو تہ ها، اسان ان لاءِ بجيٽ ڏني آهي، ڇاڪاڻ تہ اهو مسئلو پنجاب جو آهي ۽ ان لاءِ

پنجاب جو نواز شريف ئي پاڻ وڏيڪ ڏباءُ آهي پر پوءِ بہ هو ان کي منهن ڏيو وينو آهي. پنجاب چاهي ٿو تہ ڪالاباغ ڊيم ٺهي ۽ اسان، سرحد ۽ بلوچستان ۾ چئون ٿا تہ اهو نہ ٺهي، جڏهن تہ مسلم ليگ جو موقف آهي تہ جيسين ٽئني صوبن جون اسيمبليون پنهنجي پنهنجي ليکي يا گڏجي ان جي حمايت نٿيون ڪن، تيسين ڪالاباغ ڊيم نہ ٺهندو ۽ اهڙيءَ طرح مختلف قومي مسئلن لاءِ بہ نواز شريف ڪميٽيون ٺاهيون آهن تہ جيئن صوبن کي حق ملن.

سوال: صوبائي خودمختياريءَ لاءِ مسلم ليگ جو ڇا پروگرام آهي؟

اعجاز: مان چاهيان ٿو تہ 40 جي قرارداد مطابق قومن کي خودمختياري ملڻ کپي ۽ اها قرارداد جيئن تہ مسلم ليگ جي ئي پاس ڪيل آهي، ان ڪري هن ملڪ ۾ چونڊون ٿيون تہ وري بہ مسلم ليگ ئي 40 جي قرارداد واپس آڻيندي.

سوال: جڏهن کان پاڪستان ٺهيو آهي، تڏهن کان هتي مسلسل جمهوري اصولن جي ڀڃڪڙي ٿيندي رهي آهي. ون يونٽ لاءِ تاثر اهو آهي تہ اها بنگال جي اڪثريت کي ڪائونٽر ڪرڻ لاءِ ٺاهي وئي هئي تہ جيئن پنجاب جا مفاد محفوظ رهن ۽ پوءِ جڏهن ون يونٽ جي خلاف تحريڪ هلي ۽ اها ٽٽي ۽ ان جي نتيجي ۾ چونڊون ٿيون ۽ بنگالي اڪثريت سان کٽي آيا پر کين تسليم ڪرڻ ۽ اقتدار ڏيڻ جي بجاءِ فوج موڪلي کين زوريءَ پاڪستان کان جدا ڪيو ويو ۽ سندن ٽيهہ لک ماڻهو ماريا ويا. نتيجي ۾ سائين جي ايم سيد. جيڪو اڳ پاڪستان جي فريم ورڪ ۾ رهي جمهوري سياست ڪندو هو تنهن جڏهن ڏٺو تہ پاڪستان ۾ هاڻي قومن کي جمهوري حق ملڻ ممڪن ڪونہ آهن، تہ ان پنهنجي سياست جو رخ بدلائي سنڌ جي آزاديءَ جي راهہ اختيار ڪئي. چوڻ جو مطلب تہ هن وقت قومن جا جمهوري حق رڳو اسيمبلين تائين محدود آهن، توهان انهن جمهوري حقن لاءِ ڪهڙو پروگرام جوڙيو آهي؟ جنهن مطابق سنڌ جي قومي حقن جي حاصلات ممڪن ٿي سگهي. جيئن بيروزگاري آهي، ڌارين جي آبادڪاري آهي يا هي جيڪو نئون ڪوسٽل ايريا جو مسئلو اڀريو آهي، جتي پنجاب ۽ سرحد کان ماڻهن کي آندو پيو وڃي، جنهن لاءِ هيزن اوليري جو چوڻ آهي تہ اتي جيڪي ائٽمي ريئڪٽر پراسس پلانٽ لڳن ٿا پيا، سي 1997ع تائين

مڪمل ٿي ويندا. اها صنعتڪاريءَ جي ٻوڙ هوندي، ان ۾ سنڌي ماڻهن جو ڪهڙو رول هوندو؟ توهان جو ان بابت ڪهڙو پروگرام آهي؟
اعجاز: اوڀر پاڪستان کي بنگلاديش ناهڻ ۾ وڏو ڪردار يحيٰ خان کان پوءِ ڀٽي مرحوم ادا ڪيو هو. ڀٽي ۽ جنرل يحيٰ جي هن سازش ۾ جنرل ٽڪا خان ۽ جنرل نيازي شريڪ هئا. اوڀر پاڪستان ۾ فوجي آپريشن جي تجويز ڀٽي ڏني هئي. جنرل ٽڪا خان جيڪو پ پ جو هن وقت وڏو رهنما آهي، تنهن ان وقت بنگال ۾ بيان ڏنو هو ته: "اسان کي ماڻهو نه پر زمين کپي." بنگالين جي ٽيهن لکن ماڻهن مارڻ ۾ جيترو ڪردار فوج جو هو ايڏو ئي ڀٽي جو به هو.

حمود الرحمان ڪميشن کان وٺي جيڪي به ڪميشنون ٺهيون آهن، انهن سڀني جي اها ئي رپورٽ آهي ته اوڀر پاڪستان جو آپريشن "پوليٽيڪل آرمي آپريشن" هو جنهن جو مطلب ته ان آپريشن جي اجازت اولهه پاڪستان جي سياسي ليڊرن ڏني هئي ته اهو ضرور ٿيڻ گهرجي ۽ ان ۾ اسان توهان سان گڏ آهيون، جنهن لاءِ ڀٽي نعرو هنيو هيو ته: اِڌر هم، اُڌر تم." جڏهن ان وقت جي روس جنرل اسيمبليءَ ۾ قرارداد پيش ڪئي هئي ته بنگال ۾ سياسي ناهه ٿيڻ کپي پر ڀٽو بخار جو بهانو ڪري ٿي ڏينهن مرڳو اسيمبليءَ ۾ ئي ڪونه آيو. جيڪو ڪيس هتان جي فوجين جو اشارو ڏنل هو. مقصد ته ڪيس هر حال ۾ اقتدار حاصل ڪرڻو هو. پوءِ پاڪستان وڃي يا رهي، ٻيا صوبا هليا وڃن ها ته ڀٽو ته پنجاب ۽ سنڌ جو به وزيراعظم ٿيڻ لاءِ تيار هو. هن کي ڪنهن به ريت اقتدار کپندو هو. ايتري قدر جو ان وقت جي پ پ جي سينٽرل ڪميٽيءَ جو منهنجو والد ميمبر هو تنهن جي سامهون سينٽرل ڪميٽيءَ فيصلو ڪيو هو ته اسان 25 سال اڪثريت جي مٿان حڪومت ڪئي آهي، هاڻي شيخ مجيب الرحمان کي ڇڏيو ته هو حڪومت ڪري. اها اسان جي سياسي اخلاقيات آهي. ڀٽو صاحب ٽي دفعا ان سينٽرل ڪميٽيءَ مان اٿي واڪ آئوٽ ڪري ويو هو پوءِ به سينٽرل ڪميٽيءَ اهوئي فيصلو ڪيو هو ته جيڪا به ڳالهه ٻولهه ٿيندي، ڀٽو صاحب ان کان سينٽرل ڪميٽيءَ کي آگاهه ڪندو. پر هر حال ۾ بنگال ۾ وڃي اسيمبليءَ جو اجلاس اٽينڊ ڪرڻو آهي. پوءِ ڀلي اهو ڍاڪا ۾ ئي ڇو نه ٿيندو هجي. توهان ان وقت پ پ جي سينٽرل ڪميٽي جو اهو رڪارڊ

ڪيايو تہ ان ۾ اهي فيصلا موجود آهن، پر پوءِ ٿيو اهو تہ ان گڏجاڻي کان پوءِ يٽو صاحب فورن ٻئي ڏينهن پشاور ويو ۽ اتان يحيٰ خان سان ملي وڃي بيان ڪيائين تہ: ”جيڪو بہ سنڌ، سرحد يا پنجاب جو ميمبر اوڀر پاڪستان ۾ اسيمبليءَ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ ويندو ان جون ٽنگون ڀڃيون وينديون.“ ان ڪري ئي آئون چوان ٿو تہ تيهہ لک بنگالين جي مارڻ ۾ پ پ ايتري ئي مجرم آهي، جيتري فوج مجرم آهي. ٻيو تہ توهان قومي حقن جي ڳالهہ ان نظام اندر ڪريو ٿا، جنهن نظام ۾ پورا جمهوري حق بہ ماڻهن کي مليل ڪونہ آهن. مسلم ليگ ۾ ڇهن ميمبرن تي مشتمل هڪ ڪميٽي مقرر ٿي آهي. هن ڪميٽي ۾ سيني صوبن جا ماڻهو شامل آهن. ان کي اهو ڪم ڏنو ويو آهي تہ پاڪستان جو نظام ڪيئن هجي، جنهن مان سيني صوبن کي برابريءَ جي بنياد تي حق ملن. اسان ان لاءِ هڪ نيڪ ناڪ خاڪو بہ تيار ڪيو آهي، جنهن کي اينڊز سينٽرل ڪميٽيءَ ۾ پيش ڪنداسون ۽ ان کان پوءِ ان کي جنرل ڪائونسل ۾ پيش ڪنداسون. اسان ان کي مسلم ليگ جي منشور جو حصو ناهي اهم تبديليون ڪنداسون. اسان جي اها بہ ڪوشش هوندي تہ ان کي سرحد، بلوچستان، سنڌ ۽ پنجاب جي اسيمبلين مان پاس ڪرائي، پوءِ ان کي آئين جو حصو ناهيون.

1973ع جو آئين هڪ مردو گهوڙو ٿي چڪو آهي، ان ۾ ڪجهہ بہ ڪونہ بچيو آهي. 1976ع ۾ ڀٽي صاحب ان آئين ۾ ترميمون ڪري پاڻ ئي ان جو ٻيڙو ٻوڙي ڇڏيو هو. ان کان پوءِ هيستائين ان جو اجان وڌيڪ خانو خراب ٿي ويو آهي، ان ڪري ان ۾ تبديليءَ جي ضرورت آهي.

سوال: ڏکڻ ايشيا ۾ پاڪستان جي محڪوم قومن جو مستقبل ڇا آهي؟

اعجاز: اڄوڪي دنيا، اڄ کان ڏهہ سال اڳ واري دنيا کان گهڻو مختلف آهي. ڏهہ سال اڳ دنيا ۾ بہ سپرپاور هئا. انهن جون پنهنجون پنهنجون لابنگس هيون، جن مان هڪ سڌو سنئون مظلوم طبقن جي حمايت ڪندڙ هو ٻئي جو سامراجي حوالي سان عمل دخل هو. اڄوڪي دنيا هڪ بلاڪي آهي، ان ۾ ڪنهن جو ڪوبہ مستقبل نہ آهي. توهان مثال وٺو هن اسان جي ميهڙ شهر مان ٻيا سڀ دڪان بند ٿي وڃن ۽ رڳو هڪ دڪان

هجي تہ اهو ڪيڏي وڏي هڪ هتي ڪندو. ان وٽ جيڪا شيءِ هوندي، ان کي هو سؤ ۾ وڪرو ڪري يا هزار ۾ ڪري، اها ان جي مرضي هوندي.

هن وقت دنيا جي ساڳي صورتحال آهي، هڪڙي ملڪ جي سڄي دنيا تي سياسي، سماجي ۽ اقتصادي هڪ هٽي آهي. مون کي لڳي ٿو تہ ايندڙ ڏهن سالن ۾ دنيا گهڻو تبديل ٿي ويندي. ايندڙ ڏهن سالن ۾ دنيا مختلف ايرندڙ قوتون ڏسندي، جنهن ۾ چائنا بہ آهي تہ جرمني بہ آهي. يورپ اندر تبديلي ايندي ۽ هن نندي کنڊ ۽ ڏکڻ ۽ اوڀر ايشيا توڙي وچ ايشيا جي رياستن ۾ بہ تبديلي ايندي. روس جيڪو ڇهن حصن ۾ ورهايو پيو آهي، اهي ڪٿي ٽا بيهن، اها بہ هڪ نئين تبديلي هوندي. ايندڙ ڏهن يارهن سالن ۾ دنيا واضح روپ اختيار ڪري ويندي. دنيا گهڻن بلاڪن ۾ ورهائجي ويندي. حالتون تمام تڪڙيون تبديل ٿي رهيون آهن، جيتوڻيڪ ان لاءِ هن وقت اڳواٽ ڪجھ چوڻ ڏکيو آهي، پر مون کي لڳي ٿو تہ چائنا ۽ جرمني اينٽي آمريڪن بلاڪ ٿي ايرندا. هڪ يورپ جي نمائندگي ڪندو بيو هن پاسي جي نمائندگي ڪندو ۽ دنيا ڇئن پنجن بلاڪن ۾ ورهايل هوندي. پوءِ ٿي سگهي ٿو تہ قومن جا مستقبل طئي ٿي سگهن، پوءِ ڪهڙي قوم ڪهڙو شيپ ٿي وٺي، اهو تاريخ ۽ حالتن تي ڇڏيل هوندو.

(ماهوار ساچاهہ شمارو 9۔10، 1996ع)



# سينيٽر اعجاز جتوئي جو خاص انٽرويو

عرض محمد ميراڻي

مسلم ليگ (ن) ۽ ايم ڪيو ايم وچ ۾ ٿيل ناهه سنڌ جي مفاد ۾ آهي ۽ ان ۾ سنڌين سان ڪابه زيادتي نه ٿي آهي. ناهه ۾ ملير، لياري ۽ سيوهڻ ترقياتي اختياريون قائم ڪرڻ ۽ بهارين کي سنڌ ۾ آڻڻ جي ڪابه ڳالهه موجود نه آهي ۽ نه ئي ايم ڪيو ايم جي چوڻ تي ڪنهن به ڌر کي دهشتگرد قرار ڏئي ان خلاف ڪارروائي ڪرڻ جي ضمانت ڏني ويئي آهي. اسان جا نام نهاد دانشور ناهه کي غلط طريقي سان پيش ڪري رهيا آهن، جڏهن اسان سنڌي نه آهيون ۽ صرف اهي ئي سنڌي آهن. ايم ڪيو ايم کي مينڊيٽ مليو آهي، جنهن ڪري سنڌين ۽ اڙدو ڳالهائيندڙن کي گڏجي هلڻ لاءِ هڪٻئي جي حقن کي ميڃڻو پوندو. اهڙو اظهار مسلم ليگ (ن) جي سينيٽر اعجاز علي خان جتوئيءَ "برسات" جي عيوضي عرض محمد ميراڻيءَ کي ڏنل هڪ خاص انٽرويو ۾ ڪيو آهي، جنهن جو مڪمل متن هيٺ ڏجي ٿو.

برسات: سنڌ ۾ مسلم ليگ (ن) ۽ ايم ڪيو ايم جي ناهه خلاف سنڌي قومپرستن جو احتجاج ڪيتري قدر درست آهي؟

اعجاز جتوئي: ايم ڪيو ايم - مسلم ليگ ناهه سنڌ جي مفاد ۾ آهي ۽ ان سان سنڌين کي ڪوبه نقصان نه پهچندو. 1972ع ۾ به اڙدو ڳالهائيندڙن ۽ سنڌين وچ ۾ ضلعي سطح تي ايس ايس پيز ۽ ڊپٽي ڪمشنرن جي سطح جي عملدارن کي به ناهه هيٺ مقرر ڪيو ويو هو. 1988ع ۾ پيپلز پارٽي جڏهن ايم ڪيو ايم سان ناهه ڪيو، تڏهن اسان جي نام نهاد دانشورن ڇو نه احتجاج ڪيو. اسان سمجهون ٿا ته ايم ڪيو ايم - مسلم ليگ (ن) جو ناهه سنڌ جي خوشحالي ۽ صوبي ۾ امن، پيار ۽ شانتي جو سبب بڻبو. ناهه ۾ اسان ملير، لياري ۽ سيوهڻ ترقياتي اختيارين جي ڳالهه نه ڪئي آهي ۽ نه ئي

بهارين کي گهرائڻ جي ڪا ڳالهہ آهي. سنڌ ۾ يا تہ سنڌين ۽ اڙدو ڳالهائيندڙن وچ ۾ هڪ وڏي ويڙهہ ٿئي، جنهن ۾ 50 لک ماڻهو مارجن تہ پوءِ ڪا ٻي ڏر اڪيلي سر صوبي ۾ رهي نہ تہ صحيح طرح سان سنڌين ۽ اڙدو ڳالهائيندڙن کي هتي رهڻو آهي تہ پوءِ هڪٻئي جو مؤقف ٻڌڻو پوندو ۽ هڪٻئي جي حقن کي تسليم ڪرڻو پوندو. اسان ايم ڪيو ايم جي نشاندهي تي ڪنهن کي بہ دهشتگرد قرار نہ ڏينداسين، پر مسلم ليگ (ن) جي حڪومت سياسي ڌرين کي بي هٿيار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي. ايم ڪيو ايم ۽ مسلم ليگ (ن) وچ ۾ ٿيل ٺاهہ کي غلط طريقي سان پيش ڪيو ويو آهي ۽ تاثر ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي تہ جڻ اسان سنڌ کي وڪڻي ڇڏيو آهي، جڏهن تہ اصل ۾ اهڙي ڪابہ ڳالهہ نہ آهي. اسان سمجهون ٿا تہ سنڌ جون نام نهاد قومپرست ڌريون ۽ نام نهاد دانشور پنهنجا سياسي دڪان چمڪائڻ لاءِ ٺاهہ خلاف رڙيون ڪري رهيا آهن، جڏهن تہ انهن مان ڪنهن بہ ٺاهہ نہ پڙهيو آهي، باقي ايم ڪيو ايم کي مينڊيٽ مليو آهي، ان ڪري وزارتون ملڻ سنڌن حق آهي.

برسات: اوهان جي ايم ڪيو ايم بابت ڪهڙي راءِ آهي؟

اعجاز جتوئي: ايم ڪيو ايم سڄي دهشتگرد تنظيم نہ آهي، انهن ۾ ٻين پارٽين جيان ڪجهہ هٿياربند موجود آهن ۽ هنن کي هاڻي ماضي ۾ ڪيل غلطين جو ازالو ڪرڻ جو موقعو بہ مليو آهي. هر سياسي تنظيم ۾ هٿيار آهن. سپاهہ صحابہ، سپاف، تحريڪ جعفريہ ۽ ٻين تنظيمن ۾ افغان ويڙهہ کان پوءِ هٿيار آيا ۽ محترمہ پاڻ مڃيو آهي تہ پ پ ۾ دهشتگرد موجود آهن، جنهن ڪري اسان جي اها خواهش آهي تہ سياسي تنظيمن کي هٿيارن کان پري رهڻ گهرجي ۽ سياسي طريقا ۽ رستو اختيار ڪرڻ گهرجي. پيپلز پارٽي کي بي ايماني، اقرباپروري ۽ بدامني پکيڙڻ جي ڪري چونڊن ۾ شڪست ملي آهي ۽ پهريون ڀيرو بي بي پاڻ مڃيو آهي تہ ڪانئن غلطيون ٿيون آهن، ان ڪري هر ڏر ۾ خراب ۽ سٺا ماڻهو هوندا آهن.

برسات: سنڌ ۾ پاڻي جي ڪوٽ جي خاتمي لاءِ حڪومت ڪهڙي حڪمت عملي جوڙي آهي؟

اعجاز جتوئي: برسات گهٽ ٿيڻ ڪري پاڻي جي ڪوٽ ٿي آهي ۽ تربيلا جو ذخيرو بہ ختم ٿي رهيو آهي. پنجاب تي پاڻي چوري ڪرڻ جو

الزام نٿو هڻي سگهجي، ڇوته پنهنجي حصي موجب سيني پاڻي کنيو آهي ۽ هاڻي پاڻي جو بحران سنگين ٿي رهيو آهي. پنجاب ۾ اسان انڊس رور سسٽم اٿارٽي جو چيف انجنيئر، ايگزيڪيوٽو انجنيئر ۽ سپرنٽينڊنٽ ويهاريا آهن ۽ اهي پاڻي جي صورتحال جو جائزو وٺي رهيا آهن. حقيقت ۾ مٿي وارو پاڻي گهٽو ڪٽي ويندو آهي ۽ پڇڙي واري کي گهٽ پاڻي ملندو آهي. ڪوٽ جو ڪارڻ پاڻي جو ضايع ٿيڻ به آهي. پاڻي جو بحران مهيني ڪانپوءِ خطرناڪ صورت اختيار ڪري ويندو. هن وقت واهن ۽ ڪئنالن جي وارابندي ڪري صورتحال کي منهن ڏئي ربيع جي ڪٽڪ واري فصل کي بچائڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهيون، جڏهن ته خريف جي فصل ۾ اڃا دير آهي. خريف جو مکيه فصل ووئڻ ۽ ساريون آهن، جن مان ووئڻن جو فصل ميرپورخاص ۾ اپريل ۽ نوابشاهه ۽ دادو ۾ مئي ۾ پوکيو ويندو آهي. جڏهن ته لاڙ بدين ۽ ٺٽو ۾ سارين جو فصل مئي ۽ باقي سنڌ ۾ جون جي مهيني ۾ ٿيندو آهي ۽ جيڪڏهن برسات پئي ته ان وقت صورتحال بهتر ٿي سگهي ٿي. سنڌ ۾ پاڻي جي ڪوٽ سبب اسان جو ڪٽڪ جو فصل متاثر ٿيو آهي.

برسات: مسلم ليگ (ن) جي حڪومت ۾ ڪالاباغ ڊيم جو مستقبل ڇا هوندو؟

اعجاز جتوئي: پيپلز پارٽي سنڌ مان هميشه وڏو مينڊيٽ وٺي حڪومت ڪئي آهي ۽ انهن جي 1988ع ۽ 1993ع ۾: به پيرا حڪومت قائم ٿي، پر ڪالاباغ ڊيم ختم ڪرڻ جو اعلان نه ڪيائون. پر ان جي ابتڙ پيپلز پارٽي وارن 1988ع ۽ 1989ع جي بجيٽ ۾ ڪالاباغ ڊيم لاءِ پئسا رکيا ۽ سندن وفاقي وزير مصطفيٰ کر جا بيان رڪارڊ تي آهن. جيڪو ڪالاباغ ڊيم جو منصوبو ڪهڙي به طرح ختم نه ڪرڻ جو اعلان ڪندو رهيو. مسلم ليگ (ن) پاڪستان جي حڪومت ڪنهن به قيمت تي ڪالاباغ ڊيم نه ناهيندي، ڇوته ڪالاباغ ڊيم نهڻ سان پاڪستان کي نقصان پهچندو. باقي رهيو سوال بجلي پيدا ڪرڻ جو ته ان لاءِ ٻيا ذريعا ڳوليا پيا وڃن. مسلم ليگ جلد ئي ڪالاباغ ڊيم بابت واضح پاليسي آڻيندي. ڪالاباغ ڊيم فني لحاظ کان نهڻ جهڙو نه آهي. ڇوته پهريان ئي اسان وٽ پاڻي گهٽ آهي. سنڌ جو اهو موقف آهي ته اسان وٽ زميني پاڻي منو نه آهي ۽ صرف 30 سيڪڙو

پاڻي مٺو آهي. جڏهن تہ پنجاب ۾ 80 سيڪڙو پاڻي مٺو آهي. ڪالاباغ ڊيم ٺهڻ سان سکر کان ڪراچي تائين تباهي اچي ويندي ۽ اسان کي پيئڻ جو پاڻي بہ مشڪل سان ملي سگهندو ۽ جيڪڏهن سنڌوءَ جو پاڻي سمنڊ ۾ نہ پوندو تہ سمنڊ جي سطح وڌندي ۽ ٺٽي ۽ بدين وارن علائقن ۾ سم ۽ ڪلر ۾ اضافو ٿيندو ۽ ان کانسواءِ سمنڊ مان وڏيڪ نقصان ٿيڻ جو خدشو بہ موجود رهندو. گڊو ۽ سمنڊ وچ ۾ صرف 300 ميلن جو مفاصلو آهي ۽ درياءَ جو سمنڊ کان صرف 500 فوٽ مٿاڇرو آهي ۽ جيڪڏهن سمنڊ کي درياءَ نہ ملندو تہ اهو فرق گهٽ ثابت ٿيندو ۽ سمنڊ بين علائقن ۾ بہ تباهي آڻي ڇڏيندو. ان کانسواءِ مڇي جي صنعت ۽ زرعي مسئلا آهن. ان ڪري سنڌ ڪالاباغ ڊيم کي سياسي نہ پر فني تضاد جي ڪري رد ڪري ٿي.

برسات: ڇا اڄ بہ سنڌ جي ورهاڱي جون سازشون ٿي رهيون آهن؟

اعجاز جتوئي: سنڌ جي ورهاڱي کي ڪنهن بہ طرح تسليم نٿو ڪري سگهجي ۽ اهڙيون سازشون ڪندڙن خلاف سخت ڪارروائي ڪئي ويندي. مان سمجهان ٿو تہ سنڌ صدين کان آباد آهي ۽ آباد رهندي ۽ اها تقسيم طرف نہ وڃي رهي آهي. ايم ڪيو ايم جي سربراه بار بار اهو چيو آهي تہ اسان ڪڏهن بہ سنڌ جي ورهاڱي جي ڳالهہ نہ ڪئي آهي. جڏهن تہ وزيراعظم ۽ مسلم ليگ (ن) جي سربراه ميان نواز شريف بہ واضح طور چيو آهي تہ سنڌ جو ورهاڱو پاڪستان جو ورهاڱو هوندو. اها بہ ڳالهہ غلط آهي تہ ڪراچي کي فري پورٽ بڻايو پيو وڃي. آمريڪين ۽ برطانيا کي بہ هنڌ بہ فري پورٽ ملي سگهن ٿا.

برسات: سينيٽ ۾ اوهان سنڌ جي ڪهڙن مسئلن تي آواز اٿاريندؤ؟

اعجاز جتوئي: سنڌ ۾ اسان کي مسئلا ورثي ۾ مليا آهن، جن ۾ ڪرپشن، بدامني، لاقانونيت، ديهي ۽ شهري جو فرق ۽ ٻيا مسئلا شامل آهن. اسان جي ڪوشش هوندي تہ سنڌ ۾ امن قائم ڪري ڪرپشن جو خاتمو آڻي قانون جي بالادستي قائم ڪريون ۽ بيروزگاري جهڙي مسئلي جو خاتمو آڻيون. سينيٽ ۾ سنڌ جي مفادن لاءِ ڪردار ادا ڪندس. اسان سنڌ ۾ شهري ۽ ٻهراڙي جو فرق ختم ڪري سنڌ کي پٽائي رحہ جي خواب جيان امن، سڪون، پيار ۽ محبت جي ڌرتي بڻائينداسين ۽ هڪ مهذب قوم جي صورت ۾ ايڪيهين صديءَ ۾ داخل ٿينداسين. اسان اين ايف سي ايوارڊ جو

جائزو وٺنداسين ۽ جيڪڏهن اهو سنڌ جي مفاد ۾ نہ هوندو تہ اهو فيصلو واپس وٺرائيندا‌سين.

برسات: پيپلز پارٽي طرفان مسلم ليگ تي انتقامي ڪارروايون ڪرڻ جو الزام لڳايو ويو آهي. ان بابت اوهان ڇا چوندا؟

اعجاز جتوئي: پيپلز پارٽيءَ وارن کي انتقامي ڪارروايون ٿيڻ جي ڳالهہ ڪندي شرم اچڻ گهرجي. پ پ دور ۾ اسان جي ڪارڪنن، اسيمبلي ميمبرن ۽ اڳواڻن کي ڪوڙن ڪيسن ۾ بند ڪيو ويو ۽ ميمبرن کي آئيني ڪردار ادا ڪرڻ نہ ڏنو ويو. قومي اسيمبليءَ جي اسپيڪر ۽ سينيٽ جي چيئرمين رولنگ ڏني، پر ان جي باوجود اسان جي گرفتار ميمبرن کي ايوان ۾ نہ آندو ويو. انتقامي ڪارروايـن جي شروعات ئي پيپلز پارٽي طرفان ڪئي وئي ۽ جيڪا پارٽي پاڻ ڊانڊلي ۽ انتقامي ڪارروايون ڪري، اها ٻين پارٽين تي ڪيئن الزام هڻي رهي آهي؟ ايم آر ڊي جي تحريڪ ۾ جن ماڻهن پيپلز پارٽي سان وفا ڪئي، هنن اقتدار ۾ اچي انهن ئي ماڻهن سان بيوفائي ڪئي. پيپلز پارٽي اندر 20 سال چونڊون نہ ٿيون ۽ تازو ئي بينظير ڀٽو کي تاحيات چيئرپرسن بڻايو ويو آهي، جيڪو عمل جمهوريت جي خلاف آهي. دنيا جي ڪنهن بہ سياسي تنظيم ۾ ڪڏهن بہ تاحيات چيئرپرسن يا چيئرمين مقرر نہ ٿيو آهي. جيڪا پارٽي پاڻ تي جمهوريت لاڳو نٿي ڪري، اُها عوام کي ڪهڙا حق ڏئي سگهندي؟

برسات: ڇا مسلم ليگ طرفان احتساب جو عمل جاري رکيو ويندو؟

اعجاز جتوئي: احتساب جو عمل سختيءَ سان جاري رکيو ويندو ۽ پارليامينٽ ۾ قانون پاس ڪري وزيراعظم، وزيرن، ايم اين ايز ۽ ايم پي ايز سميت سمورن ڪامورن جو بہ احتساب ڪيو ويندو ۽ انهن ڪيسن جي ڪارروائي سڌي طرح ٿي۔ ويءَ تي ڏيکاري ويندي تہ جيئن قوم منصفاڻي احتساب کي ڏسي سگهي.

برسات: غير قانوني پرڏيهين بابت اوهان جي ڪهڙي پاليسي هوندي؟

اعجاز جتوئي: غير قانوني پرڏيهي صرف سنڌ يا پاڪستان جو مسئلو نہ پر سڄي دنيا جو مسئلو آهن. پاڪستان ۾ سڀ کان وڌيڪ سنڌ ۾ غير قانوني پرڏيهي موجود آهن، ڇوتہ بندرگاهہ هئڻ ڪري هتي روزگار جا ڪيترائي موقعا موجود آهن. دنيا ۾ سڀ کان وڌيڪ غير قانوني پرڏيهي

آمريڪا، برطانيا ۽ جرمني ۾ آهن ۽ اتي سخت حفاظتي انتظامن هئڻ جي باوجود غير قانوني پرڏيهي داخل ٿيڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃن ٿا ۽ صرف آمريڪا ۾ گذريل سال 25 لک ماڻهن کي شهريت ڏئي قانوني ڪيو ويو. سنڌ ۾ غير قانوني پرڏيهين جي آمد کي روڪڻ لاءِ اُپاءَ ورتا ويندا.

برسات: پيپلز پارٽي طرفان چونڊن ۾ ڌانڌلي ٿيڻ واري الزام بابت اوهان ڇا چوندا؟

اعجاز جتوئي: چونڊون منصفاڻيون ٿيون آهن ۽ پيپلز پارٽي جا الزام بي بنياد آهن. چونڊن جو جائزو وٺڻ لاءِ دنيا جي مختلف ملڪن جي مبصرن تي ٻڌل 7 ٽيمون آيون هيون، جن چونڊن کي منصفاڻو غير جانبدار ۽ آزاد قرار ڏنو آهي. مان ته اهو چوندس ته 1970ع ۾ يحيٰ خان طرفان ڪرايل چونڊن کان پوءِ 3 فيبروري تي ٿيل چونڊون منصفاڻيون ٿيون آهن. عوام مسلم ليگ کي ڀرپور مينڊيٽ ڏنو آهي، باقي ايتري ته ڌانڌلي نٿي ٿي سگهي.

برسات: مسلم ليگ (ن) جي حڪومت ۾ قومي سلامتي ڪائونسل ۽ اٺين ترميم جو مستقبل ڪهڙو هوندو؟

اعجاز جتوئي: جمهوريت ۾ قومي سلامتي ڪائونسل جهڙيون ڳالهيون نه ٿيڻ گهرجن، ڇوته اسيمبليءَ ۽ پارليامينٽ کانسواءِ آئين ۾ نئين سسٽم جي گنجائش نه آهي. مان سمجهان ٿو ته جنرل ضياءَ کان پوءِ فوج سياست ۾ ملوث ٿيڻ کان توبهه ڪري ڇڏي آهي. فوج جو آئيني ڪردار سرحدن جي حفاظت ڪرڻ ۽ ملڪ جي اندرين ۽ ٻاهرين خطرن کي منهن ڏيڻ آهي. اٺين ترميم سموري خراب نه آهي، پر ان جا ڪجهه حصا سٺا ۽ ڪجهه حصا خراب آهن، پر اسان وٽ اٺين ترميم کي هڪ وڏي بلا ڪري پيش ڪيو ويو آهي. ذوالفقار علي ڀٽو سينيٽ کي گهٽ اختيار ڏنا هئا ۽ ان وقت بل پاس ڪرڻ يا نه ڪرڻ ۽ قانون سازي ڪرڻ جا به مڪمل اختيار نه هئا، پر اٺين ترميم سان جنرل ضياءَ سينيٽ کي قانون سازي ڪرڻ لاءِ آئيني حق ڏنو ۽ جيڪڏهن هاڻي اسان اٺين ترميم کي مڪمل طور ختم ڪنداسين ته سينيٽ جا سمورا اختيار ختم ٿي ويندا. اسان جي پارٽي منشور ۾ آئيني سڌارن جي ڳالهه ڪيل آهي، جنهن تي عمل ڪيو ويندو.

برسات: شهيد ڀٽو گروپ جي چونڊن ۾ ناڪامي جو ڪهڙو سبب آهي؟

اعجاز جتوئي: مير مرتضيٰ ڀٽو جي قتل کانپوءِ شهيد ڀٽو گروپ لاءِ ماڻهن جي همدردي وڌي هئي، پر ان جي قيادت پارٽي کي منظم نه ڪري سگهي، جنهن ڪري اميد کان گهٽ ڪين ووٽ ملڻ جو ملپو آهي.

برسات: سنڌ ۾ قومپرست سياست ڪهڙي درجي ۾ آهي؟

اعجاز جتوئي: قومپرست سياست کي عام ماڻهن قبول نه ڪيو آهي ۽ هر ڀيري ماڻهن چونڊن ۾ قومپرستن کي رد ڪيو آهي، پر جيڪي ڪٿي آيا آهن، اهي صرف پنهنجي ذاتي اثر رسوخ جي بنياد تي ڪامياب ٿيا آهن. سائين جي ايم سيد سچو قومپرست هو ۽ اهڙا ماڻهو صدين ۾ به مشڪل سان پيدا ٿيندا آهن. سندس پاڪستان ٺاهڻ ۾ وڏو ڪردار آهي. هن 1938ع ۾ پاڪستان جو ٺهراءُ پيش ڪيو، جنهن کانپوءِ زندگي جي آخري گهڙيءَ تائين پنهنجي مؤقف تي قائم رهيو. مون کي سائين جي ايم سيد سان تمام گهڻو ويجهو رهي ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو. هو پختو عزم رکندڙ سنڌ سان پيار ۽ سنڌي قوم جو عاشق هو. سائين جي ايم سيد سان سنڌي قوم هر ڀيري بيوفائي ڪئي، پر هن جي دل ۾ سنڌين خلاف ڪڏهن به نفرت پيدا نه ٿي. سيد چوندو هو تہ: "عاشق جو ڪم وفا ڪرڻ ۽ معشوق جو ڪم بيوفائي ڪرڻ آهي." هو چوندو هو تہ مان سنڌ جو عاشق آهيان ۽ سنڌي منهنجا معشوق آهن. ڀلي اُهي بيوفائي ڪندا رهن، پر مان ساڻن وفادار رهندس. هن وقت قومپرستي عملي طور ختم ٿي چڪي آهي ۽ ان کي عام ماڻهن قبول نہ ڪيو آهي.

("روزاني "برسات" مئگزين ڪراچي- جمعو 21 مارچ 1997ع)



# تقريرون



اعجاز علي جتوئي 1997ع ۾ ٽيل چوندڻ دوران ميهڙ ۾
حياتي جي آخري جلسي ۾ سيد الطاف شاهه ۽ لياقت علي جتوئي



اعجاز علي جتوئي، محبوب خان چانديو ۽ رئيس عبدالحميد خان جتوئي



اعجاز علي جتوئيءَ جا فرزند: ڏٽي بخش، علي نواز، صفدر ۽ پاڻيو ڪبير جتوئي



اعجاز علي جتوئي ۽ اڳوڻو وزيراعظم نوازشريف فريدآباد ۾ 95-1994ع جي ٻوڏ ۾ علائقي جي دوري دوران



فريدآباد ۾ 95-1994ع ۾ ٻوڏ دوران اعجاز علي جتوئي علائقي جو معائنو ڪندي

# سکر ايئرپورٽ تي سنڌو ديش جو نعرو هڻڻ واري معاملي تي بحث

جناب چيئرمين!

آئون هتي هڪ اهڙي واقعي تي ڳالهه ٻولهه ڪري رهيو آهيان، جيڪو اسان سڀني لاءِ ڪافي اهم آهي ۽ اسان کي ڪيترن ئي واقعن کي پاڻ ۾ ملائڻو پوندو. اج جيڪو آئون بيان ڪري رهيو آهيان، اِهي ڪجهه تلخ حقيقتون آهن، جيڪي اسان سڀني کي ٻڌڻ لاءِ تيار رهڻ گهرجي. سڀ کان پهريان آئون اچان ٿو آئين ۾ آرٽيڪل 6 موجود آهي ۽ آرٽيڪل هي چوي ٿو ته ڪير به پاڪستان ۾ رهڻ وارو شهري يا هو ڪهڙي به عهدي تي فائز هجي، جيڪڏهن هو آئين کي Abrogate ڪري ٿو يا ان کي Subvert ڪري ٿو ته ان کي سزا ڏني ويندي. هلو.

جناب! شروع ڪريون ٿا 1958ع ۾ سڀ کان وڏو مجرم جنرل ايوب خان هو؛ هُن ملڪ ۾ فوج جي بالادستي قائم ڪندي هِن ملڪ جي آئين کي ٽوڙيو. ان کانپوءِ جناب يحيٰ خان صاحب هن ملڪ جي، ان وقت جي اوير پاڪستان کي ورهايو. شيخ مجيب الرحمان هِن ملڪ جي ڇهن نڪتن جي باري ۾ پهرين هِن فلور تي چئي چڪو آهيان ته ان ۾ ڪڏهن به آزاديءَ جي ڳالهه نه هئي. هِن صرف Ambassadors جي List گهُري هئي ته پاڪستان Ambassadors ٻاهر Job ڪن ٿا ۽ هُن Right of Rule گهُريو هئو ڇوته ننڍا صوبا جيڪڏهن مغربي پاڪستان 30 سالن تائين مشرقي پاڪستان تي حڪومت ڪري سگهيو پئي، پنهنجي بالادستي ڪري سگهيو ٿي ته پوءِ ايسٽ پاڪستان کي به هي حق هئو ته هو اليڪشن کٽڻ کانپوءِ پوري پاڪستان تي حڪمراني ڪري ۽ اسان ان ڏينهن کان اِهو پهه ڪري ڇڏيو ته اسين اقتدار ۾ اِنهن کي حصو نه ڏينداسين.

اسين پنهنجي حڪمراني ۾ اسان جي فوج سول بيورو ڪريسي جي بالادستي کي اسين Touch ڪرڻ نه ڏينداسين ۾ نتيجو هي نڪتو ته توهان ڏٺو ته هي ايسٽ پاڪستان اسان کان الڳ ٿي ويو. اڪثريت، اقليت کي ڇڏي ڀڄي وئي. دنيا جي ڪنهن تاريخ مان مونکي مثال ڏيکاريو ته اڪثريت، اقليت کي ڇڏي ڀڄي وئي هئي، پر واقعات اُتي نه ٿا رُڪجن، اڳتي وڌن ٿا. جنگ لڳي ٿي ۾ ان ڪانپوءِ هڪ لک اسان جا فوجي، اِنهيءَ اميرالمومنين جي هڪ لک فوج Surrender ڪري ٿي ۾ ان مسٽر نيازي ٽائيگر Surrender ڪيو ته مان سمجهان ٿو ته هي ان وقت شرم جوڳي ڳالهه هئي. هڪ لک فوج Surrender ڪيو جڏهن ته ويٽنام ۾ ڪيترن سالن تائين توهان ڏٺو ته منظم طريقي سان عوام Imperial force کي ڪچلي ۾ شڪست فاش ڏني ۾ ڪين اتان ڀڄڻو پيو. اسان جي هڪ لک فوج Surrender ڪيو اڌ کان متي ملڪ وڃائي ويٺا. ان ڪانپوءِ هتي اچي چيائون ته 30 لک انسانن جو قتل ڪيو ويو. ڪهڙي آئين ۾ قانون ۾ اسلام مطابق توهان 30 لک بنگالين جو قتل ڪيو؟ آئون پڇان ٿو ته آرٽيڪل 6 تحت غداريءَ جو مقدمو هلائڻو آهي ته سڀ کان پهرين اسان واري 6 لک فوج آهي، ان تي هلايو. ان ڪانپوءِ سول بيوروڪريسي تي مقدمو هلايو. ان ڪانپوءِ وري سياستدان اچن ٿا. ان ڪانپوءِ وري هتي جيڪي به غداري ڪن ٿا، توهان پهريان پسمنظر ڏسو ته ڇا آهي؟ مان توهان کي ياد ڏياريان ٿو ته ان فوج جنهن اڌ ملڪ وڃايو 90 هزار فوجين کي هتي واهگا جي بارڊر تي اڄ اسان جي سينيئر وفاقي وزير وڏي عزت ۾ احترام سان هنن کي Receive ڪيو ۾ هاڻي پهتا آهن. جناب! فقط ڳالهيون ناهن، هي ته وڃارا فاتح آهن. هي ته پنهنجي ملڪ جي ڪري P.O.Ws ٿيا ۾ هاڻي پهتا آهن. اڌ کان وڌيڪ ملڪ هنن هارايو هئو مون کي توهان تاريخ جو مثال ڏيو ته ڪهڙي تاريخ ۾ هيءَ فوج جنهن ملڪ هارايو هئو ان کي Regular ڪيو ويو ۾ اِها فوج P.O.Ws رهي چڪي هجي. ان ڪانپوءِ اڳتي ٿا هلون. هڪ Stooge گورنمينٽ ٺاهي وئي، ڪهڙي قانون تحت هتي Stooge گورنمينٽ نهي؟ اڌ کان وڌيڪ ملڪ ٽٽي ويو.

هتي پيپلز پارٽي جي ڪٺ پتلي حڪومت قائم ٿي وئي، نه چونڊون ٿيون ۾ نه اسان جي ووٽ جو تقدس بحال ٿيو. اسان ته مشترڪ پاڪستان

جي تحت ووٽ ڏنو هئو توهان ته اڌ پاڪستان وڃايو هئو ان Debacle ڪانپوءِ هتي نيون چونڊون هئڻ ڪپنديون هيون. چونڊون نه ٿيون، فوج ۽ سول بيوروڪريسي ڪي جيڪي ماڻهو پنهنجو بالادست سمجهن ٿا، ان جو دلال بڻجن چاهن ٿا، انهن ڪي هِتي Prime Ministry ملي. ان ڪانپوءِ اڳتي هلي، حق گهُريا ويا، بنگالين حق گهُريا، ٽيهه لک ماڻهو ماراياڻون ۽ غدار چئي ڪين هيءَ سرٽيفڪيٽ ڏيئي اسان ڪين ڪيڍي ڇڏيو ۽ چيوسين شڪر پاڪستان بچي ويو. پوءِ جناب، بلوچستان اُتي ٿو اتي نعپ جي گورنمينٽ نهي. انهيءَ ڪٽ پتلي سسٽم تي ۽ اتان جا نمائندا Autonomy demand ڪيائون. هو چون پيا ته اسين پنهنجي صوبي جا حڪمران آهيون. اسان کي اِهو حق آهي ته اسين پنهنجي صوبي ۾ ڪهڙو به نظام رائج ڪريون. ان وقت جي وزيراعظم کي ڳالهه پسند نه آئي ۽ اتي فوج ڪشي ڪري ٿو. چاليهه هزار ماڻهو ماريا ويا. ان ڪانپوءِ توهان هي چيو ته بلوچستان وارا غدار هئا ۽ توهان کي مجبورن چاليهه هزار ماڻهو مارڻا پيا.

پوءِ جناب، سنڌ جي طرف اچون ٿا. سنڌ جي ته پنهنجي هڪ تاريخ آهي. سنڌ 1947ع واري اِها سنڌ آهي، 1938ع واري اِها سنڌ آ، قائداعظم صاحب کي پنجاب جي ريلوي اسٽيشن تي لهڻ نه ڏنو ويو. پنجاب ۾ يونيسٽ گورنمينٽ هئي. ڪنهن به مسلم صوبي ۾ مسلم گورنمينٽ نه هئي. اسان پهريان قبول ڪئي، ڪنهن به صوبي 1947ع وارو نهراءُ Adopt نه ڪيو. اسان جي اسيمبليءَ پهرين Adopt ڪيو اُن سنڌ کي توهان اڄ بيهي چئو ٿا ته هي غدار آهي. هي سڀ جا سڀ سنڌي آهن، انهن کي ماري ڇڏيو. مان سمجهان ٿو ته اهڙيءَ طرح غداريءَ جو سرٽيفڪيٽ ڏيندؤ ته اڳتي هلي 10 سالن ڪانپوءِ هن ملڪ جو 10 ڪروڙ عوام غدار هوندو. غداريءَ جو سرٽيفڪيٽ نه ورهايو ڇوته توهان هي سسٽم غلط هلايو آهي. غداريءَ جو سرٽيفڪيٽ عوام ڏيندو. آئون هتي ڪلي عام چوان ٿو ته پهرين غداريءَ جو مقدمو جنرل ۽ ڪرنل ۽ فوج تي هلايو ڇوته انهن ڪنهن به اداري کي هن ملڪ ۾ نه هلڻ ڏنو آهي. پوءِ توهان سول بيوروڪريسي تي هلايو ڇوته هو سازشون ڪري نظام کي فيل ڪن ٿا.

پوءِ جناب اچون ٿا سنڌ ۾ علحدگي جي تحريڪ تي. مان انهن حضرات کان پڇان ٿو ته سنڌ ۾ علحدگي جي تحريڪ شروع ٿي وئي آهي.

1983ع ۾ ڇا ٿيو هئو؟ 1983ع ۾ ايم آر ڊي جي تحريڪ جي ڪري اڄ هي وزيراعظم ٿي آهي ۽ هن جا ساٿي اڳيان پهرين قطارن ۾ ويٺا آهن. سائرن واريون گاڏيون هنن جي اڳيان پٺيان هلن ٿيون. مان انهن کان پڇان ٿو ته ڇا 1983ع ۾ ايم آر ڊي جي تحريڪ علحدگي پسند هئي؟ 1983ع جي تحريڪ ۾ سنڌو ديش جو نعرو هئو يا نه؟ ان وقت اسين ڇا گهري رهيا هئاسين؟

Restoration of democracy for the whole Pakistan, صرف سنڌ جي ڳالهه نه ڪري رهيا هئاسين ۽ افسوس جي ڳالهه آهي ته ان وقت نه پنجاب نه فرنٽيئر نه بلوچستان ان تحريڪ ۾ شامل هئو پر هيءَ تحريڪ ايم آر ڊي جي تحريڪ هئي ۽ ان جو مقصد واضح هئو ان ۾ Restoration of democracy هئي، ان ۾ اسان جي مهربان فوج هڪ هزار ماڻهو ماريا. ڪهڙي ڳالهه تا ڪريو توهان. هي ته Known factors آهن. توهان ٽورو اُتي ڏسو جناب نيشنل هاءِ وي کي بلاڪ ڪريو ايڪشن ڪيو ويو. سياسي تحريڪون ٿينديون آهن، ان ۾ هاءِ ويز به بلاڪ ٿيندا آهن. ڪافي ايجيٽيشن جا ڪيترائي ذريعا استعمال ڪيا ويندا آهن. ايجيٽيشن ته ڊيموڪريسي جو حصو آهي. ماڻهو ته قرآن شريف وچ روڊ تي پڙهي رهيا هئا. پنهون چانديو ڳوٺ جي سامهون قرآن شريف پڙهندڙن تي ٽرڪون چاڙهيون ويون. هي قرآن شريف کي حاضر ناظر سمجهي ڳالهه ڪريان ٿو ته اتي ٽرڪون چاڙهيون ويون. نوابشاهه ۾ لاش پيا هئا ۽ انهن شهيد قرآن شريف جن تي ٽرڪون چڙهيون، انهن تي رت لڳل هئي.

ڪهڙي جمهوريت آهي؟ اِها جمهوريت، جنهن جي ڪري اسان کي هر روز اندروني سنڌ ۾ لاش پهچن ٿا. هي ڇا هي؟ بنگال ۾ توهان الشمس ۽ البدر ناهي، سنڌ ۾ توهان ايم ڪيو ايم ناهي، سنڌ ۾ پي پي آءِ ناهي، ڪنهن صوبي ۾ اهڙي حالت ناهي. مان قابلِ احترام سينيٽرز کي عرض ٿو ڪريان ته جيڪڏهن پنجاب ۾ پنجابين کي اقليت ۾ تبديل ڪيو وڃي، پٺاڻن کي سرحد ۾ اقليت ۾ تبديل ڪيو وڃي ته هو نه مڃيندا. توهان ڪنهن جي زبان کي ختم ڪريو توهان ڪنهن جا سمورا حق غصب ڪريو ۽ پوءِ چئو ته اسين مسلمان ڀائر آهيون، اِن سان ڪو فرق نٿو پوي. اسان کي شڪايتون آهن.

آئون پهرين بہ چئي چڪو آهيان تہ جناب سنڌ جون حالتون توهان زبردستي ۽ گولي هلائي نہ ٿا سڌاري سگهو. اسان کي خبر آهي تہ اسان کي اشتعال ڏياريو ٿو وڃي. اسان کي خبر آهي تہ اسان کي پريس جي طرفان اشتعال ڏياريو ٿو وڃي. هتي مختلف ايجنسيون ڪم ڪري رهيون آهن. سنڌين کي مجبور ڪريو تہ هو رستن تي نڪرن ۽ پاڪستان جي خلاف ڳالهائن، تہ جيئن اسان ڪو فوجي آپريشن ڪريون ۽ هتي ويهہ لک ماڻهو ماريون. هي هڪ منصوبو آهي، جنهن جو مثال جنرل اسلم بيگ جو اِهو بيان آهي، جيڪو هِن تازو ڏنو آهي تہ اسين ٽن ڏينهن جي اندر حالتون ٺيڪ ڪري سگهون ٿا. جناب! ٽن ڏينهن ۾ حالتون ٺيڪ نہ ٿيون ٿي سگهن. چاليهن سالن جي ظلم جو داستان آهي، اِهو ٽن ڏينهن ۾ نٿو ٿي سگهي. چاليهن سالن جون زيادتيون جيڪي آهن سي توهان ٽن ڏينهن ۾ ٺيڪ نہ ٿا ڪري سگهو. ٽن ڏينهن ۾ توهان ڪيئن ٿا ٺيڪ ڪري سگهو؟ توهان گولي هلايو. توهان ماڻهو ماريو جهڙيءَ طرح بنگال ۾ توهان ڪيو ۽ پوءِ توهان کي خبر آهي تہ جڏهن گولي هلائي وئي تہ هر شيءِ تباهہ ٿي ويندي آهي. اسين تہ هيءَ ڳالهہ ڪري رهيا آهيون تہ پائي پاڪستان تہ اسان ناهيو هئو اِهو جي ايم سيد هئو اِهو جي ايم سيد مسلم ليگ جو هئو اِهو جي ايم سيد قائداعظم جو مقصد ان جو پيروڪار. اِهو جي ايم سيد سمورو وقت مسلم ليگ جي پيچ ڊڪ ڪري ڪم ڪندو هئو. اهو جي ايم سيد جنهن مسجد منزل گاهہ تي احتجاج ڪيو. هتان هندن کي ڪڍيو. توهان سوچيو ٿا تہ هاڻي هي چو خلاف ٿي ويو آهي؟ جيڪي نوجوان آهن، اُهي اچ چو اهڙي ڳالهہ ڪن ٿا؟ توهان ڪڏهن بہ دانشمندي سان ڳالهہ تي سوچيو آهي؟ توهان ڪڏهن پنج منٽ ويهي هي سوچيو آهي تہ آخرڪار سنڌ جي انهن حالتن کي اسين ڪهڙي طرح سنواري سگهون ٿا؟ اسين ڪهڙي طرح ٺيڪ ڪري سگهون ٿا؟

توهان ڪنهن جي زبان کسيو. ڪنهن جي ثقافت کسيو. ڪنهن جا حق غصب ڪريو انهن کي تباهہ ڪري پنهنجي ئي صوبي ۾ يتيم لڳا وتن، پنهنجي صوبي جي شهرن ۾ روز انهن جا لاش پهچن. يعني اسان تہ جناب، جمهوريت جي ديوي جو بليدان ڏيئي رهيا آهيون. جمهوريت جي ديوي جيڪا 1988ع ۾ ڪتي آئي، ان ديوي لاءِ اسان جو ڪونہ ڪو سنڌي ڪٽو آ،

جهيڙو اي پي سي ۾ ايم ڪيو ايم جو پاڻ ۾. نتيجو ست سنڌي ماڻهو شهيد ٿي ويا. جهيڙو سندن پنهنجو ڪراچي ۾ مرون اسان ٿا. يعني صرف سنڌ جمهوريت هلائڻ جو ٺيڪو ڪنيو آ. چوڏنهن نشستن جي مٿان جهڙي طرح اسان سان هي سودو ڪيو ويو جهڙي طرح اسان کي يرغمال ڪري وڪرو ڪيو ويو ايم ڪيو ايم جي هٿن ۾ اسين چئون ٿا جناب، هيءَ به ڪا لڪل ڳالهه ناهي.

هڪ ذميوار آفيسر صوبي جي هڪ ڊي آءِ جي، جيڪو سنڌي ناهي، سرحد جو آهي، انهيءَ هڪ ذميواراڻي رپورٽ ناهي، ان ۾ چيو ويو ته ايم ڪيو ايم دهشتگرد ۽ "را" جي ايجنٽ آهي. سنڌ حڪومت ان جي ترديد ڪئي. آيا حڪومت پاڪستان ان کي نظرانداز ڪندي، پوءِ ان کان بعد هي چيو وڃي ته ڪراچي، حيدرآباد، بدين، ٺٽو ۽ لسبيلو جو پورو ٽڪرو Free Economical Zone بنايو ويندو. هڪ منصوبي جي تحت غير مهاجر ماڻهن کي هٽان ڪڍيو وڃي ته هي Free Industrial Economical Zone نهي، جنهن جو پاڪستان سان Confederation هوندو. جناب، مون وٽ ڪتاب موجود آهن، جيڪو پلان سائنسي طور تيار ڪيو ويو آهي.

جڏهن اسان جي صوبي ۾ هي زيادتيون ٿين ته توهان ڇا ٿا چئو ته سنڌي هٿي اچي توهان کي گلن جا هار پارائيندا؟ جيڪا فوج اسان جي فوج ناهي، جنهن فوج اسان سان هيءَ ورتاءُ ڪيو آهي، جناب والا! مان توهان کي ٻڌايان ٿو واقعا، سيتا شهر منهنجي ضلعي ۾ آهي، اتي اڄ کان ڪي ٻه مهينا پهرين رينجرز جيڪا هٽان وڃي ٿي، هو حاڪماڻو ذهن کڻي ۽ هٿي فوج ۾ رينجرز کي تربيت ڏني ويندي آهي ته جڏهن سنڌ ۾ وڃو ته هو انسان نه ڪتا آهن. انهن سان اهڙي طرح سلوڪ ڪريو. مان توهان کي هزارين مثال ڏئي سگهان ٿو پر رينجرز جي گاڏي جڏهن سيتا شهر ۾ اچي ٿي ته هڪ غريب ماڻهو مٿي تي گاهه کڻي وڃي رهيو آهي، ان سان ٽڪرائي ٿي، ان کي جڏهن ٽڪر لڳي ٿو ته هو ڪِري ٿو ۽ بيهوش ٿي وڃي ٿو. سموري شهر جي سامهون رينجرز چوي ٿي ته اسين هِن کي اسپتال کڻي ٿا وڃون. هِن جو رستي ۾ دم هليو ٿو وڃي. مان حلفيه ٿو چوان، مان قرآن شريف جو قسم کڻي ٿو چوان ته انهن ان ماڻهو کي هڪ واهه ۾ ڦٽو ڪري ڇڏيو. ڇهن ڏينهن کانپوءِ ان جو لاش مليو. جڏهن هن جا رشتيدار اُتي هن جي رپورٽ ڪرڻ لاءِ

ويا تہ اتي مقامي پيپلز پارٽي ۽ ائڊمنسٽريشن چيو تہ رينجرز وارا چئي رهيا آهن تہ ڇا آهي، هڪ انسان مري ويو آ. ڪهڙو فرق پوي ٿو!؟ هي طريقو اسان سان ڪيو وڃي ٿو. ان لاءِ پاڪستان اسان ناهيو هئو؟ ان ڪري توهان اڄ پاڪستان جا ماما ۽ چاچا بنجي ويا آهيو تہ توهان چئون ٿا تہ نہ اسين پاڪستان جا ٺيڪيدار آهيون. جناب، اسان تہ توهان کي پاڪستان جو ٺيڪيدار نٿا مڃيون!

جناب! اهڙيءَ طرح هي ڪم نہ هلندو. توهان اسان سان زيادتيون ڪندا رهو ۽ توهان چوندا رهو ٿا تہ نہ هي بہ غدار آهي. جي سنڌ بہ غدار آهي، شڪر آهي پاڪستان بچي ويو پوءِ ٽي صوبا بچي ويندا. سياڻي بہ صوبا بچندا. اهڙيءَ طرح هي معاملو نہ هلندو. معاملو اهڙيءَ طرح هلندو جو سنڌ سان ويهي پوريءَ طرح ڳالهہ ٻولهہ ڪريو. چارئي صوبا پنهنجي پنهنجي ليڊرشپ پيدا ڪن. هي معاملا سياسي طور سڌارڻ جا آهن. هي معاملا هڪ ٻئي جي نقطہ نظر ٻڌڻ سان حل ٿيندا. اسين ڇا ٿا چئون، توهان ڇا ٿا چئو؟ اسان سان زيادتيون ڪيون ويون آهن ڏاڙيلن جي نالي ۾. مان توهان کي عرض ٿو ڪريان تہ جناب، عورتن جي بي عزتي ڪئي وئي آهي. جيڪڏهن مان توهان کي چوان تہ هڪ ڪرنل جيڪو ميهڙ ۾ Posted آهي، زنا بالجبر ڪيس ۾ ملوث هو ڇا توهان جو اسلام ان شيءِ جي اجازت ڏئي ٿو تہ توهان وڃي ڪنهن صوبي ۾ زنا بالجبر ڪريو؟ اتي زيادتيون ڪريو؟ اتان جي ماڻهن جي تذليل ڪريو؟ ڇا ان سڀ جي آئين اجازت ڏئي ٿو؟ توهان کي هر شيءِ جي اجازت آهي تہ توهان سڀ ڪجهہ ڪندا وتو باقي جيڪڏهن ڪير پنهنجا حق گهُري تہ توهان چئو تہ هي غدار آ. اهڙيءَ طرح ڪم نہ هلندو.

جيڪڏهن پنهنجا حق گهُرڻ غداري آهي تہ مان اڄ سينيٽ ۾ هي اقرار ڪريان ٿو تہ اسين غدار آهيون ۽ خدا جو قسم! جيڪڏهن سينيٽ هي فيصلو ڪيو تہ هي سڀ غدار آهن تہ مان استعيفيٰ ڏيئي سينيٽ مان هليوويندس. آئون پنهنجي ماڻهن وٽ ويندس، هتي نہ ويهندس، ڇوتہ پنهنجا حق گهُرڻ ڪائي برائي ناهي. اسان جي آئين ۾ ان جي اجازت آهي، پر جن آئين کي پائمال ڪيو آهي، ڀريان انهن کي ڦاسي ڏيو ڀرين ضياءُالحق جي خاندان تي ڪيس هلايو سمورن فوجي جرنيلن تي ڪيس

هلايو جيڪي مارشل لا ۾ ملوث هئا. انهن ميجرن، ڪرنلن تي ڪيس هلايو جن هتي اچي فوجي عدالتون هلايون. ٻي فوج کي سزا ڏيو جنهن فوج پاڪستان وڃايو ۽ ٽيهه لک ماڻهو ماريا.

پهرين توهان سنڌ جون جيڪي شڪايتون آهن، سنڌ سان جيڪي زيادتيون آهن، انهن جو فيصلو ڪريو. جناب! ان سان گڏوگڏ مان سيني سينيئر حضرات سان ڳالهايان ٿو تہ توهان جي مدد سان، مونکي اميد آهي تہ توهان صرف اخبار جي Reporting تي نہ ڀاڙيو اصل حقيقتون ڄاڻڻ جي ڪوشش ڪريو. مان چوان ٿو تہ هو S.N.A جي نمائندي ۽ وائيس پريزيڊنٽ جي حيثيت ۾ هي بيان ڏئي رهيو آهيان تہ اسان جي ڪنهن بہ ماڻهو جهنڊو نہ ساڙيو آهي، اِها ڳالهہ پاڪستان لاءِ نئين ناهي، Saboteurs بہ ٿيندا آهن، Planted ماڻهو بہ هوندا آهن. آئون چوان ٿو تہ هي جهنڊو ساڙايو ويو آهي. سنڌ جي توهان "قومي سوال" کي اهڙي طرح Condemn نہ ٿا ڪري سگهو. جهنڊي جي آڙ وٺي ڪري توهان ايئن نہ ڪريو. هي وڏو حساس معاملو آهي. هي جهنڊو ساڙايو ويو آهي پنهنجو مارڪيٽ وڌائڻ لاءِ. سنڌ ۾ پئسا هلايا ويا ۽ قومي جدوجهد جي راهہ ۾ هر رڪاوٽ وڌي وئي. هتي پيپلز پارٽي وارا ويٺا آهن، هو ٻڌائن تہ توهان ڪالاباغ ڊيم جي حق ۾ ڳالهہ ڪئي هئي؟ ٻهاري آڻيندؤ؟ توهان تہ چئن سوالن تي واعدو ڪيو هئو اسين S.N.A وارا توهان جو جيئڻ اُتي محال ڪري رهيا هئاسين، توهان جا حلقا ٽٽي رهيا آهن، توهان جي جلسن ۾ ماڻهو گهٽ ٿي رهيا آهن ۽ اسان جي جلسن ۾ شامل ٿي رهيا آهن. ان بنياد تي توهان اسان کي پنهنجو همنوا بنايو ۽ اڄ هيءَ ڪوشش ڪري رهيا آهيو تہ اسان کي صفحہ هستيءَ تان مٽائي سزا ڏني وڃي ۽ اسان لاءِ چئلينج نہ رهي.

ڳالهہ هيءَ آهي جناب تہ جڏهن محترمہ 86ع ۾ لاهور آئي هئي تہ ڇا ٿيو هئو؟ ان کان علاوه جناب، توهان کي سسٽم کي سڌارڻو پوندو. غداري جي سرٽيفڪيٽن سان ڪم نہ هلندو. غدار غدار توهان چوندا رهندا تہ پوءِ انهن جا نمبر وڌندا رهندا. صرف غدار چوڻ سان هو بند نہ ٿيندا. توهان اصل پاسن تي اچو تہ اسين توهان سان گڏ آهيون. هِن نظام کي بدلائڻ ۾ بہ توهان جو ساٿ ڏينداسين. ويندي پاڪستان کي آزاد ۽ خودمختيار ڪرڻ ۾ بہ توهان جو ساٿ ڏينداسين، ڇوتہ اسين چئني صوبن واري پاڪستان جا

مالڪ آهيون. ڪوئي پنهنجو گهر نہ جلائيندو. ڪير بہ پنهنجي گهر جي ڇت پنهنجي مٿان ڪيرائي مرڻ جي خواهش نہ ٿو ڪري سگهي. هي نہ ٿو ٿي سگهي.

جڏهن مسلسل زيادتيون ۽ مايوسيون هونديون آهن تہ دل سڙندي آ. جڏهن ڪنهن نظام کي زبردستيءَ مڙهيو ويندو آهي تہ توهان جي خودمختياري ناهي رهندي تہ اهڙي طرح جون شيون پيدا ٿينديون آهن. جڏهن تہ قومون ماضيءَ مان سبق سکنديون آهن ۽ اسان کي بہ سبق سکڻ کپي، ڇوتہ اسان پهرين بہ وڏا نقصان ڪاڏا آهن. جذبات ۾ غدار چئي تمام وڏو نقصان ڪاڏو آهي. توهان کي ڪو مثبت طريقو اپنائڻ گهرجي. ها، جيڪڏهن توهان کي ڦاسيون ئي ڏيڻيون آهن تہ پوءِ پهريان مان پنهنجو ڪنڌ پيش ٿو ڪريان، پر پهريان شروع توهان فوج کان ڪريو پهرين جنرلن کي ڦاسي ڏيو پوءِ منهنجي گردن حاضر آ. مون کي اميد آهي تہ مون کي هن هائوس مان مثبت جواب ملندو ۽ مان سينيٽر حضرات سان گڏوگڏ پاڪستان جي عوام کي اپيل ٿو ڪريان تہ توهان اسان جو نقطہ نظر سمجهو ۽ اسان کي نفرت جي نگاهہ سان نہ ڏسو. اردو جي اخبار جنگ پڙهڻ سان پنهنجو ذهن نہ ناهيو جهڙيءَ طرح آمريڪا جي پريس يهودي ڪنٽرول ۾ آهي. ان طرح هِتان جي پريس بہ ڪنٽرول هيٺ آهي. مون کي خبر آهي تہ اڄ منهنجو بيان ڪجهہ بہ نہ ايندو پر ڪا ڳالهہ ناهي. مون پنهنجي دل جي ڳالهہ ڪئي آهي. جيڪڏهن اهي فيصلا ايوانن ۾ نہ ٿيندا ۽ فيصلا نفرت جي بنياد تي ٿيندا تہ پوءِ سياڻي اسان انهن ايوانن ۾ نہ هونداسين۔ نہ هونداسين.

(اعجاز علي جتوئيءَ جي سينيٽ ۾ 5 آڪٽوبر 1989ع تي ڪيل تقرير)



# بهارين جي مسئلي تي ڪيل تقرير

جناب چيئرمين!

اسين اِهي ماڻهو آهيون جيڪي بهارين جي خلاف آهن. اسين اِهي ماڻهو آهيون، جن پنجاهہ سيڪڙو مهاجرن کي جڏهن هو انڊيا کان لڏي آيا هئا تہ قبول ڪيوسين، انهن جي لٽيل قافلن کي قبول ڪيو هئوسون ۽ اسان ماڻهو Patriot آهيون ۽ هي اُهي ماڻهو آهن جن پنجابين کي ماريو پختونن کي ماريو ۽ سنڌين کي پنهنجي سرزمين تي ماريو. اسين ميزبان آهيون، اسان کي حق آهي تہ اسين ڪنهن بي ايمان کي هتي رهڻ ڏيون يا نہ رهڻ ڏيون. آئون انهن کي چوڻ چاهيان ٿو تہ توهان جيڪڏهن هتي چاليهن سالن تائين مهاجر بڻجي رهندؤ تہ توهان سان Treatment اِهائي ٿيندي جيڪا هڪ مهاجر سان ٿيندي آهي. انهن جي ڪيمپ ۾ جڳهہ آهي، انهن جي ڪنهن زمين تي جڳهہ ناهي، توهان اسان کي اقليت ۾ تبديل ڪرڻ چاهيو ٿا، توهان اسان جي زبان خلاف ڳالهائڻ چاهيو ٿا، ان ڪري اسين توهان جي خلاف آهيون. توهان پختونن، پنجابين ۽ سنڌين جي خلاف هتي هڪ ويا ڦهلائڻ چاهيو ٿا. هتي البدر الشمس جهڙيون تنظيمون قائم ڪرڻ چاهيو ٿا، توهان هتي هڪ ٻيو بنگلاديش چاهيو ٿا.... آئون ان جي مخالفت ڪريان ٿو ۽ انهن کي ٻڌائڻ چاهيان ٿو تہ توهان ياد ڪيو 1947ع جو اِهو زمانو جڏهن توهين هتي آيا هئا. ان کانپوءِ 1947ع ۾ جڏهن هي ملڪ اسان جي قربانين کانپوءِ ٺهيو تہ ان وقت Original Plan ۾ نہ هئو. Some how هي بهاري جن جو تعلق دراصل بهار سان هئو انهن پنهنجي مرضيءَ مطابق مشرقي پاڪستان جي چونڊ ڪئي ۽ اُتي سيٽل ٿي ويا.

جناب والا! جڏهن هي ماڻهو اُتي پهتا تہ انهن جي ڪُل آبادي ان وقت جي مشرقي پاڪستان ۾ ۽ موجوده بنگلاديش جي آباديءَ جي ڪُل آباديءَ جي 2 سيڪڙو برابر هئي ۽ ان کانپوءِ بہ سيڪڙو جي آبادي جيتري قدر مون

ڪي خبر آهي 98 سيڪڙو بنگالين کي چوندي رهي تہ توهان کي اسان جي زبان Adopt ڪرڻي پوندي، توهان کي اسان جي ثقافت Adopt ڪرڻي پوندي. مان توهان جو ڌيان 1940ع جي ان ٺهراءَ ڏانهن ڇڪائڻ چاهيان ٿو جيڪو آل انڊيا مسلم ليگ طرفان پاس ڪيو ويو هئو جنهن ۾ جناب قائداعظم محمد علي جناح خود تشريف فرما ٿيا هئا. ان ڪانپوءِ عرض ٿو ڪريان تہ 1940ع جي ٺهراءَ مطابق بہاريو مون کي تہ ڇا مائيگريشن جو بہ ٺهراءُ هو؟ قائداعظم محمد علي جناح جي حوالي سان يا ان وقت جي مسلم ليگ جي ٺهراءَ ۾ اِهو ڪٿي موجود هئو تہ ايڏي وڏي تعداد ۾ لڏپلاڻ ڪئي ويندي؟ ان ڪانسواءِ جيڪي بهاري اُتي Settled ٿيا هئا، اُهي ايسٽ پاڪستان ۾ 18 سال تائين اُتي رهيا. اُنهن اُتي ڇا نہ ڪيو..... هاڻي Open secret کي Deny ڪيو انهن اُتي مقامي آباديءَ کي ان حد تائين پهچايو جو آئون سمجهان ٿو تہ اڄ هِن هائوس ۾ ڪو هي چوي تہ Bengali were liability on Pakistan، تہ اِهو مناسب نہ ٿيندو. اُهي ايترائي محبِ وطن هئا جيترا مغربي پاڪستان وارا هئا. انهن کي مجبور ڪيو ويو انهن جي زبان کان انڪار ڪيو ويو، انهن جي ثقافت کان انڪار ڪيو ويو، انهن جي صوبائي حقِ حڪمراني کان انڪار ڪيو ويو، ان جي باوجود هو توهان سان گڏ هئا ۽ 1971ع ۾ مجبور ٿي هو توهان کان الڳ ٿي ويا. هيءَ هڪ حقيقت آهي، ان کان توهان انڪار نہ ٿا ڪري سگهو. تاريخ، تاريخ رهندي، هيءَ تاريخ ڪٿي بہ رهي، توهان جناب، تاريخ کان انڪار نہ ٿا ڪري سگهو. هي چئي ڇڏڻ تہ بنگالي اسان مٿان Liability هئا، غلط آهي. اهڙيءَ طرح سان بين غريب صوبن کي بلوچستان جي متعلق بہ چئي سگهجي پيو تہ غريب Province آهي، سنڌ بہ غريب Province هئو.

جناب! ڳالهہ هيءَ آهي تہ پنهنجي مرضيءَ سان هو اُن صوبي ۾ آباد هئا، جيڪو پاڪستان جو هڪ حصو هئو پنهنجي مرضيءَ سان 18 سالن تائين، جيستائين پاڪستان بنگلاديش نہ بڻيو هئو اُتي رهيا ۽ انهن مشرقي پاڪستان جي شهرين جي حيثيت ۾ مشرقي پاڪستان ۾ Science ۽ Jobs وغيره جون جيترين سهولتون هر پاڪستاني کي حاصل هيون، اُهي هنن Enjoy ڪيون. هو اڄ ڪيمپن ۾ ڇو آهن؟ ان جو ڏک اسان کي بہ آهي، پر مان جڏهن پاڪستان ۾ اچڻ بابت ان جي مخالفت ڪري رهيو آهيان تہ ان

جا ڪي سبب آهن. انهن سببن متعلق ٻيهر ڳالهه 1947ع کان شروع ٿو ڪريان. ڀارتي مشرقي پاڪستان ڏانهن ويا هئا ۽ ٻيا مهاجرين مغربي پاڪستان ۾ آيا.

جنابِ والا! هيءَ به هڪ تاريخ آهي، جڏهن هو هِتي آيا ته ڪنهن به صوبي انهن کي رکڻ يا انهن کي قبولڻ کان انڪار نه ڪيو. ان حوالي سان مهاجرين مشرقي پنجاب کان آيا، هو زبان جي حوالي سان پنجاب ۾ Settle ٿي ويا. ها، هڪ صوبو هئو پنجاب، جنهن مان سمجهان ٿو ته 40 سيڪڙو جي لڳ ڀڳ Refugees قبول ڪيا. اِها به هڪ تاريخ آهي، ٻيو صوبو هئو سنڌ، جنهن 55 سيڪڙو کان مٿي Refugees قبول ڪيا. ان بنياد تي ته سنڌ پاڪستان جو حصو هئو جنهن تي اسان کي فخر آهي. اسين پاڪستان جي اسٽيٽ هئاسين ۽ اسان کي ان تي به فخر آهي ته انشاءَالله تعاليٰ پاڪستان قيامت تائين قائم رهندو ۽ منهنجو لاش هن ملڪ ۾ دفن ٿيندو. هڪ پاڪستاني جي حيثيت سان اسان کي ڪنهن سرٽيفڪيٽ جي ضرورت ناهي، اسين پاڪستاني آهيون، پاڪستان ۾ پيدا ٿيا آهيون ۽ پاڪستان ۾ ئي دفن ٿينداسين، پر ظاهر آ ته ان وقت به هِن خطي ۾ مختلف قومون آباد هيون، انهن جي پنهنجي زبان هئي، انهن جي پنهنجي تهذيب هئي، انهن جو پنهنجو تمدن هئو ۽ انهن گڏجي ڪري هِن ملڪ کي جنم ڏنو......

مان پڇڻ ٿو چاهيان جناب والا! ته اِهي مهاجر جيڪي انڊيا مان آيا هئا، ٻهرين ڳالهه هيءَ آهي ته تضاد آهي، عجيب Controversy آهي. ايتري قدر به چيو ويو آهي ته هي ڪو منصوبو نه هئو ته ايڏي وڏي تعداد ۾ لڏپلاڻ هڪ زون کان ٻي زون ڪئي ويندي. بهرحال، اُهي پاڻ سان ڇا کڻي آيا؟ جيڪڏهن انهن جو ايترو گهڻو Influence هئو ايترو ته مڃون ها، جڏهن انڊيا جو ڪو پارٽ الڳ ڪري پاڪستان ۾ شامل ڪن ها ته پوءِ اسين مڃون ها ته ٺيڪ آ. هنن پنهنجي زمين به آندي آهي، پنهنجي تهذيب به آندي آهي، پنهنجي زبان به آندي اٿن، پنهنجي ثقافت به آندي اٿن، ڇوته اِهي سڀ شيون زمين مان جنم وٺنديون آهن. قومون هوائن ۾ نه نهنديون آهن.

جناب! قومون، ثقافت ۽ زبان زمين مان پيدا ٿينديون آهن. ان حوالي سان جيڪي مهاجر هتي آيا ته 47ع ۾ ٻهارين اُتي گڙٻڙ شروع ڪئي. ان

صورتحال ۾ تہ هو ان صوبي جو جن انهن کي پناهہ ڏني، انهن جي مسلسل خلاف رهيا. انهن جي تهذيب کان انڪار ڪيائون، انهن جي زبان کان انڪار ڪيائون.... ايستائين جو جڏهن اسان شاگرد هئاسين ۽ شاگردن جي حقن جي ڳالهہ ڪرڻ لاءِ ٻاهر نڪرندا هئاسين تہ گورنمينٽ کان پهريان اسان جا هي ڀائر اسان کي گهٽيندا هئا. ايئن لڳندو هئو ڄڻ اسين ڪائنئن مطالبو ڪري رهيا آهيون تہ هي اسان جون ڊمانڊز آهن، هي اسان جون Grievances آهن. ان کان پوءِ چاليهہ سال مان سمجهان ٿو تہ هڪ تمام وڏو عرصو آهي، جناب! چاليهن سالن ۾ ڪيترين قومون ڪٽي پهتيون، توهان دنيا جي هسٽري پڙهي ڏسو هتي جناب! جيڪي مهاجر انڊيا کان آيا، انهن Merge ٿيڻ جي ڪوشش ئي نہ ڪئي. پنجاب کان بہ ماڻهو هتي آيا، Barges جي حوالي سان فرنٽيئر کان هتي آيا مزدوري جي حوالي سان. مون کي توهان بہ حوالو ڏيو. انهن ٻنهي قومن جا نمائندا، ٻيهي هي چون تہ سنڌ ۾ هو الڳ قوميتون آهن. مان سمجهان ٿو تہ Time factor گذرڻ سان گڏوگڏ هو اُتي Merge ٿي ويون، مون کي ذاتي طور خبر آهي. اسان جي دادو ضلعي ۾ ڪيترا خاندان اهڙا آهن، جيڪي پنجاب کان Borages جي حوالي سان آيا آهن، جيڪي سرحد مان مزدوري جي حوالي سان آيا آهن، ٻيلا ڪٽي رهيا آهن. مان سمجهان ٿو تہ اِهي شخص اسان جي زبان ڳالهائن ٿا، هو اسان سان پيار ڪن ٿا، پر هي اسان جا حضرات ايستائين جو انهن کي اسان جي زبان کان بہ نفرت آهي، اسان جي رهڻ سَهڻ کان بہ کين نفرت آهي. چاليهن سالن ۾ هڪ منٽ لاءِ بہ هو ان پروسيس ۾ نہ آيا تہ اسين پاڪستان ۾ آيا آهيون، اسينَ سنڌ ۾ رهون ٿا، اسان کي سنڌي زبان اپنائڻ گهرجي.

هي 73ع جي آئين ۾ شق موجود هئي. پيپلز پارٽي جا دوست ويٺا آهن. هتي مون کي ڪائونٽر ڪن. هي شق موجود هئي تہ ڏهن سالن جي عمل ۾ سنڌي زبان کي قومي زبان بڻايو ويندو. اِها ان لاءِ رکي وئي هئي تہ ڏهہ سال کين ڏنا ويا هئا تہ توهان ڏهن سالن ۾ سنڌي زبان اپنائيندؤ. ٿيو ڇا؟ انهن جڏهن شاگرد هئا، سنڌي جي هڪ اختياري پرچي کي ڦاڙي ڇڏيو. اختياري مضمون سنڌيءَ ۾ ونڻ لاءِ تيار نہ هئا. جنابِ والا! جيڪي حضرات اڄ بہ تمام وڏا صنعتڪار آهن، انهن کي ياد ڏيارڻ چاهيان ٿو تہ جناب، توهان پاڻ سان گڏ ڪجهہ نہ کڻي آيا هئوَ اڄ وڏا صنعتڪار آهيو وڏو

نانءُ آهي انهن جو اسين انهن کي پليڪار چئون ٿا. هو اسان جا پائر آهن، اسان کين پليڪار ڪيو پر جنابِ والا! مان توهان کي هيءَ ڳالهه واضح طور تي چوان ٿو ته اج جي سنڌ جي مخصوص حالتن ۾ مان توهان کي Facts and Figures جي حوالي سان ٻڌايان ٿو ۽ آئون انصاف گهُرڻ چاهيان ٿو هِن رياست کان، ڇوته هي Consist ڪري ٿو چئني صوبن جي نمائندن تي، جيڪي فيڊريشن ۾ ان جي نمائندگي ڪري رهيا آهن. جي توهان انصاف نه ڏنو ته خدا تي منهنجو ڀروسو آهي، هو ضرور انصاف ڪندو. مون کي ٻڌايو ته 47ع کان پوءِ سنڌ ۾ جيڪي عجيب تبديليون آيون آهن، ڪهڙي قانون، ڪهڙي آئين جي تحت آيون آهن ته پنجاب ۾ اردو ڳالهائيندڙ 47ع ۾ 4 سيڪڙو پنجاب ۾ پنجابي ۽ سرائيڪي ڳالهائيندڙ 94 سيڪڙو. هي نوٽ ڪرڻ جي ڳالهه آهي جناب! پشتو هندڪو وغيره ملائي 76 سيڪڙو سنڌي 80 سيڪڙو بلوچي وغيره 55 سيڪڙو ۾ اچي ٿي ويا. هاڻ اچون ٿا فرنٽيئر ڏانهن. فرنٽيئر ۾ پنجابي ۽ سرائيڪي ڳالهائيندڙ 6 سيڪڙو پشتو هندڪو وغيره 75 سيڪڙو آهن، ڇوته اتي پشتون آباد آهن. هنن جي پنهنجي زمين آهي، اتي مائيگريٽ ٿي نه آيا آهن، هو اتي آباد آهن. ان کان پوءِ سنڌي ڳالهائيندڙ 8.29 سيڪڙو ۽ بلوچي 56.99 سيڪڙو آهن.

هاڻي مان اچان ٿو جناب سنڌ ڏي، جنهن بنياد تي مان ڪنهن به انٽرنيشنل رفيوجي کي اپوز ڪندس. سنڌ جون حالتون جناب هي آهن ته هتي 22.6 سيڪڙو اردو ڳالهائيندڙ پنجابي ۽ سرائيڪي ڳالهائيندڙ 69.2 سيڪڙو پشتو 3.6 سيڪڙو سنڌي ڳالهائيندڙ 51.4 سيڪڙو آهن. هاڻي جناب، آئون توهان جو ڌيان ڏيارڻ چاهيان ٿو. آئون فيڊريشن ۾ رهندي پنهنجا حق گهُران ٿو ته مون سان گڏ ان عمل سان گڏ بقايا ڏهن سالن ۾ اسين اقليت بڻجي ويندا سين، منهنجي تهذيب، منهنجي زبان، منهنجي ثقافت خطري ۾ آهي. مان دانهون ڏيان ٿو حڪومت کي ته خدارا! توهان منهنجي ثقافت، منهنجي زبان، منهنجي تهذيب سان نه کيڏو. مون کي مجبور نه ڪريو ته مان ڪنهن اهڙي مقام تي وڃي پهچان جو........ دنيا جو ڪوئي آئين هيءَ اجازت نه ٿو ڏئي ته ڪنهن جي زبان، ڪنهن جي ثقافت کي تباهه،

تهس نهس ڪيو ويجي. مان هي سمجهان ٿو تہ هي انسانيت سان تمام وڏو مذاق آهي.

مان پاڪستان ۾ بحيثيت سنڌي رهڻ پسند ڪندس، بحيثيت ريڊ انڊين رهڻ پسند نہ ڪندس. آمريڪا جو هڪ Process آهي، جنهن تحت اتي جا اصل آباد باشندا هئا، انهن کي اهڙي طرح مٽايو ويو. ڪولمبس جي Invasion کانپوءِ اتي هاڻي Festival ٿيندا آهن، يعني فلم ڏسو تاريخ جو Festival ٿيندو آهي، ريڊ انڊينز وٽ توهان ڏسو هي ويچارا ريڊ انڊين جيڪي هن ڌرتي جا اصل وارث هئا، انهن جو اٽڻ ويهڻ، انهن جون روايتون ۽ انهن جي ثقافت اهڙيءَ طرحَ جي هئي. جنابِ والا! اسين موت تہ پسند ڪنداسين، پر هي Festival ڪرائڻ پسند نہ ڪنداسين. هڪ حد ٿيندي آهي هر شيءِ جي. آخر اسان ڪاڏي وڃون؟ هن ايوان ۾ انصاف نہ مليو تہ جيڪا نيشنل اسيمبلي آهي، ان کان هيٺيون ايوان صوبائي اسيمبليون آهن. جيڪي چون ٿا تہ جي هي تہ فيڊريشن جو آفيسر آهي. اڄ جڏهن منسٽر صاحب چيو تہ مان گورنمينٽ آف سنڌ کي چوان ٿو. جڏهن اسين گورنمينٽ آف سنڌ ۾ پيش ڪرائينداسين تہ هو چوندا، جي نہ، هي تہ فيڊريشن جو معاملو آهي، توهان ان کي سينيٽ ۾ کڻي وڃو چوتہ پاليسيون تہ اُتي ٺهنديون آهن، اسان تہ صرف Implement ڪندا آهيون.

جنابِ والا! هِن ملڪ جي خاطر مان اڄ جيڪڏهن اتي بيهي هيءَ ڳالهہ ڪريان ٿو توهان جي سامهون، خدارا، ان تي توجهہ ڏيو. هي وڏو حساس مسئلو آهي، چوتہ جناب، سنڌ ۾ آبادي ۾ تبديليون اچي ويون آهن. هِن جي مثال بہ آهن. توهان کي ٻڌائڻ چاهيان ٿو وري ڏسو تہ منهنجي ڪيس ۾ آهي يا ناهي. پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ سنڌ صوبي جي آبادي 1947ع ۾ 40 لک هئي، 95 سيڪڙو سنڌي ۽ 5 سيڪڙو غير سنڌي ۽ مان توهان کي هي بہ ٻڌايان ٿو تہ انڊين پريزيڊنسي بمبئي کان جڏهن اسين ماڻهو الڳ ٿيا هئاسين، ان جو سبب هئي، ان لاءِ هڪ وڏي جدوجهد ڪئي وئي هئي. سر غلام حسين جڏهن هي ڪيس Plead ڪيو هو ان ۾ باقاعدي نوس دليل ڏنا ويا هئا تہ جناب، اسان جي ثقافت، اسان جي تهذيب، اسان جي زبان خطري ۾ آهي، انڪري هاڻي اسين بمبئي پريزيڊنسي ۾ نہ ٿا رهي سگهون. نتيجي ۾ سؤ سالن جي جدوجهد کانپوءِ سنڌ، بمبئي پريزيڊنسي کان الڳ ٿي هئي ۽ ان

پنهنجو مقام حاصل ڪيو. ان سان گڏوگڏ جناب توهان کي عرض ٿو ڪريان تہ 1947ع ۾ سنڌ جي آبادي 40 لک هئي. اها اهڙيءَ طرح وڌي آهي جو 1951ع تائين اها 60 لک، 45 هزار تائين پهتي. 1951ع کان 1961ع تائين هي مردم شماري جي فگرز توهان کي ٻڌائي رهيو آهيان، اها مون نہ ناهي آهي، هي ڪتاب مان ڪنفرم ڪري سگهجي ٿي. 73 لک 63 هزار 1961ع کان 1982ع ۾، اِها سوا بہ ڪروڙ تائين پهچي چڪي هئي.

هاڻي توهان ڏسو تہ سنڌ جي مخصوص حالتن ۾ گذريل يارهن سالہ دؤر ۾ ٿي الڳ ٿو ڪريان. هڪ Stage Democratic System هئو انن سالن تائين هڪ جابر ڊڪٽيٽر هِن ملڪ تي حڪمران رهيو جيڪو رات جو خواب ڏسندو هئو ۽ صبح جو اِهو آرڊيننس ٺهجي ويندو هئو. اسان هتي بار بار چيو تہ جناب، سنڌ جون حالتون خراب آهن، سنڌ جون حالتون سنئيون ناهن، توهان ان تي ٿورو ڌيان ڏيو. اُنهن ڪيو ڇا؟ انهن اِهو ڪيو جو جڏهن جوڻيجي صاحب جي چونڊيل حڪومت جنهن سان منهنجا اختلاف رهيا پر اختلاف براءِ اختلاف نہ هئا، مخالفت براءِ مخالفت نہ هئي، بلڪ اِهي اصولن تي اختلاف هئا. هُن کي وزيراعظم بڻايو سنڌ کي ڇا مليو؟ ڏسو اُنهن اسان کي ڪهڙو تحفو ڏنو؟ جناب، مرڪز کان هڪ جنرل رحيم الدين خان گورنر سنڌ بڻايو ويو. ظلم جي انتها ڏسو! غوث علي شاهہ جيڪو ايم پي اي نہ هئو ان کي چيف منسٽر بڻايو ويو. سنڌ کان ڪهڙي طرح حساب ورتو پئي ويو آئون اڄ جي سرڪار کي متنبہ ٿو ڪريان هِن هائوس جي توسط سان، توهان جي معرفت، تہ جنابِ والا! توهان کي سنڌ جي ووٽ جي ڪري هتي وزارتِ اعظميٰ ملي آهي ۽ مان توهان تي هي واضح ڪرڻ چاهيان ٿو تہ سنڌ جون حالتون صحيح ناهن. هي جو توهان پيپلز پارٽي- ايم ڪيو ايم ناهہ ڪيو آهي، ان کي شايع ڪرايو تہ سنڌ جي بدنصيب عوام کي پتو پئي تہ هتي سودي بازي ڪهڙي طرح ٿيندي آهي.

اسان کي خبر آهي تہ توهان ٽيڪنيڪي زبان استعمال ڪئي آهي ان معاهدي ۾ اِهو ڪراچي ڊڪلئريشن جنهن کي توهان چوندا آهيو ان ۾ چيو ويو آهي تہ جيڪي پاڪستاني ٻاهر ڦاٿل آهن، انهن کي اسين پاڪستاني شهريت ڏيئي، هتي وٺي ايندا سين. آئون توهان کي ٻڌايان ٿو جناب، تہ هي بهاري ڪنهن Motive جي تحت هتي اچي رهيا آهن. هتي

اڇي هي امن امان کي تهس نهس ڪندا، سنڌ کي گهرو ويڙهه ۾ ڌڪي ڇڏيندا، هتي ڪا شيءِ نه بچندي، جڏهن هِن ملڪ جو اهم صوبو اڌ صوبو جلندو رهندو ته هي پورو ملڪ نه بچي سگهندو. انڪري اسين ان جي مخالفت ڪري رهيا آهيون. خبر ناهي ڪيترا ”را“ جا ايجنٽ آهن، انهن جي ته Tradition رهي آهي، Tendency رهي آهي الفتح ۽ البدر جي، انڪري اسين انهن کي سنڌ ۾ گهُرائڻ پسند نه ڪنداسين.

سنڌ سراپا احتجاج بڻيل آهي. عورتون، ٻار پڻ ٻاهر نڪري جلوس ڪيڍي چڪا آهن. متي اگهاڙيون عورتون نڪري پيون، لاڙڪاڻو شهر ۾ وزيراعظم صاحبه کي آئون ياد ٿو ڏيارڻ ته توهان جي شهر ۾ بغير رَوَن جي عورتون نڪري پيون هيون. انهن جلوس ڪڍيا ۽ انهن چيو پئي ته جيڪڏهن بهاري آندا ويا ته اسين پوءِ توهان سان گڏ ناهيون. انڪري توهان کي واسطو ڏيئي چوان ٿو ته سنڌ جي مخصوص حالتن تي سوچيو، انهن کي سمجهو ۽ پوءِ فيصلو ڪريو.

You are not son of the soil, I am son of the soil. هي منهنجو حق آهي ته مان ڪنهن کي رکان ۽ ڪنهن کي ڪيان. جيڪڏهن ڪو هتي آباد به آهي ته به اِهو حق منهنجو آهي، ته مان ڪنهن جي خلاف Complain ڪريان.

جناب! آئون توهان سان تعاون ڪرڻ لاءِ تيار ناهيان، ڇوته ڪراچيءَ ۾ توهان جي سامهون ٿو چوان. چون ٿا ته ڇا ڪريون؟ هو ورڪر آهن، هو اسان جي ڪنٽرول ۾ ناهن! هو جناب ڇا ڪندا آهن اسان جن معزز پروفيسرن سان؟ ۽ اتي جيڪي نوجوان تعليم پرائي رهيا آهن، اُنهن سان وڙهن ٿا. ان ڪان وڌيڪ مان توهان کي ٻڌايان ٿو اج مان هِن هائوس ۾ ته ڏڪي رهيو آهيان، شاهه جي رسالي کي مان، ان تي مان وڌيڪ ڇورڻ نه ٿو چاهيان، ڇوته ٿي سگهي ٿو ته ڪتي Provoke ڪيو ويو آهي شاهه جو رسالو جنهن اسان کي ڇا ڇا نه سيکاريو آ. ان ۾ جناب بين الاقوامي دُعا آهي، عوامي سطح تي دُعا آهي، ان شاهه جي رسالي جي توهين ڪئي وئي، بي عزتي ڪئي وئي، جيڪو تهذيب سان جُڙيل آهي، جيڪو سنڌي زبان سان جُڙيل آهي. آئون چوان ٿو سينيٽ جي ڪميٽي هلي، مان حلفيه بيان ٿو ڏيان، توهان هلو قرآن شريف کڻايو اسان جي ڳالهه ثابت نه ٿئي ته توهان

مون کي هِن فلور تي ڦاسي ڏيئي ڇڏيو. بلڪل توهين ڪئي وئي آهي. پيپلز پارٽي وارن کي آئون ياد ٿو ڏياريان تہ جنابِ والا! توهان بليڪ ميل ٿي رهيا آهيو ايترو بليڪ ميل نہ ٿيو. منهنجون تمنائون آهن. آئون دلي طور تي چاهيان ٿو تہ خدا ڪري توهان جي حڪومت هلي. هي جمهوري ادارا آهن. اسين چاهيون ٿا تہ هلو. اِن جو مطلب هي ناهي تہ توهان هڪ ننڍي گروپ، جنهن توهان کي تيرنهن ووٽ ڏنا آهن، انهن کان ڊڄي، بليڪ ميل ٿي، توهان اتي وڃي Surrender ڪريو.

توهان کي سنڌ جي مفادن جو خيال رکڻو پوندو ڇوتہ توهان کي اهڙي قسم جو مينڊيٽ ڏنو ويو آهي. هي مينڊيٽ تبديل بہ ٿي سگهي ٿو. اينڊڙ چونڊون اهڙي طرح نہ ٿينديون، جهڙيءَ طرح توهان سمجهي رهيا آهيو. جيڪڏهن انهن اشوز تي توهان ڪابہ سوديبازي ڪئي تہ اسين پوائنٽ آئوٽ ضرور ڪنداسين.

جناب! مونکي ڪافي ڳالهائڻو هئو پر وقت گهٽ آهي. هِن هائوس جي سامهون خدا جو واسطو وجهان ٿو تہ اسان سان انصاف ڪريو. اسان سان جيڪي ناانصافيون ٿيون آهن،اِهي توهان ختم ڪريو ڇالاءِ تہ توهان پنجابين، سنڌين، بلوچن، پٺاڻن پنهنجون زمينون ڏيئي ملڪ ناهيو آهي، اسان ڪجهہ نہ ڪجهہ Provide ڪيو آهي، اسان ڪجهہ نہ ڪجهہ قربانيون ڏنيون آهن. مان توهان کي اپيل ٿو ڪريان تہ خدا جي واسطي منهنجي ڪيس کي سمجهو ان کي ڪوئي صوبائي تعصب يا ٻي ڪا شيءِ نہ سمجهو. تمام گهڻي مهرباني.

(اعجاز علي جتوئيءَ جي سينيٽ ۾ 14 فيبروري 1989ع تي ڪيل تقرير)



# مضمون ۽ ڪالم



اعجاز جتوئي فريدآباد ۾ ٻوڏ جي متاثرين ۾
امدادي چيڪ ۽ سامان ورهائيندي



اعجاز علي جتوئيءَ جي جنازي نماز ۾ اڳوڻو وزيراعظم محمد نواز شريف،
شهباز شريف، غوث علي شاهه ۽ اڳوڻو گورنر معين الدين حيدر ۽ ٻيا



وفاقي وزير لياقت علي جتوئي، انجنيئر ظفر علي جتوئي، ايم پي اي صداقت علي جتوئي
۽ نذير سومرو، مرحوم اعجاز علي جتوئيءَ جي مزار تي فاتحه پڙهندي



اعجاز علي جتوئيءَ جي مزار تي سندس ڀائر صداقت علي جتوئي، ولايت علي جتوئي،
پٽ ڏٽي بخش جتوئي ۽ ٻيا فاتحه پڙهندي

# ڪارونجھر ۾ مينھن وساڙو

عبدالواحد آريسر

اج آءٌ هڪ اهڙي ماڻھوءَ جو ذڪر ڪرڻ چاهيان ٿو جيڪو ماڻھو تاريخ جي وهڪري ۾ بي رحم جبر منهنجي ويجھو آندو ۽ اسين دوست بنجي وياسين: نہ تہ اهو ڪٿي ممڪن آهي تہ هڪ اهڙو ماڻھو جيڪو سنڌ جي نامور سنڌ دوست ۽ بهادر سياستدان جو پٽ ۽ ناز نعمت ۾ پليل ماڻھو مون جهڙي ٿري ماڻھو جنھن جو ڪوبہ سياسي، سماجي ۽ مالي پسمنظر نہ هجي، ان سان ويجھڙائپ ۽ لاڳاپا قائم ڪري. اها صرف سنڌ ڌرتيءَ سان محبت ۽ ان جي پاڻ پرائيءَ واري تڙپ هئي، جنھن اسان کي ويجھو آندو. منهنجو مطلب اعجاز جتوئي آهي، جيڪو قدآور جسم جو مضبوط ارادي جو اٽل، جرئتن جو ڪيرٽر ۽ دادوءَ جي گرميءَ ۾ رجڻ کان انڪار ڪندڙ ماڻھو هو. ٻئي طرف آءٌ جنھن کي نہ قد نہ بت، شڪل نہ صورت، علم نہ ادب، پر دل ۾ صرف هڪڙو شعلو جيڪو سنڌ دشمنن کي ناس ڪرڻ لاءِ هميشہ جلندو رهندو ۽ اڃا تائين جلي رهيو آهي.

آءٌ پنهنجي سماجي پسمنظر جي ڪري وڏيرن ۽ وڏن ماڻھن کان هميشہ ٿهندو رهيو آهيان، پر ٻيٽي جي عبدالحميد جتوئي ۽ ان جي پٽ اعجاز جتوئيءَ سان سائين جي.ايم.سيد جي معرفت جڏهن ويجھڙائپ ٿي، تڏهن مون محسوس ڪيو تہ جاگيردار ۾ جڏهن قومي ايگو Ego پيدا ٿيندو آهي تہ هو ڏاهر، دريا خان ۽ عبدالحميد جتوئي بنجي ويندو آهي، ۽ آءٌ سمجھان ٿو تہ عبدالحميد جتوئي جو ايگو ان جي پٽ اعجاز جتوئيءَ جي ذهن ۾ ٺيڪ منتقل ٿي سگھيو.

هي جسامت ۾ ڪارونجھر هو پر من ۾ مينھن وساڙو هو ۽ مون سنڌ ۾ شايد ئي اهڙو ڪو وڏو ماڻھو ڏٺو هجي، جيڪو قومي اتحاد جي جلسن ۾

جهولي جهلي چندو وٺندو هجي تہ غير ملڪي امدادن بدران سنڌي ماڻهن جي ڪيسي مان نڪتل هڪ روپيو بہ سنڌ جي سينڌ سنواري سگهي ٿو. افسوس سان مون کي اڄ ظاهر ڪرڻو پوي ٿو تہ جڏهن هو منهنجي دعوت تي عمرڪوٽ ۾ رئيس عبدالحميد سان گڏ آيو ۽ مون کيس منع ڪئي تہ هتي جهولي جهلڻي ناهي، ڇوتہ هي ماڻهو جيڪي گڏ ٿيا آهن، اهي صرف منهنجي ان جذبي ڪري گڏ ٿيا آهن، جو مون تر جي ماڻهن کان چندي ۾ هڪ روپيو بہ ناهي گهريو ۽ هن منهنجي اها گذارش قبول ڪئي ۽ اتي جهولي نہ جهلي وئي. پر ٻئي ڏينهن پيءُ پٽ جلسي جي ڪاميابيءَ کان ايڏا متاثر ٿيا هئا، جو هنن اسلام آباد ۾ وڃي اها ڳالهہ ڪئي تہ اسان قومپرستن لاءِ خطرناڪ شهر ۾ ايڏو وڏو جلسو ڏنوسين، جنهن ۾ جيترا مرد هئا، ايتريون مايون هيون.

اهو ذڪر مون پنهنجي ڪتاب ”اسان جيئڻ جيئي ڪو“ ۾ بہ ڪيو آهي. بهرحال دادو ضلعو جنهن لاءِ چيو ويندو هو تہ دادو وڏو يا دودو. جواب ملندو هو تہ دادو وڏو، ڇوتہ هو ڪيئي دودا پيدا ڪندو رهيو آهي، اڄ مون کي دادو، دودي کان نندڙو نظر اچي ٿو. سائين جي ايم سيد، عبدالحميد جتوئيءَ سان گڏ هو مينهن وسائڻ جهڙو ماڻهو اعجاز جتوئي بہ نہ رهيو. منهنجون اکيون اڃا بہ سن ۾ ٻيٺي ڏانهن ڏسندڙ آهن تہ ڪاش ڪوئي دودو پيدا ٿئي. بس آءٌ پنهنجي دوست لاءِ اهوئي چوندس تہ:

تم ڪيا گئي، روٺ گئي دن بهار ڪي!



# اعجاز جتوئي: سنڌ دوست شخص

## الطاف شيخ

ملائيشيا مان موٽڻ بعد هڪ ڏينهن علي نواز وفائي سان خبرون ڪندي مون چيومانس: اسين جي سنڌ ۽ ملائيشيا ۾ وڏيرڪو سسٽم آهي. اتي جا لوڪل ماڻهو بہ بنيادي طرح زراعت سان واسطو رکن ٿا پر اسان جي ۽ اتي جي سلطانن، وڏيرن ۽ سياستدانن جي اولاد ۾ وڏو فرق آهي. شايد اهو تعليمي سسٽم آهي، جيڪو هنن کي اسان کان مختلف ٿو ڪري. ملائيشيا جا وڏيرا، سلطان ۽ سياستدان نہ فقط پاڻ پر پنهنجي اولاد کي ملڪ جي سٺن اسڪولن مان پڙهائين ٿا. پاهر پڻ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ موڪلين ٿا. جتان هو سٺيون ڳالهيون ڏسي ۽ سکي اچن ٿا. هو محنت، انصاف ۽ جمهوريت جهڙين شين جو قدر ڪن ٿا. اسان جي سياستدانن کي بہ تعليم ڏي ڌيان ڏيڻ کپي.

وفائي طنزيہ مرڪندي چيو: ادا! ڪهڙيون ٿو ڳالهيون ڪرين. پنهنجو وڏيرو سياستدان اها شئي آهي جو هو ڪٿي آڪسفورڊ ۽ ڪئمبرج مان تہ ڇا پر سئنڊرسٽ مان پڙهي اچي تڏهن بہ سندس ذهنيت اها ساڳي ئي رهندي. وفائي ڪنهن حد تائين ڪٿي صحيح بہ هجي پر جيئن تہ پنج ئي آڱريون برابر نہ آهن تيئن ڪجهہ اهڙا ماڻهو (سياستدان وڏيرا) بہ آهن. جيتوڻيڪ فقط آڱرين تي ڳڻڻ جيترا. جن هن ظالماڻي نظام ۾ سماج ۾ تبديلي آڻڻ جي ڪوشش ڪئي. اعجاز جتوئي انهن مان هڪ هو جيڪو سنڌ جي ٽائيپ وڏيري سياستدان کان مختلف هو. هن جي سوچ مختلف هئي. بقول ڪاوش اخبار جي هڪ ڪالم نگار جي: هو (اعجاز) پنهنجن دوستن، ساٿين، همدردن ۽ غريب ماڻهن لاءِ نهايت شفيق هو. هو هڪ وڏي

سياستدان ۽ سماجي قربت رکندڙ پيءُ جو پٽ هئڻ جي باوجود هڪ عام قسم جو ماڻهو لڳندو هو. جنهن پنهنجي عملي سياست جي شروعات ۾ ئي جاگيرداري سماج جا بکيا اديڙي عام ماڻهو کي عزت ۽ مانُ مرتبو ڏنو ۽ جيڪو سياسي مخالفن لاءِ سخت سياسي زبان استعمال ڪرڻ بدران انهن لاءِ کين پنهنجو بنائڻ وارو ماڻهو هو.

اعجاز کي آءٌ تڏهن کان سڃاڻان جڏهن هو پنجن سالن جو هو ۽ پنهنجي والد رئيس عبدالحميد جتوئي سان گڏ ڪئڊٽ ڪاليج پيٽارو ۾ ايندو هو جتي سندس وڏو ڀاءُ لياقت جتوئي انين ڪلاس ۾ پڙهندو هو. ڪئڊٽ ڪاليج ڇڏڻ بعد لياقت سنڌ يونيورسٽي ۾ داخلا ورتي. آئون مئرين انجنيئرنگ لاءِ چٽگانگ بنگلاديش تڏهن مشرقي پاڪستان ۾ ويس. هڪ دفعو 1965ع جي موڪلن ۾ ڳوٺ آيس تہ دادو ۾ پنهنجي مامي (مظهر حسين گهلو) جي گهر ٻہ ڏينهن بہ رهيس، جتي اعجاز سان ملاقات ٿي. ان وقت هو ڏهن سالن جو هو ۽ شايد نواب شاهہ ۾ پڙهي رهيو هو. سندس والد صاحب مون کان مختلف اسڪولن ۽ ڪاليجن بابت پڇيو. هتي اها ڳالهہ لکڻ ضروري ٿو سمجهان تہ جتوئي صاحب کي پنهنجي ٻارن جي تعليم جو ڏاڍو اونو رهيو ٿي. اڄ هيتري تعليم عام ٿي وئي آهي، تڏهن بہ ڪيترا ڏسٽا وائسٽا ان ڏي ڌيان نٿا ڏين. وڏ ۾ وڏ ٻار کي اسڪول جي في ڏيو ڇڏين. ان بعد هو اتي ڇا پيو ڪري، اهو مانيٽر نٿا ڪن. جن ڏينهن ۾ اسين پيٽارو هئاسين، تن ڏينهن ۾ حيدرآباد کان اچڻ وارو رستو بہ صحيح نہ هوندو هو. جتوئي صاحب لياقت جو معلوم ڪرڻ لاءِ دادو کان پيٽارو ايندو هو ۽ نہ فقط استادن سان پر اسان شاگردن سان پڻ ملندو هو.

اعجاز سان دادو ۾ ملڻ بعد، منهنجي هن سان وري ملاقات پورن ٽيهن سالن بعد ڪراچي ۾ سندس گهر ٿي، جتي سندس والد صاحب علاج لاءِ آيل هو ۽ آئون کين پڇڻ لاءِ ويو هوس. اهي ٽيهہ سال ڪن جيڪي مون جهاز هلائيندي سمنڊ تي يا ڌارين ملڪن ۾ گذاريا. فقط اخبارن ۾ ئي اعجاز بابت پڙهندو رهيس يا ڪراچي پهچڻ تي لياقت کان معلوم ٿيندو هو. منهنجي دوست ڊاڪٽر سليمان شيخ ۽ مون کي خبر ناهي ڇو اعجاز ۾ ڪيتريون ئي خوبيون نظر آيون ٿي، جن ڪري هو اسان کي پيارو هو. هن ۾ وڏ ماڻهپي گهٽ يا نہ برابر هئي. غريبن سان گڏ رهڻ ڪري هن غربت ۽ بيروزگاري جي

عذاب کي سمجهيو ٿي. نرم دل ۽ همدرد قسم جو انسان هو. اعجاز جون ڪيترين ئي ڳالهيون ۽ سياسي قدم عوام ساراهيا ٿي. اڄ اعجاز جي جدا ٿيڻ تي ايئن لڳي ٿو تہ اهو نقصان نہ فقط جتوئي ڪٽنب لاءِ آهي پر اسان سڀني لاءِ آهي. اعجاز جو سنڌ جي ماڻهن سان عقيدت، محبت ۽ سچو عشق هو جيڪو نہ فقط سندس ڳالهين مان پر عمل مان بہ ظاهر ٿيو ٿي. اعجاز هن ديس جي ڏکويلن جي مدد ڪرڻ ۾ هميشہ خوشي محسوس ڪئي ٿي. سال 1988ع ۾ جڏهن سنڌ اندر نسلي تڪرار ٿيا هئا تہ هو گولين جي وسڪاري ۾ دهشتگردن جي ڪاڄ ٿيل ماڻهن جي مدد ڪندو رهيو. اهڙي طرح 1994_95ع وارين ٻوڏن ۾ هو چمڙي ساڙيندڙ اُس ۾ ننڊڙين ٻيڙين ۾ چڙهي ٻوڏ جي گهيري ۾ آيل ماڻهن کي اتي چانور ۽ سيڌو پهچائيندو رهيو.

اعجاز پنهنجي سياست جي شروعات سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس ڪان ڪئي ۽ پوءِ ايس اين اي تائين پهتو. ايس اين اي سنڌ جي قومپرستن جو تاريخي اتحاد هو ۽ اتي کيس اهم ذميواري ملي. اتان الڳ ٿيڻ کانپوءِ اعجاز پارلياماني سياست ڏي آيو. هو پهريون ڀيرو 1988ع ۾ سينيٽ جو ڇهن سالن لاءِ ميمبر چونڊيو ويو ۽ ٻيهر هن سال (1997ع) جي شروع ۾ مسلم ليگ جي ٽڪيٽ تي سينيٽر چونڊيو ويو هو. اعجاز کي جتي قومپرست حلقن ۾ وڏي عزت ۽ احترام جي نگاهہ سان ڏٺو ويندو هو اتي جمهوريت جي بحاليءَ جي جدوجهد سان تعلق رکندڙ سڀني حلقن ۾ سندس وڏو مان ۽ عزت هئي. مرحوم جي سياسي زندگي ڪيترن ئي اهم ڪمن ۽ ڪارنامن سان لاڳاپيل رهي. هن سنڌ نيشنل الائنس منظم ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو ۽ آمريت خلاف تحريڪن ۾ اڳيان اڳيان رهيو ۽ سماجي ڪمن ۾ بہ ڀرپور حصو ورتو خاص ڪري سنڌ جي بيروزگار نوجوانن جي بهتري ۽ ڀلائي لا هن محنت ۽ جفاڪشي سان ڪم ڪيو.

ان ڏينهن قومي اسيمبليءَ ۾ عبدالحميد جتوئي کليو کلايو چيو: سنڌ سان اسان جو عشق آهي. جيڪڏهن ڪير چوي ٿو تہ اسان سنڌ سان عشق ڇڏي ڏيون تہ ايئن قطعي نہ ٿيندو پوءِ ڀلي ڇا بہ ٿئي. بقول عوامي آواز 18 سيپٽمبر واري ايڊيٽوريل جي، جنهن سياستدان جو پٽ ڪنهن صوبي جو وڏو وزير هجي، ان طرفان اعليٰ ايوان ۾ اهڙي دعويٰ يقينن سنڌ جي عوام جو

منهن متي ڪري ڇڏي ٿي. آئون تہ اهوئي چوندس تہ نہ فقط پيءُ جو پر اعجاز جو پڻ سنڌ ۽ ان جي غريب ۽ ڏتڙيل عوام سان سچو عشق هو.

اعجاز 5 آڪٽوبر 1954ع تي ڄائو ۽ 16 سيپٽمبر 1997ع ۾ ٽيتاليهن سالن جي ڄمار ۾ آمريڪا جي ايريزونا رياست جي فونيڪس شهر جي اسپتال ۾ اسان کان جدا ٿي ويو. ڪيس ايترو جلد اسان کي ڇڏي ويڻ نٿي جڳايو.

( روزاني عبرت حيدرآباد 28۔ آڪٽوبر 1997ع ۽
روزانہ "عوامي آواز" ڪراچي۔ خميس 6 نومبر 1997ع)



# اعجاز علي جتوئي:
# سنڌ جو محبِ وطن سياستدان

آزاد انور ڪانڌڙو

اعجاز علي جتوئيءَ جي شخصيت، سنڌ جي سياست ۾ ڪنهن به تعارف جي محتاج نه آهي. هُن پنهنجي حياتيءَ جي عرصي دوران سنڌ ۾ سنڌي ماڻهن جي حقن لاءِ جيڪا جدوجهد ڪئي، ان کي ڪڏهن به وساري نه ٿو سگهجي، اهو سينيٽ جو ايوان هجي يا سنڌ جو ڪوئي بيو پليٽ فارم، اعجاز جتوئي هر محاذ تي سنڌ جي حقن لاءِ آواز اٿاريو. اڄ جڏهن هو اسان وٽ جسماني طور تي موجود نه آهي ته اسين محسوس ڪريون ٿا ته سنڌ پنهنجي هڪ وفادار مخلص، سچي دل سان پيار ڪندڙ ۽ حلالي پُٽ کان محروم ٿي وئي آهي.

اعجاز جتوئي وڏيرڪي ۽ زميندار طبقي جي خوشحال گهراڻي ۾ پيدا ٿيڻ باوجود ڪڏهن به ان طبقي جي مخصوص مفادن جو طرفدار نه رهيو. سندس سياست جو محور سنڌ هئي، هُن سنڌي ماڻهن جا مسئلا، سندن بهتري ۽ ڀلائي لاءِ سڄي زندگي جاکوڙيو. هونئن ته اعجاز جتوئي کي سياست ورثي ۾ ملي هئي، پر هن پنهنجي خانداني سڃاڻپ کان هٽي، پنهنجي ڌار ۽ نئين سڃاڻپ پيدا ڪرائي ۽ سنڌ جي ترقي پسند، جمهوريت پسند ۽ قومپرست حلقن ۾ پنهنجو الڳ تشخص پيدا ڪيو ۽ وڏو احترام حاصل ڪيو. ان ۾ سندس ڪردار، جدوجهد ۽ قربانين جو پڻ وڏو عمل دخل هو. سنڌ جي وڏيرڪي ۽ جاگيردارانه گهراڻن ۾ ڪيترائي ماڻهو آهن، جن کي سياست ورثي ۾ ملي آهي، پر تمام ٿورڙن ماڻهن نظرياتي حوالي سان پنهنجي الڳ سڃاڻپ پيدا ڪئي آهي. اعجاز علي جتوئي انهن چند ماڻهن مان هڪ هو.

اعجاز علي جتوئي ميهڙ تعلقي جي ڳوٺ ٻيٺي ۾ سنڌ جي برک سياستدان ۽ جهوني پارليامينٽرين عبدالحميد خان جتوئي جي گهر ۾ 5- آڪٽوبر 1954ع تي جنم ورتو. هن ابتدائي پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ حاصل ڪئي. مئٽرڪ نوابشاهه ۾ پاس ڪيائين. بعد ۾ وڌيڪ تعليم لاءِ نوابشاهه ۽ حيدرآباد ۾ پڻ پڙهيو. جڏهن تہ سنڌ يونيورسٽي مان گريجوئيشن ڪيائين. هن سياست جي شروعات نوابشاهه ۽ حيدرآباد ۾ پڙهڻ دوران ڪئي. نوابشاهه ۾ پڙهڻ دوران صدر ايوب خلاف هلندڙ تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتائين. شاگرد سياست ۾ پاڻ سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو باقاعدي ميمبر رهيو. جڏهن تہ ان کانپوءِ جيئي سنڌ تحريڪ جو همدرد بہ رهيو ۽ سرگرمين ۾ حصو ورتائين. هُن سياست جي باقاعدي شروعات 1987ع ۾ ضلعي ڪائونسل دادو جو ميمبر ٿيڻ سان ڪئي، جڏهن تہ ان کان اڳ 1983ع ۾ ضيائي مارشل لا واري دور ۾ ٿيندڙ بلدياتي چونڊن جو بائيڪاٽ ڪيو هئائين. پاڻ پاڪستان نيشنل پارٽي (پي- اين- پي بزنجو گروپ) جو ميمبر، ورڪنگ ڪميٽي جو ميمبر ۽ ان کانپوءِ سنڌ صوبي جو صدر پڻ رهيو. اعجاز جتوئي پي- اين- پي سنڌ جي صدر هئڻ واري عرصي دوران 1983ع ۾ ضياءَ آمريت خلاف ۽ جمهوريت جي بحالي لاءِ جدوجهد ۾ ڀرپور حصو ورتو. اعجاز جتوئي سياسي عمل ۾ مسلسل سرگرم رهيو. هو مختلف تحريڪن ۾ جيل وڃڻ کان وٺي آخر تائين سياسي ڪيسن کي منهن ڏيندو رهيو. اهڙي هڪ 1988ع ۾ داخل ٿيل ڪيس ۾ مٿياڻي ۾ سنڌ قومي اتحاد جي جلسي دوران تقرير ڪرڻ جي ڏوهہ ۾ ڪيس سندس ٻين ساٿين ناميااي سنڌ پرست دانشور ۽ قومي اڳواڻ عبدالواحد آريسر، مولانا عزيزالله ڀوهيي، مولانا عبيدالله ڀٽي، شاهہ محمد شاهہ، قاسم پٽر سميت 15 ڄڻن کي قلم 144 جي ڀڃڪڙي جي الزام هيٺ جوڊيشنل مئجسٽريٽ نوشهروفيروز جي عدالت پاران وفات کانپوءِ 1997ع ۾ اشتهاري ڏوهاري قرار ڏنو ويو. جيڪو شايد ملڪي تاريخ ۾ پنهنجي نوعيت جو پهريون واقعو هجي.

اعجاز جتوئي، سنڌ نيشنل الائنس (سنڌ قومي اتحاد) ناهڻ ۾ پڻ اهم ڪردار ادا ڪيو. پاڻ مئي 1988ع تي قائم ٿيل قومپرست ڌرين جي گڏيل اتحاد، سنڌ قومي اتحاد (ايس- اين- اي) جو سرگرم اڳواڻ ۽ ان جو وائيس

چيئرمين پڻ رهيو. سنڌ قومي اتحاد ۾ رهڻ دوران حيدرآباد ۽ ڪراچي ۾ ٿيل فسادن جي متاثر سنڌين جي هر ممڪن مدد ۾ اعجاز جتوئي اڳيرو رهيو. ايستائين جو ڪراچي ۽ حيدرآباد جي ڪيترن علائقن ۾ پنهنجي جان جوکي ۾ وجهي مارجي ويل سنڌين جا لاش ڪلهن تي کنيائين. هن سنڌ قومي اتحاد جي پليٽ فارم تان سنڌي قوم جي حقن لاءِ قابل قدر خدمتون سرانجام ڏنيون. سنڌ قومي اتحاد جي حوالي سان اعجاز جتوئي تي ڪجهه الزام پڻ لڳا، جن ۾ ڪابه سچائي نه هئي. انهن الزامن ۾ هڪ الزام مٿس سنڌ قومي اتحاد جي ڪنو ٿيل چندي کائڻ جو الزام پڻ هو جنهن بابت الزام هڻندڙ سياسي ڌر عوامي تحريڪ جي ان وقت جي مرڪزي اڳواڻ ۽ سنڌ قومي اتحاد جي پنج رُڪني ڪميٽي جي اهم ميمبر محترم ڊاڪٽر منير پرڳڙي جي ڪيترن سالن کانپوءِ، سندس دل جي سچائي سان سندس روزاني ڪاوش 16ـ آڪٽوبر 1997ع ۾ ڇپيل ڪالم مان ان سياسي ڌر جي الزامن جي پٽ وائکي ٿئي ٿي، جنهن ۾ هن صاف ۽ چٽن لفظن ۾ لکيو آهي ته ”اعجاز جتوئي تي هنيل ان الزامن جو مکيه مقصد سنڌ قومي اتحاد ڇڏڻ جو هڪ سياسي ماحول ناهڻ هو ۽ ڪجهه انهن ماڻهن (عوامي تحريڪ ڏانهن اشارو) چندو به غائب ڪيو هو جيڪي اسان جي ڌر جا سياسي حريف هئا. تنهنڪري هِن الزامن جي پٺيان اسان جي سياسي ڌر جا پنهنجا سياسي ”عزائم“ هئا. تنهنڪري هاڻ چٽائي اها آهي ته نه اهي پئسا اعجاز جتوئي کاڌا هئا ۽ نه ئي انهن چندن جو انگ صحيح هو. اعجاز کي انهن الزامن جي پرواهه به نه هئي پر مٿان ڪو سياڻي انهن الزامن کي هڪ ”مهڻي“ طور تي استعمال ڪري ان ڪري آءُ جنهن ئي پنهنجي سياسي ڌر (عوامي تحريڪ) جي چوڻ تي لڳايا هئا انهن الزامن جي ترديد ڪيان ٿو.“

اڄ جي نفسانفسي واري دور ۾ جڏهن هڪڙن ماڻهن سنڌ جي نالي کي ڪمائڻ جو طريقو سمجهي، ان جي نالي کي ڪيش ڪرائي مال ڪائي رهيا آهن/ فائدا حاصل ڪري رهيا آهن، ان هوندي به اعجاز جتوئي سنڌ جي حوالي سان پنهنجي اصولي موقف تي آخر تائين ثابت قدم رهيو. هو جيڪڏهن چاهي ها ته سنڌ جي ٻين جاگيردارن، رئيسن، وڏيرن جيان حڪمرانن سان ”ڳجهي ناهه تحت“ (Under deal) ڪندي ڪروڙين روپيا

ڪمائي ها. پر هن ايئن نہ ڪيو ڇوتہ ڪيس ڄاڻ هئي ۽ پاڻ ٿي چوندو هو تہ "سنڌي قوم آهي تہ اسان جي چڱ مڙسي بہ آهي، جيڪڏهن سنڌي قوم نہ هُجي تہ اسان جي چڱ مڙسي بہ نہ هُجي."

اعجاز جتوئي پنهنجي حياتي جي عرصي دوران ملڪ جي ايوانن ۾ "سنڌ جو ڪيس" وڏي بهادري ۽ دليري سان وڙهندو رهيو. پاڻ 1988ع کان 1994ع تائين سينيٽ جو ميمبر رهيو ۽ ان عرصي ۾ سينيٽ ۾ سنڌ ۽ سنڌ جي ماڻهن جي حقن لاءِ اعجاز جيڪا جدوجهد ڪئي، سنڌ جي قومي مسئلن تي سينيٽ ۾ آواز اٿاريو سندس اهو ڪارنامو سنڌ جي تاريخ ۾ سونهري حرفن ۾ لکيو ويندو. اعجاز جتوئي اقتداري پارٽي ۾ هجي يا اپوزيشن ۾، سنڌ ۾ بهارين جو مسئلو هجي يا ڪالاباغ ڊئم جو مسئلو هجي، وسيلن جي ورڇ جو سوال هجي، صوبائي خودمختياري، ڊارين جي آبادڪاري يا ٻيا معاملا هجن، اعجاز سياسي مصلحتن تحت خاموش نہ رهيو. سنڌ ڪيس جي حوالي سان سينيٽ ۾ ڪيل سندس تقريرون اڄ بہ ماڻهن جي ڪنن ۾ گونجي رهيون آهن. اعجاز جتوئي جمهوريت پسند، ترقي پسند ۽ سنڌ سان پيار ڪندڙ بااصول پارليامينٽرين هو. ملڪ جي ايوانن ۾ "سنڌ جو ڪيس" وڏي بهادري ۽ دليريءَ سان وڙهڻ ڪري ۽ اصولي موقف رکڻ سبب هو سنڌ جي عاشق ۽ قومپرست سياست جي باني سائين جي ايم سيد جي ويجهو آيو. سيد پڻ ان حوالي سان سندس گهڻو خيال رکندو هو ۽ کيس بيحد عزت ڏيندو هو.

اعجاز جتوئي جي هڪ ٻي خاصيت اها بہ هئي تہ هو هميشہ سائين جي.ايم.سيد، عبدالواحد آريسر وانگر تنگ نظر قومپرستي ۽ شاؤنزم جو سخت مخالف هو. هو سنڌ جي اندر رهڻ وارن ماڻهن جي وچ ۾ محبت ۽ ڀائيچاري جو وڏو حمايتي هو. سائين جي.ايم.سيد، آريسر صاحب ۽ بشير خان قريشيءَ وانگر اعجاز جتوئي پڻ، سنڌين ۽ مهاجرن وچ ۾ ويجهڙائي ۽ سنڌ ۾ مستقل امن امان جي قيام لاءِ ڪوششون ڪيون ۽ سنڌ کي امن جو گهوارو بنائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو.

پاڻ مرحوم ڄام صادق علي جي وڏ وزارت دوران جيڪب آباد ۾ ٿيندڙ ضمني چونڊن ۾ حفيظ پيرزادي جي حمايت ڪرڻ ڪري اليڪشن واري ڏينهن پولنگ تان گرفتار ٿيو. جڏهن تہ پي۔ ڊي۔ ايف پاران 1990ع ۾

نواز شريف جي اڳوڻي حڪومت خلاف تحريڪ هلائڻ جي سلسلي ۾ لياقت باغ راولپنڊي مان نڪرندڙ لانگ مارچ ۾ لاني چارج هلڻ دوران محترمہ بينظير ڀٽو ۽ غلام مصطفيٰ جتوئي سان لانگ مارچ ۾ گڏ هو. ان ڪانسواءِ اعجاز جتوئي پاڪستان بچايو تحريڪ ۽ تحريڪ نجات ۾ پڻ ڀرپور حصو ورتو. مرحوم اعجاز جتوئي، 1979ع ۾ مارشل لا واري دور ۾ مير غوث بخش بزنجو سان گڏجي جمهوريت جي بحالي ۽ آمريت خلاف سنڌ جو دورو ڪرڻ ۽ جدوجهد ڪرڻ جي ڏوهہ ۾ گرفتار ٿيو. ان عرصي ۾ اعجاز جتوئي جو والد عبدالحميد خان جتوئي ڪراچي جيل ۽ سندس ڀاءُ لياقت جتوئي حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ اڳوات مارشل لا خلاف تقريرون ڪرڻ جي ڏوهہ ۾ گرفتار ڪيا ويا هئا.

اعجاز جتوئي 1993ع ۾ مسلم ليگ ۾ شامل ٿيو. هو مسلم ليگ ۾ پڻ سنڌ جي قومپرست طور سڃاتو ويندو هو ۽ مسلم ليگ ۾ هوندي بہ سنڌ جي حوالي سان پنهنجو اصولي موقف رکندو آيو. هو هڪ وڏي سياستدان جو پٽ ۽ وڏيرو هئڻ باوجود هڪ عام قسم جو ماڻهو لڳندو هو. هن هميشہ مسڪين ۽ غريب ماڻهن کي محبت ۽ مان ڏنو. هو سياسي مخالفن لاءِ سخت سياسي زبان استعمال ڪرڻ بدران انهن کي پنهنجو بنائڻ وارو ماڻهو هو. رُلن کي پرچائڻ ۽ غريبن سان پَٽ تي ويهي، سندن مسئلا ٻڌڻ ۽ ڪچهري ڪرڻ وارو ٻيتي جي جتوئي خاندان ۾ فقط اعجاز علي جتوئي ئي هو. ناميارې اديب الطاف شيخ هڪ هنڌ لکيو آهي تہ "اعجاز جتوئي ۾ ڪيترين ئي خوبيون نظر آيون ٿي، جنهن ڪري هو اسان کي پيارو هو. هن ۾ وڏ ماڻهپ گهٽ يا نہ برابر هئي، غريبن سان گڏ رهڻ ڪري هن غربت ۽ بيروزگاري جي عذاب کي سمجهيو ٿي، نرم دل ۽ همدرد قسم جو انسان هو. اعجاز جو سنڌ جي ماڻهن سان عقيدت، محبت ۽ سچو عشق هو جيڪو نہ فقط سندس ڳالهين مان پر عمل مان بہ ظاهر ٿيو ٿي. اعجاز هن ديس جي ڏکويلن جي مدد ڪرڻ ۾ هميشہ خوشي محسوس ڪئي ٿي."

پاڻ 95_1994ع ۾ ٻوڏ دوران جوهي، فريد آباد، خيرپور ناٿن شاهہ ۽ ٻين ڪيترن ئي علائقن جو پارٽي جي مقامي اڳواڻن ۽ صحافين سان گڏجي دورو ڪيائين ۽ چمڙي ساڙيندڙ اُس ۾ ننڍڙين ٻيڙين ۾ چڙهي ٻوڏ جي گهيري ۾ آيل ماڻهن کي اٽو چانور ۽ ٻيو گهربل سامان پهچايو ۽ سندن ڀرپور مدد ڪئي ۽ ٻوڏ متاثرين کي محفوظ هنڌن تي پهچايو.

3 فيبروري 1997ع جي اليڪشن ۾ جتوئي گهراڻي کي مثالي موٽ ملڻ ۾ پڻ اعجاز جتوئي جو مُک ڪردار هو ڇوته ان کان اڳ پ پ جي انتقامي ڪارروايـن سبب اڳوڻو وڏو وزير ۽ هاڻوڪو پاڻي ۽ بجلي جو وفاقي وزير لياقت علي جتوئي ملڪ کان ٻاهر رهيو جڏهن ته رئيس عبدالحميد جتوئي طبيعت نيڪ نه هئڻ ڪري سياسي طور سرگرم نه رهيو. تنهنڪري اهڙي ڏکئي دور ۾ اعجاز ئي هو جيڪو پنهنجي علائقي جي ماڻهن سان رابطي ۾ رهيو ۽ سندن پوئيواري ڪيائين. پاڻ مارچ 1997ع ۾ مسلم ليگ جي ٽڪيٽ تي سينيٽ جي چونڊن ۾ سڀ کان وڌيڪ 19 ووٽ کڻي سينيٽر چونڊيو. مسلم ليگ جي ٽڪيٽ سينيٽر ٿيڻ کانپوءِ به سنڌ جي مسئلن خاص طور تي ڪالاباغ ڊئم ۽ سنڌ ۾ ڌارين جي آبادڪاري خلاف سينيٽ ۾ ڀرپور آواز اٿاريو. سينيٽ ۾ سندس "سنڌ ۾ ڌارين جي آبادڪاري" خلاف ڪيل سندس آخري تقرير ان جو وڏو ثبوت آهي. هن ان وقت ان ڳالهه جو خيال نه رکيو ته هي دؤر حڪومت سندن پارٽي مسلم ليگ جو آهي. سينيٽ جي ڪرسي تي ويٺل هي آخري سنڌي قومپرست سينيٽر سنڌ سان ٿيندڙ زيادتي خلاف آواز اٿاريندڙ ۽ خاموش نه ويهندڙ هڪ سچو سنڌي ۽ سنڌ سان پيار ڪندڙ سينيٽر هوندو هو. جنهن سنڌ جي مسئلن تي ڪڏهن به Compromise نه ڪئي.

اڪثر حالتن ۾ ڪنهن ماڻهو جي زندگيءَ ۾ نه پر ان جي موت کانپوءِ ئي تعين ڪبو آهي, اهو ماڻهو ڪيڏو اهم ۽ وڏو ماڻهو هو. سچ پچ اعجاز جتوئي سنڌ سان بيحد پيار ڪندڙ سچو, بااصول قومپرست اڳواڻ هو. افسوس زندگيءَ ساڻس وفا نه ڪئي ۽ اعجاز علي جتوئي 16 سيپٽمبر 1997ع اڱاري ڏينهن شام جو پڄين وڳي گردن ۽ جيري جي بيماري سبب آمريڪا جي رياست, ايريزونا جي شهر فونيڪس سٽي جي هڪ اسپتال ۾ لاڏاڻو ڪري ويو. کيس 19 سيپٽمبر 1997ع جمع ڏهاڙي صبح جو اٽڪل يارهين وڳي ڳوٺ پيٽو جتوئي ۾ اباڻي قبرستان ۾ هزارين آلين اکين سان مٽيءَ ماءُ حوالي ڪيو ويو.

اعجاز جتوئي جي جاءِ هاڻي ڪير پريندو؟ مون کي گهٽ ۾ گهٽ سنڌ جي وڏيرڪي ۽ جاگيردار سياسي گهراڻن ۾ اهڙو ماڻهو نظر نه ٿو اچي!



# اعليٰ ايشيائي روايتن جو پاسدار: اعجاز جتوئي

جميل الدين عالي / سنڌيڪار: آزاد انور ڪانڊڙو

ڀاءُ اعجاز جتوئي جي وفات، بي وقتائتو موت بہ چئي سگهجي ٿي، پر جڏهن سڀ ڪجهہ رضاءِ الاهي يا قضاءِ الاهي سان ٿئي ٿو تہ ان کي ڪيتري ئي حيرت ۽ غم سان گڏ قبول ڪرڻو پئي ٿو. منهنجو ۽ هن جو ڪنهن قدر معاملاتي ساٿ گذريل مارچ کان سينيٽ ۾ هنهي جي هڪ ئي نشست ۾ چونڊجڻ سان شروع ٿيو پر اسان هئي گذريل ڪيترن سالن کان هڪ ٻئي کي سڃاڻندا هئاسين. هو مون کان عمر ۾ تمام گهٽو ننڍو هو پر عمر ۾ اهڙا "گهڻا ننڍا" تہ ٻيا بہ گهڻائي آهن.

هو اعليٰ ايشيائي روايتن جو پاسدار جونيئر هو جيڪو گهٽ واسطي ۽ اختلاف راءِ جي باوجود پاڻ کان صرف عمر ۾ ئي وڏن جي لاءِ بہ اظهار احترام جي معاملي ۾ وڏائيءَ کي رستو نہ ڏيندو هو.

بحمدالله منهنجو منجهس ڪڏهن بہ ڪم نہ پيو پر اسان جڏهن بہ ملياسين تہ هو گفتگو ۾ هڪ آڇ ضرور ڪندو هو: "سائين! منهنجي لاءِ ڪو حڪم.....؟" مان دعائن سان گڏ سندس ٿورو مڃيندو هئس. سياستدان عام طور تڪراري شخصيتون هوندا آهن. ڪير مڪتبہ فڪر، ڪير ماڻهن جي ميڙ جو طرفدار ۽ ڪير ان جو مخالف هوندو آهي. عزيزم اعجاز جتوئي پڻ "خانداني" سياستدان هو پر منهنجي ٿوري گهڻي معلومات موجب هو ضرورتمندن جي گهڻي حد تائين ممڪن خدمت کان پاسو نہ ڪندو هو پوءِ ضرورتمند سندس مخالف ڇو نہ رهيو هجي! هيءَ صفت هاڻ اسان جي معاشري ۾ ڏينهون ڏينهن گهٽ کان گهٽ ٿيندي پئي وڃي. هڪ ٻي وڏي صفت مون هن ۾ اِها ڏٺي تہ هو سنڌ جي لساني دور تعصب ۾ بہ بي تعصبانہ رويي جو مظاهرو ڪندو رهيو. گذريل ڪجهہ سالن ۾ جيترا پيرا ملاقات ٿي

تہ سنڌ ۾ لساني تعاون، امن ۽ محبت تي مون کي پائيچاري ۽ بي تعصبي جو تاثر ڏيندو رهيو.

دعا آهي تہ شال سنڌ پائيچاري، لساني بي تعصبي جو گهوارو بڻجي! الله تعاليٰ مرحوم اعجاز جتوئي کي جوار رحمت ۾ ڏکويل خاندان کي صبر ڏئي. آمين! سنڌ، پاڪستان هڪ وفادار عوامي خدمتگار کان محروم ٿي ويو آهي.

(روزاني جنگ ڪراچي 21- سيپٽمبر 1997ع)



# غريب عوام جو سچو همدرد: اعجاز جتوئي

عباس مهڪري/ سنڌيڪار: اڪبر ڪانڌڙو

سينيٽر اعجاز علي جتوئي مرحوم سان منهنجي آخري ملاقات هڪ دوست وٽ منجهند جي مانيءَ جي موقعي تي ٿي. هي سندس علاج واسطي لنڊن وڃڻ کان تقريبن هڪ هفتو اڳ جي ڳالهه آهي. اسان سڀ دوست سندس انتظار ۾ ويٺا هئاسين ته هو اچي ته ماني کائڻ شروع ڪيون. اسان کي گهڻو وقت انتظار ڪرڻو نه پيو. هن اچڻ سان ئي چيو: "توهان سڀ ماني جي ٽيبل تي هلو مان هٿ منهن ڌوئي اچان ٿو." هُن باٿ روم مان فارغ ٿي مانيءَ تي ٽيبل تي اچي، ويهندي چيو: "يار! ڏسو اسان شهر وارا ڪيڏي مزي ۾ آهيون، وڏن وڏن بنگلن ۾ رهون ٿا، ايئرڪنڊيشن ڪانسواءِ اسان جو گذارو نه ٿو ٿئي، کائڻ پيئڻ لاءِ جنهن شيءِ جي طلب ڪريون ٿا اها ملي وڃي ٿي، پر يار! اسان جي سنڌ جي ٻهراڙين وارن علائقن جي ماڻهن جي حالت تمام خراب آهي. 1947ع کان ماڻهو جنهن حالت ۾ رهندا هئا، ان ۾ ذري برابر به تبديلي ناهي آئي." سندس چهري جي تاثرن مان لڳي رهيو هو ته سندس دل ۾ سنڌ جي عوام جي لاءِ وڏو درد هو. اسان سڀ دوست ماني شروع ڪري چڪا هئاسين، پر هو لاڳيتو پنهنجي ڳالهه ڪري رهيو هو: "جڏهن مان روڊ ذريعي سفر ڪندو آهيان، ته رستي ۾ ماڻهن جي حالت ڏسي مون کي ڏاڍو ڏک ٿيندو آهي. سنڌ ۾ ڪيترائي وزيراعظم/ وزيراعليٰ ٿي گذريا آهن، ڪيترن ئي ماڻهن حڪمراني جا مزا ورتا، پر سنڌ جي غريب عوام جي حالت اها ساڳي ئي غربت واري آهي. ساڳي ريت ماڻهو ڪکائن گهرن ۾ رهن ٿا، جهڙي ريت پاڪستان ٺهڻ کان اڳ رهندا هئا. اهڙيءَ طرح ڪپڙن کان محروم ٻار مٽي ۾ کيڏي رهيا آهن. اسڪول ۾ پڙهڻ واري عمر جا ٻار سخت اُس ۾ مال چاريندا نظر اچن ٿا."

هڪ دوست اُٿي سندس خالي پليٽ ۾ پيالي مان ڀاڄي ڪيي وڌي پر لڳي رهيو هو ته هن کان ماني کائڻ وسري وئي هئي. "مان ننڍپڻ کان

سوچيندو هوس تہ جيڪڏهن الله تعاليٰ مونکي موقعو ڏنو تہ مان سنڌ جي غريب عوام جي حالت بدلائڻ ۾ پنهنجو ڀرپور ڪردار ادا ڪندس. هاڻي جڏهن الله تعاليٰ اسان کي موقعو ڏنو آهي تہ اوهان سڀ دوست دعا ڪريو تہ اسين هن امتحان ۾ ڪامياب ٿيون. اسين جڏهن هن ذميواري کان فارغ ٿيون تہ سنڌ جي عوام آڏو سرخرو ٿي وڃون."

اسان کي اِن ڳالهہ جو اندازو ئي نہ هو تہ اعجاز جتوئي اسان کان ايئن اوچتو جدا ٿي ويندو. اڱاري جي ڏينهن 16 سيپٽمبر جي شام جو جڏهن سندس هن فاني دنيا مان موڪلائڻ جو اطلاع مليو تہ يقين ئي نہ پئي آيو. هو شخص جيڪو سنڌ جي غريب عوام جي زندگيءَ تي صدين کان غربت واري موت جي پاڇي کي هٽائڻ جو عزم رکندو هو، پاڻ موت جو شڪار ٿي ويو. هن جو اهو پرجوش چهرو اڪين اڳيان گهمڻ لڳو. جڏهن علاج لاءِ لنڊن ويو تہ پاڻ هلي ويو. هن ۾ بيمار واري ڪائي ڳالهہ نہ هئي يا هن دنيا کي هي تاثر نٿي ڏيڻ چاهيو تہ هن کي ڪا ايڏي تڪليف آهي. هي ان جي پرعزم ۽ گهري شخصيت جو مثال آهي. جڏهن ٻاهرين ملڪ ويجي رهيو هو تہ ڪنهن جي وهم گمان ۾ بہ نہ هو تہ هو ڪڏهن بہ زندهہ واپس نہ اچي سگهندو پر موت برحق آهي، ان کي تسليم ڪرڻ کانسواءِ ٻيو ڪو رستو نہ آهي. اڄ اسان کي انتهائي افسوس سان چوڻو پئي ٿو تہ سنڌ جو غريب عوام پنهنجي هڪ سچي همدرد کان محروم ٿي ويو آهي.

اعجاز علي جتوئي سان منهنجي واقفيت تمام گهڻي هئي، پر گذريل ستن اٺن مهينن کان اجان بہ ساڻس ويجهڙائپ رهي. هن جي شخصيت جا ڪيترائي پاسا هئا. جيڪي وقت سان گڏ گڏ کُلندا هئا. پر پهرين ملاقات ۾ ڪنهن جي لاءِ اهو اندازو لڳائڻ مشڪل نہ هوندو هو تہ هو بالغ نظر سياستدان آهي. هونئن تہ سياست سندس گهٽيءَ ۾ پئي هئي، سندس والد عبدالحميد خان جتوئي پاڪستان جو انتهائي محترم سياستدان آهي ۽ هي خاندان گذريل هڪ صديءَ کان بہ وڌيڪ سياست ۾ رهيو آهي. عبدالحميد جتوئي جي باري ۾ چيو ويجي ٿو تہ هن هر محاذ تي سنڌ جي عوام لاءِ آواز اٿاريو پر تنگ نظري ان جي پرسان بہ نہ گذري ۽ هن سنڌي قوم ۽ پاڪستان جي ٻين قومن جي وچ ۾ هڪ پُل وارو ڪردار ادا ڪيو آهي. اعجاز علي جتوئي کي بہ سياست ورثي ۾ ملي هئي، پر هن پنهنجي جدا راهہ ناهي هئي. پنهنجي خانداني سڃاڻپ کان هٽي ڪري هن سنڌ جي ترقي

پسند ۽ قومپرست حلقن ۾ پنهنجو الڳ تشخص پيدا ڪيو ۽ خوب احترام حاصل ڪيو. ان ۾ سندس ذاتي جدوجهد ۽ قربانين جو پڻ وڏو دخل هو. سنڌ جي جاگيردارانہ معاشري ۾ تمام گهڻا ماڻهو آهن، جن کي سياست ورثي ۾ ملي آهي، پر تمام ٿورڙن ماڻهن نظرياتي حوالي سان پنهنجي الڳ سڃاڻپ ناهي آهي. اعجاز علي جتوئي انهن چند ماڻهن مان هڪ هو. جڏهن سنڌ ۾ جنرل ضياءَ جي مارشل لا جي دوران جمهوريت جي بحالي جي تحريڪ هلي تہ ان وقت هن جمهوريت جي ابي مير غوث بخش بزنجو جي پاڪستان نيشنل پارٽي ۾ شامل ٿي، ان تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو. پنهنجي اباڻي علائقي ۾ احتجاجي جلوس ڪڍرايا ۽ پنهنجن ساٿين سميت گرفتاريون پڻ ڏنيون. اعجاز علي جتوئي پنهنجي نجي محفلن ۾ جمهوريت جي بحالي جي تحريڪ "ايم آر ڊي" جي زماني جون ڳالهيون وڏي پُرجوش انداز ۾ ٻڌائيندو هو ۽ چوندو هو تہ ان مزاحمتي تحريڪ سنڌ ۾ نئين تاريخ رقم ڪئي آهي. هن سنڌ نيشنل الائنس "سنڌ قومي اتحاد" جي پليٽ فارم تان سنڌ جي حقن لاءِ قابل قدر خدمتون سرانجام ڏنيون. هو جڏهن پاڪستان جي سياست تي ڳالهائيندو هو تہ ايئن محسوس ٿيندو هو تہ سندس اپروچ سائنسي آهي ۽ معروضي سياست تي سندس فڪري گرفت ڏاڍي مضبوط آهي. هو جمهوريت جي بالادستي ۽ مظلوم ماڻهن جي حقن جي جدوجهد تي ڪنهن بہ قسم جي سوديبازي ڪرڻ لاءِ تيار نہ هو.

اعجاز علي جتوئي جي سڀ کان وڏي خاصيت هيءَ هئي تہ هو هميشہ تنگ نظر قومپرستي ۽ شاؤنزم جو سخت مخالف هو. سندس چوڻ هو تہ سنڌ جي عوام کي سنڌ کان ٻاهر پنهنجي دوستن ۽ همدردن جي حمايت کان محروم نہ هئڻ کپي. ڪابہ قوم يا گروهہ دنيا کان الڳ ٿي ڪري پنهنجن حقن جي جدوجهد ۾ ڪامياب نہ ٿو ٿي سگهي. هو سنڌ جي اندر رهندڙ سڀني ماڻهن جي وچ ۾ محبت ۽ ڀائيچاري جو سڀ کان وڏو حمايتي هو. مون کي چڱيءَ طرح ياد آهي تہ هڪ تقريب ۾ صحافين کيس گهيري ورتو ۽ مسلم ليگ- ايم ڪيو ايم ناهہ بابت سوالن جي ڀرمار ڪئي تہ هن انتهائي عقلمندي ۽ تحمل سان جواب ڏيندي چيو: "ڏسو يار! ايم ڪيو ايم وارا بہ هن صوبي جي عوام جي نمائندگي ڪن ٿا. اسان ڪنهن غير يا ٻاهرين سان ناهہ نہ ڪيو آهي. هن ناهہ ۾ ڪنهن بہ زبان ڳالهائيندڙ جي مفادن کي نقصان نہ پهچندو پر سڀ هڪٻئي جي مفادن جو تحفظ ڪندا. جڏهن

اسان کي خبر آهي تہ اسان کي هڪ ٻئي سان گڏ مرڻو آهي ۽ هڪٻئي سان گڏ جيئڻو آهي تہ پوءِ هڪٻئي ۾ ايڏو فرق ڇو رکون. اسان هڪٻئي جي وچ ۾ پيدا ٿيل ويڇن کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ڪو وقت اهو بہ ايندو جڏهن هن صوبي جون سموريون سياسي قوتون ڪنهن ناهہ ڪانسواءِ هڪٻئي سان گڏ هونديون. انشاءَالله مستقبل ۾ هن قسم جا سوال ڪير بہ نہ پڇندو."

اعجاز علي جتوئي مزاج ۾ درويش ۽ قلندر هو. هو سياست ۾ ڪارڪنن وانگر محنت ۽ قربانيءَ ۾ يقين رکندو هو. هن نہ صرف ايم آر ڊي ۽ ايس اين اي ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو پر تحريڪ نجات ۽ پاڪستان بچايو تحريڪ ۾ بہ ڀرپور حصو ورتائين. هو 1993ع ۾ پاڪستان مسلم ليگ ۾ شامل ٿيو پر ٿوري ئي عرصي ۾ پنهنجي ڪم جي ڪري ڪارڪنن ۾ الڳ جاءِ ناهي ورتائين ۽ سينٽرل ايگزيڪيوٽو ڪميٽيءَ ۾ ميمبرشپ حاصل ڪيائين. هن جنهن بہ پليٽ فارم تان سياست ڪئي، پنهنجو لاڳاپو ڪارڪنن سان رکيو. هو ٻہ دفعا پاڪستان جي اعليٰ ايوان "سينيٽ" ۾ ميمبر ٿيو. هڪ دفعو 1986ع کان 1992ع واري عرصي ۾ آزاد حيثيت ۾ ۽ ٻيو دفعو مارچ 1997ع ۾ پاڪستان مسلم ليگ جي ٽڪيٽ تي سينيٽر چونڊيو. هن پنهنجي مختصر زندگيءَ ۾ جدوجهد بہ خوب ڪئي ۽ سياست ۾ بہ تمام بلند مقام حاصل ڪيو. سندس جوانيءَ وارو موت سندس والد عبدالحميد خان جتوئي ۽ جتوئي خاندان جي ٻين فردن لاءِ هڪ عظيم سانحو آهي ۽ پاڪستان جي عوام ۽ خاص ڪري سنڌ جي عوام لاءِ هڪ تمام وڏو نقصان آهي. ماڻهو هن سان ڪيتري محبت ڪندا هئا، ان جو اندازو سندس تدفين جي موقعي تي ٿيو جڏهن هزارين اکيون هن جي لاءِ سندس اوچتي وڇوڙي تي ڏکويل ۽ ٻنل هيون. اعجاز علي جتوئي ڪڏهن بہ دل ۾ ڪائي ڳالهہ نہ رکي، جيڪو ڪجهہ سندس دل ۾ ايندو هو چئي ڏيندو هو.

پيدا ڪهان هين ايسي پراگنده طبع لوگ،
افسوس تم ڪو مير سي صحبت نهين رهي.

(روزاني جنگ ڪراچي 21_ سيپٽمبر 1997ع)



# چولو ڳاڙهو رت سان

جوهر بروهي

ڏونگر! مون نہ ڏکوءِ، آئون اڳ ڏکوئي آهيان،
ساريان ڪونہ سکوءِ، سور گهڻيئي سنپران.
(ڀٽائي سائين)

ڪي ماڻهو ٻاک ڦٽي ويلي ڌرتي مان ايرندڙ خوشبو جيان ملڪ واسيندا آهن ۽ هُڳاءَ جون ڪيتريون لهريون سڪايل سريرن لاءِ آٿت ٻڻبيون آهن. چوندا آهن تہ خوشبوءِ جتاءَ نہ ڪندي آهي.

ان ريت ميهڙ جي ميندي، مائي ۽ ماڻهن وچ ۾ "اعجاز جتوئي" بہ هڪ خوشبو ٻڻجي ڏيهہ واسي، فطرت جي اصولن مطابق ڏور هليو ويو.

جاپان جي هڪ عورت هائيڪو چيو:

منهنجو نينگر ننڍڙو
تتر جي پويان،
ڪافي ڏور ويو.

سڏڪن وچ ۾ جملن کي ترتيب ڏيندڙ قلم ڇڻ لکڻ کان رڪجن پيا. پوءِ بہ امرتا ڏانهن ايرندڙ سوچون لازوال عنوان جوڙن پيون. صدين کان عمل جاري رهيو آهي ۽ اڳتي بہ اُلهڻ کانپوءِ اُيرڻ جو عمل جاري رهندو.

اعجاز جتوئي سان منهنجي نہ گهرائپ هئي، نہ وري ايتري واقفيت هئي. هڪ عرضدار جي حيثيت ۾ ساڻس ڪجهہ ملاقاتون ٿيون. مون سان گڏ چانڊوڪي جهڙي مانار رکندڙ هن ڇهري واري شخص جي ڳنڀيرتا لاءِ هڪ لوڪ ساکي آهي. ساڻس 24 جنوري 97 ڏينهن تفصيلي ملاقات ٿي.

هو هڪ اهڙي گهراڻي سان تعلق رکندڙ هيو جنهن کي سڄي سنڌ ۾ اڄ وڏ گهراڻي جي حيثيت ۾ سڃاتو وڃي ٿو. هونئن بہ هي گهراڻو هڪ صدي

ڪان وٺي ڪنهن نہ ڪنهن حوالي سان سنڌ جي سياست سان واڳيل آهي، پر اڌ صدي ڪان وٺي (جڏهن ڪان محترم عبدالحميد خان جتوئي عملي سياست ۾ پير پاتو آهي) هن گهراڻي کي سنڌ جي سياسي سڃاڻپ ۾ مرڪزي حيثيت حاصل آهي. ڪنهن بہ رعب تاب ۾ نہ اچڻ ۽ ڏاڍ جي آڏو نہ جهڪڻ سندن هڪ روايت رهي آهي. ان سان گڏ سنڌ جي قومي سياست ۾ بہ هنن جو هڪ ڪردار آهي. ان ڪري سنڌين وٽ هن گهراڻي کي مانُ حاصل آهي. سَن ۾ جڙندڙ سنڌ قومي اتحاد ۾ بہ محترم عبدالحميد خان جتوئي کي مرڪزي حيثيت حاصل هئي. پنهنجي سياسي تجربن منجهان عبدالحميد خان جتوئي پنهنجي پٽن کي بہ درس ڏنو. ڪين اعليٰ تعليم بہ ڏياري، شعور رکندڙ هن گهراڻي وٽ، پَٽ تي ويهندڙ ماڻهو اڄ بہ موجود آهن، جنهن کي روايتي طور قبائليت جو اثر چئجي ٿو.

3 فيبروري 1997ع جي اليڪشن ۾ علائقي منجهان جتوئي گهراڻي کي مثالي موٽ ملي. مايوسين ۾ ورتل لوڪ ڪيترن آسرن ۽ اميدن جي اثر ۾ ووٽ ڏيئي، ماضي قريب جو سياسي منڊل ٽوڙي هڪ نئين روايت قائم ڪئي. هي دور هن گهراڻي لاءِ سياسي عروج وارو دور چئي سگهجي ٿو. ان وقت محترم اعجاز جتوئي جي جدائي جو دکدائڪ حادثو پيش آيو جنهن هن گهراڻي سان گڏ الاهي لوڪ کي لوڏي ڇڏيو.

قدڪاٺ ۾ اڏول شخص، ڪيڏاري جي آرڻ ۾ پهرين صف ۾ بيهڻ وارو اعجاز جتوئي فقط محبت ڪرڻ لاءِ آيو هيو. پنهنجائپ جا اُتاهہ جذبا رکندڙ هن ماڻهو سوچيو هيو تہ مايا بہ ڪايا اندر وسيلن جي پورائي جو هڪ سبب آهي، پر ماڻهپو ڪا ٻي شيءِ آهي.

گولين جي وسڪاري ۾ سنڌين جا لاش ڍوئيندڙ اعجاز ان ڪري وساري ڇڏجي تہ هڪ وڏيري جو پٽ آهي تہ مان ڀانيان ٿو تہ هي سنڌ جي تاريخ سان زيادتي ٿيندي. مظلوم شهيد سنڌين جي رت سان سندس ڪيئي چولا رنگين ٿيا، جيڪي اڄ سوڌو سندس جذبي ۽ مِهر جا ساکي آهن.

هر معرڪي جي سونهن ٻڻجي ايندڙ هي وڏيرو پلٽي ماري غريب ماڻهن سان پٽ تي ويهڻ جاڻي پيو. رُلن کي پرچائڻ تي وساهہ رکندڙ 47 سالن جو هي ڳڀرو پٽ ميهڙ ڏرتي لاءِ هڪ اَمُل سرمايو هيو ۽ آهي. سندس لاڏاڻي وقت پيءُ، ڀائرن جي جهُوريءَ جا احساس تہ ڀيا هوندا، پر ميهڙ جي

اتهاس اکين سان ڏنو تہ سڌڪن جي سلسلي ۾ پنهنجن سان گڏ ڪيترا اوپرا بہ هيا. سينيٽ جي ڪرسي تي ويٺل هي سنڌي سينيٽر سنڌ سان ٿيندڙ زيادتي وقت هڪ سچو سنڌي هوندو هيو. سندس لفظ لفظ منجهان سچائي ۽ سنڌ سان سڪ پڙڪي ٻاهر ايندي هئي.

سائين امر جليل سؤ سيڪڙو سچ لکيو آهي تہ سنڌي وڏيري کي قبيلو ۽ قوم ڪونهي. هو رڳو وڏيرو هوندو آهي. سنڌ جي وڏيرڪي سٿ ۾ هڪ اعجاز اهو هيو جيڪو سنڌي هيو.

جڏهن حيدرآباد ۾ ڏارين هٿان سنڌين جو ڪوس جاري هيو. سرڪاري ميڊيا جي مُڇ تي ويٺل مَکين جهڙا ماڻهو هن ڏاڍ جي ويڙهاند کي "لساني فساد" ڪوٺي، قصور ۾ پناهگيرن سان سنڌين کي بہ ڀاڱي ڀائيوار ڄاڻائي رهيا هيا. ان وقت بہ آدميت جي احساسن جي اثر ۾ اعجاز سنڌي هيو.

جڏهن جمهوريت جي بحاليءَ لاءِ ڪراچي کان خيبر تائين تحريڪ هلي تہ پوليس جي بانس جي لٺين ۽ آنسو گيس آڏو اعجاز سنڌي هيو.

لطيف سائين جي سُر گهاتو جي سرزمين، مڇيرن جي وستي ۽ مورڙي جي شهر ڪراچي ۾ برپا ڪيل لاقانونيت، ظلم ۽ ڏاڍ (جنهن کي پنهنجي روايتي دستور موجب سرڪاري ميڊيا "دهشتگردي" سڏي ٿي) وقت بہ اعجاز سنڌي هيو.

آمريڪا جي وڏي کان وڏي اسپتال ۾ بيمار اعجاز پنهنجي پوئين هڏڪي ويلي ڀٽائي گهوٽ جو هي بيت پڙهيو:

واجهائي وطن کي، آئون جي هت مياس،
گور منهنجي، سومرا! ڪج پنوهارن پاس،
ڏج ڏاڏاڻي ڏيهہ جي، منجهان ولڙين واس،
ميائي جياس، جي وڃي مڙهہ ملير ڏي.

(سنڌ جو آواز- ميهڙ ڊسمبر- جنوري 98_1997ع)



# سنڌ قومي اتحاد:
# اعجاز جتوئي تي لڳل الزام ۽ حقيقت

ڊاڪٽر منير پرڳڙي

اعجاز جتوئي نندي وهي ۾ ئي گذاري ويو. چون ٿا تہ گڙدن جي عارضي (بيماري) سبب هن کي ڊاڪٽرن Cortisone ۽ Immunosuppressant تي رکيو جنهن ڪري هن جي رت جي نظام ۾ دفاعي سرشتي ۾ ـBone marrow depression ٿي پيئي، جنهن ڪري اُن Complication (مُونجهاري) مان هو نيڪ نہ ٿي سگهيو ۽ وفات ڪري ويو. هي ڪالم انهي لاءِ نہ لکيو پيو وڃي تہ هو موجوده وڏي وزير جو پيءُ هو بلڪ هو سنڌ جو هڪ متحرڪ سياسي "ڪردار" هو جنهن جي سياسي اسڪرين تان ايئن اوچتو غائب ٿي وڃڻ سبب هڪ چڱو خاصو جيڪو خال پيدا ٿيو آهي، ان تي هڪ نظر وجهڻ سبب اعجاز جتوئي جي سياسي ۽ سماجي ڪردار جي پروڙ ڪرڻ لاءِ هي ڪالم لکجي رهيو آهي. چيو ويندو هو تہ اعجاز جتوئي تمام گهڻو سياسي Talented (ذهين) هو پر پراڻي زماني جي هڪ رسم سبب هميشہ سياست ۾ Low profile (پٺين صف) ۾ رهيو ڇوتہ سنڌ ۾ خاندان جي وراثت موجب هرويرو وڏو ۽ وڏيڪ چانس وڏي پٽ کي ملندي آهي ۽ اعجاز جتوئي جيئن تہ ٻيو نمبر پٽ هو تنهنڪري هن کي سياست ۾ چانس ٻي نمبر تي هئي. عبدالحميد جتوئي جي سياسي حوالي کان سواءِ اعجاز جتوئي جو سنڌ جي سياست ۾ پنهنجو هڪ خاص رنگ هو. سنڌ جي وڏيرڪي سياست ۾ هو قومپرست سياست جو حامي هو پر ان ۾ پوڙهي نسل جي قوم پرستيءَ بدران "نوجوانيءَ جو رت" شامل هو. وڏيرڪي قوم پرستي ڪٿي بہ ٿئي ۽ ڪهڙي بہ روپ ۾ ٿئي، بقول عيسائي مذهب جي تہ:

"My house shall be called the house
of prayers but you have made
it a den of thieves." *(Bible)*

ترجمو: منهنجو گهر عبادت وارو ليکيو ويندو پر تو ان کي چورن جو اڏو بنائي ڇڏيو آهي.

سنڌ ۾ وڏيرڪي سياست مڪمل بدنام ۽ نفرت واري ٿي پيئي آهي ۽ ان ۾ وڏيرڪي قوم پرستي اڃان بہ وڌيڪ بدبودار بڻي آهي، پر اعجاز جتوئي هڪ ڪوشش ڪئي تہ ان ڏپ کي گهٽائجي. هن جي سچي سياست جو هڪ خاص گڻ اهو هو تہ وڏيرڪي قوم پرستي جي سياست ڪندي، ان جي وڌندڙ ڏپ کي گهٽائجي. جيئن تہ هو هاڻ هن دنيا کي تياڳي اوڏانهن هليو ويو جتان ڪان واپسي جي ڪنهن کي خبر نہ آهي، چوتہ ان دنيا ڏانهن ڪو صبح جو ٿو وڃي تہ ڪو شام جو ٿو وڃي. چون ٿا تہ وليد بن عقبہ جڏهن ڪوفي جو گورنر نامزد ٿيو ۽ آرڊر جي ڪاپي کڻي حضرت سعد بن ابي وقاص وٽ پهتو تہ هن فرمايو: "هن عهدي جو پنهنجو تصور آهي، صبح جو ڪو هڪڙو ٿو مزو وٺي ۽ شام جو ڪو ٻيو." انهيءَ جملي وانگر موت جي ڪاپي تي بہ ڪو پروسو ڪونهي، ان کي ڪو صبح جو ٿو پڙهي ۽ ڪو شام جو. ڪهڙي خبر هئي تہ هن ننڍي وهي ۾ اعجاز جتوئي هڪ ڏينهن ڪنهن کي بہ بنا ڪجهہ چوڻ ۽ ٻڌائڻ جي "موت جي ڪاپي" جو آرڊر حاصل ڪري هليو ويندو پر ڪجهہ الزام هن تي "سنڌ قومي اتحاد" مهل لڳا هئا. مُئي پُڄاڻان انهن جي ڪجهہ "ڇنڊڇاڻ" ڪرڻ ضروري آهي نہ تہ سنڌ جي هن سياسي ڪردار تي تجزيو ڪرڻ ڏکيو ٿي پوندو ۽ تي سگهي ٿو تہ "موت جو وارنٽ" اسان تي صادر ٿئي ۽ اسان بہ هليا وڃون ۽ اهو الزام صاف نہ ٿي سگهي. سنڌ قومي اتحاد جي هڪ پنج رُڪني ڪميٽي سن ۾ جي ايم سيد جي چوڻ تي ٺاهي ويئي هئي، جيڪا سنڌي۔ مهاجر فسادن بابت هئي. ان ۾ مرحوم پروفيسر عمر ميمڻ، ابراهيم جويو، شاهہ محمد شاهہ، بشير قريشي ۽ اعجاز جتوئي شامل هئا ۽ آئون بہ انهي ڪميٽي جو ميمبر هئس ۽ سنڌ قومي اتحاد حيدرآباد جي سنڌين جي مدد لاءِ هڪ اپيل ڪئي هئي، ڪجهہ چندو ڪٺو ٿيو هو ۽ پوءِ مرحوم اعجاز جتوئي تي چندي کائڻ جا الزام لڳا هئا ۽ لڳايا بہ اسان جي ڏر هئا. ان چندو کائڻ بابت ان وقت تڪبير رسالي

جي نمائندي ظهير هڪ خاص ڪتابچو بہ شايع ڪيو هو پر جيئن تہ هاڻ اها سياست نہ رهي ۽ اهي ماڻهو بہ نہ رهيا، تنهنڪري هاڻ وقت اچي ويو آهي تہ ان الزام جي "ڇنڊڇاڻ" ڪجي. جيئن تہ ان الزام جو مکيہ مقصد سنڌ قومي اتحاد ڇڏڻ جو هڪ سياسي ماحول ٺاهڻ هو ۽ ڪجھ انهن ماڻهن چندو بہ غائب ڪيو هو جيڪي اسان جي ڏر جا سياسي مخالف هئا، تنهنڪري هن الزام جي پٺيان اسان جي سياسي ڏر جا پنهنجا سياسي "عزائم" هئا، تنهنڪري هاڻ ڇنڊڇاڻ اها آهي تہ نہ اهي پئسا مرحوم جتوئي ڪاڏا هئا ۽ نہ ئي انهن چندن جو انگ صحيح هو. مرحوم اعجاز جتوئي کي انهن الزامن جي پرواھ بہ نہ هئي، پر متان ڪو سياڻي انهن الزامن کي هڪ "مهڻي" طور استعمال ڪري، ان ڪري آئون، جنهن ئي الزام پنهنجي سياسي ڏر جي چوڻ تي لڳايا هئا، انهن الزامن جي ترديد ڪيان ٿو ۽ سمجهان ٿو تہ اهو ماضي، جنهن ۾ اسان ماڻهن کان "نفرتون" ڪندا هئاسين، انهي پوري ماضي کي دفن ڪرڻ انتهائي ضروري آهي، نہ تہ اهو "ٻين تي الزام هڻڻ" ۽ "ٻين کان نفرت ڪرڻ" وارو ماضي وارو ڪلچر هميشہ هڪ بار طور ضمير کي ڇهنڊڙي هڻندو رهندو. "نظرياتي" پرچارڪ جلال الدين رومي جو اهو مست هوندو آهي، جنهن کي پنهنجن ۽ پراين جي ڪابہ خبر نہ هوندي آهي.

ازخانہ برون رفتم، مسيتم بہ پيش آمد،
در هر نظرش مضمر، صدي گلشن وڪاشانہ،
گفتم کہ رفيق کن، بامن کہ منت خواشم،
گفتا تہ نہ شناسم من، چہ خيوش چہ بيگانہ.

(ترجمو: گهر کان ٻاهر نڪتس تہ هڪ مست مليم، جنهن جي هر نظر ۾ سوين گلشن آباد هئا. چيومانس تہ منٿ مڃ ۽ مون کي پنهنجو رفيق بناءِ، پر جواب ڏنائين تہ اسان کي کهڙي ڪل تہ پنهنجا ڪهڙا ۽ پرايا ڪهڙا.)

مرحوم اعجاز جتوئي جي سنڌ قومي اتحاد ۾ ڪيل ڪم کي ياد ڪيو ويندو جنهن ۾ هن ڪوششون ورتيون هيون تہ "سنڌي- مهاجر اتحاد ئي هاڻ صحيح سنڌ ڪارڊ" آهي، پر مهاجر ڪميونٽي اڄ وانگر انهن ڏينهن ۾ بہ انهيءَ هوڏ تي قائم هئي تہ صرف "مهاجر" ئي ملڪ جي سياست جو پاورفل ڪارڊ آهن، پر جيئن سنڌ جي هڪ وڏي ڪردار "جي ايم

سيد" وفات ڪئي، تيئن ئي اعجاز جتوئي هڪ دفعو ٻيهر ملڪي سياست ۾ هليو ويو پر هن جي پوءِ جي سياست ۾ ايڏو وڏو "دم" نہ هو. هو سينيٽر بہ ٿيو. سندس ڀاءُ سنڌ جو وزيراعليٰ بہ ٿيو ۽ سندس پيءُ قومي اسيمبليءَ ۾ ٻيهر چونڊجي ويو پر هو سياست ۾ "روحاني" طور تي خوش نہ هو. ان جو هن ڪافي دفعا ڪچهري ۾ اظهار بہ ڪيو هو. هو جڏهن پنهنجي تعلقي ٽنڊو باگو واري زمين تي آيل هو تہ اتي بہ ڪچهري ۾ سياست مان "ناخوش" هجڻ واري ڳالهہ ڪئي هئائين. مطلب تہ اعجاز جتوئي جو سياست ۾ هن وهي ۾ جدا ٿي وڃڻ جو سخت ڏک آهي ۽ اسان ڪيس يورپ جي شاعر وليم ورڊس جي هنن لفظن سان الوداع ڪريون ٿا:

Fare well!! We leave thee
To Heaven's peace full care,
Thee, and the cottage which
Thou dost Surround.

ترجمو:
اي دوست خدا حافظ
اسان توکي بهشت جي پُرسڪون ماحول جي حفاظت ۾ ڇڏيون پيا،
توکي ۽ تنهنجي گهر کي جيڪو تنهنجي چؤطرف اڏيل آهي، انهن کي خدا حافظ چئون ٿا.

(روزانہ "ڪاوش" حيدرآباد۔ 22 سيپٽمبر 1997ع)



# اعجاز جتوئي: آخري قومپرست

سترام مهيشوري

”ٻيڻي جي جتوئي ڪٽنب جو اعجاز جتوئي ملڪ جي اعليٰ قانون ساز اداري سينيٽ ۾ سنڌ جي مسئلن تي آواز اٿاريندڙ اڪيلو سينيٽر هو. هيل هو مسلم ليگ (ن) جي پليٽ فارم تان سينيٽر بڻيو هو پر اعليٰ قانون ساز اداري ۾ سندس ساڳي ڪيس سندس والد عبدالحميد جتوئي جيان سنڌ جو قومپرست اڳواڻ ڪري ليکيندا هئا. مٿس قومپرستي واري ڇاپ گهري هئي. سندس مرتيي سان سنڌ لاءِ اعليٰ قانون ساز اداري ۾ آواز اٿاريندڙ اڪيلو آواز بہ بند ٿي ويو آهي.“ اهڙا تاثرات سائين جي ايم سيد جي پوٽي سيد جلال محمود شاهہ کان وٺي شهيد فاضل راهو جي فرزند محمد اسماعيل راهو سنڌ جي نامياري دانشور ڪامريڊ مير ٿيٻي کان وٺي ليگي عورت اڳواڻ سورٺ ٿيٻو پ پ جي سينيٽر شاهنواز جوڻيجو کان وٺي پ پ (ش ب) جي اڪيلي ايم اين اي مير هزار خان بجاراڻي، سنڌ نيشنل فرنٽ جي گل محمد جکراڻي کان وٺي جيئي سنڌ قومي محاذ جي اڳواڻ بشير خان قريشي، پاڪستان نيشنل پارٽي جي عبدالحفيظ پيرزادي کان وٺي اڳوڻي ڪميونسٽ اڳواڻ ڪامريڊ ڄام ساقي جا آهن. سندن چوڻ هو تہ اعجاز جتوئي جو مرتيو ٻيڻي جي جتوئين جو نہ پر سنڌ جو نقصان آهي.

سينيٽر اعجاز جتوئي 2 ڀيرا سينيٽر بڻيو ۽ ٻئي ڀيرا پنهنجو چونڊيل عيوضي وارو ڪردار وت ۽ وس آهر نڀائڻ جي ڪوشش ڪيائين. ڪراچي ۾ سنڌين سان ٿيندڙ دهشتگردي واريون ڪارروايون هجن يا آدمشماري جو مسئلو هجي، ڌارين جي آبادڪاري وارو مامرو هجي، سنڌ جي ڪوٽا تي عمل نہ ٿيڻ جو مسئلو هجي، قانون لاڳو ڪندڙ ادارن پاران انساني حقن جي ڪيل لتاڙ وارو مامرو هجي يا ڪالاباغ ڊيم وارو ٻرندڙ مسئلو هجي، سينيٽر اعجاز جتوئي هر معاملي تي سينيٽ توڙي ٻين پليٽ فارمن تان آواز اٿاريو.

سنڌ جي قومپرستن جي سن ۾ جڙيل پهرين ۽ وڏي اتحاد سنڌ نيشنل الائنس (ايس اين اي) جي جوڙجڪ بعد عوام سان سڌي رابطي ۾ ايندڙ اعجاز جتوئي سنڌ واسين سان آخري دم تائين رابطو رکيو. ڪيٽي بند کان ڪشمور تائين هن عوام جي در تي وڃي ڪين سجاڳ ٿيڻ ۽ اتحاد ڪرڻ تي زور ڏنو. اعجاز جتوئي، گل محمد جکراڻي ۽ عبدالواحد آريسر وارن ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ دهشتگردي سٽيل ماڻهن جي سهائتا لاءِ رات ڏينهن هڪ ڪري ڇڏيو. قاسم آباد جي ڪئمپن ۾ رهندڙ توڙي ڪراچي جي لياري توڙي حب چوڪي وارن علائقن ۾ پناهه وٺندڙ دهشتگردي سٽيل سنڌين جي مالي توڙي اخلاقي مدد ڪرڻ لاءِ انهن وسان ڪونه گهٽايو. انهيءَ دوران مٿن چندي ۾ بي قاعدگيون ڪرڻ جا الزام لڳا، پر اهي الزام سندن اڇي ڪالر تي ڪو داغ نه ڇڏي سگهيا. جڏهن اعجاز جتوئي ڏنو ته ”جنين ڪاڻ مياس، سي ڪانڌي ڪين ٿيا“ تڏهن به هن پنهنجن ماروئڙن سان ناتو ڇنڻ بدران پنهنجن لاڳاپن کي وڌيڪ سگهارو ڪيو ۽ آخري دم تائين سنڌ ۽ سنڌ واسين جي ڳالهه جاري رکي.

اليڪشن 97ع کان ڪجهه ڏينهن اڳ مون کي اعجاز جتوئي جو انٽرويو ڪرڻ جو موقعو مليو. سندس لطيف آباد واري رهائش گاهه تي ڏيڍ ڪلاڪ تائين ڪيل ڳالهه ٻولهه دوران هاڻوڪي وزيراعليٰ لياقت علي جتوئي جو سياسي معاملن بابت اسپيشل اسسٽنٽ ۽ مسلم ليگ (ن) سنڌ جو ايڊيشنل جنرل سيڪريٽري (انفارميشن) ڊاڪٽر بدر چنا پڻ موجود هو. انهيءَ انٽرويو ۾ هن سنڌ جي قومپرست سياست کان وٺي سنڌ جي ننڍن وڏن مسئلن تي انتهائي گهرائي سان پنهنجو موقف ظاهر ڪندي ڄاڻايو هو ته ڪرسي اڇٽي ويڇٽي شيءِ آهي. اسان مخدوم بلاول ۽ صوفي شاهه عنايت شهيد جي واٽ تي هلڻ وارا ماڻهو آهيون. انهيءَ ڪري اسان ڪرسيءَ جي لالچ ۾ پنهنجن ماروئڙن کان ناتو نه ڇنندا سين. هن انهيءَ موقعي تي اهو به ڄاڻايو هو ته سنڌي قوم سائين جي ايم سيد جو به سندس جيئري قدر نه ڪيو هو پر سندس مُئي پڄاڻان اڄ سنڌي قوم سندس مزار تي حاضري پري فراق جا ڳوڙها ڳاڙي رهي آهي ۽ شايد اسان سان به ايئن ٿيندو. اعجاز جتوئي ان وقت سينيٽر نه ٻڻيو هو ۽ نه ئي وري مسلم ليگ (ن) اقتدار ۾ آئي هئي، پر پوءِ به هن اها اڳڪٿي ڪئي هئي ته اسان جي حڪومت ضرور

جڙندي ۽ اسان هر وقت ۽ هر قيمت تي سنڌ واسين جي خدمت ڪنداسين. اليڪشن 97ع ۾ جيتوٽيڪ اعجاز جتوئي سڌي ريت پاڻ حصو نہ ورتو هو پر هن پنهنجي ڀاءُ لياقت علي جتوئي ۽ پنهنجي والد رئيس عبدالحميد خان جتوئي جي چونڊ مهم هلائي ۽ پنهنجن ناتن ۽ لاڳاپن کي استعمال ڪندي هن ٻنهي ڄڻن کي چونڊ کٽرائي. چونڊن کان پوءِ سندس وڏو ڀاءُ لياقت جتوئي سنڌ جو وڏو وزير بڻيو پر اعجاز جتوئي جي رويي ۾ ڪا بہ تبديلي نہ آئي. سينيٽ جي اليڪشن ۾ اعجاز جتوئي کي مسلم ليگ (ن) جي پليٽ فارم تان سينيٽر چونڊيو ويو. سندس طبيعت ناساز هجڻ سبب هو سينيٽ جي اڪثر اجلاسن ۾ شريڪ نہ ٿي سگهيو پر هو جڏهن بہ سينيٽ ۾ پهتو تہ سندس گونجدار آواز سينيٽ ۾ پڙاڏو بڻجي ويو ۽ هن سنڌ جي مسئلن تي ڳالهائڻ جو ڪو موقعو هٿان نہ وڃايو. انهيءَ سبب ڪري کيس مسلم ليگ جو سنڌي قومپرست اڳواڻ ڪري ليکيو ويو. حياتي ساٿس وفا نہ ڪئي ۽ هو پنهنجي حياتي جي گولڊن جوبلي مڪمل ڪرڻ کان اڳ پنهنجي ڌڻي کي وڃي پرتو. گذريل مهيني کن ۾ استاد نصرت فتح علي خان، ليڊي ڊائنا، مدر ٽريسا جي مرتيي جو ڏک اڃان وسريو نہ هو تہ اعجاز جتوئي سنڌ واسين کي هڪ نئون ڏک ۽ درد ڏنو.

صدر فاروق لغاري، وزيراعظم نواز شريف کان وٺي پ پ، مسلم ليگ (ن)، پ پ (ش ڀ)، فنڪشنل ليگ توڙي قومپرست اڳواڻن ڀيٽي جتوئي پهچي اعجاز جتوئي جي پونئرن سان عذرخواهي ڪئي آهي.

(روزانہ "ڪاوش" حيدرآباد۔ اڱارو 23 سيپٽمبر 1997ع)



# هُو جي هِت هُئا

شيخ اسحاق دانش

هڪ وڏيري ۽ جاگيردار جي گهر ۾ هڪ فرد جو عوام جي خوشحالي ۽ ڏرتي جي آجپي لاءِ ڪم ڪرڻ، هڪ معجزي کان گهٽ نہ آهي. جن جو ڪردار تاريخ لاءِ طلب هوندو آهي، اُهي جيئري تہ زنده رهندا آهن پر مرڻ کان پوءِ بہ امر رهندا آهن. انهن جو ڪردار ڌرتي، قوم، سپيتا لاءِ جياپي ۽ خوشحالي لاءِ وقف هوندو آهي. اهڙن شخصن کي اسان جي قوم ۾ جيئري گهٽ مڃتا ملندي آهي، پر مرڻ بعد اها قوم ان جو قدر ڄاڻندي، تعزيتي ميڙاڪا ڪرائڻ ۾ مصروف رهندي آهي. پوءِ اهڙن ڪردارن ۽ نالن تي سياست ڪندي آهي. اهڙن عظيم ڪردارن مان هڪ نانءُ آهي "اعجاز جتوئي."

اعجاز جتوئي وٽ عوامي ميلاپ ۽ ڌرتيءَ لاءِ ڪم ڪرڻ جو هڪ پنهنجو منفرد ۽ الڳ انداز هيو. جنهن ڪري هو ان مقصد لاءِ اهڙي پليٽ فارم لاءِ هو ڳچ عرصي کان متلاشي رهيو پر هن جو ڪنهن هڪ سياسي پليٽ فارم تي قائم نہ رهڻ جو سبب هن ملڪ جي طاقتور قوتن جو وقت جي حالتن ۾ پنهنجي پسند مطابق سسٽم جوڙڻ ڪري، اعجاز سنڌي قوم جي آجپي لاءِ نت نوان گس ۽ رستا ۽ پليٽ فارم هٿ ڪري، انهن تان قوم جي خدمت ڪرڻ لاءِ پاڻ کي ارپيو. اهوئي سبب آهي جو ضلعو دادو مسلم ليگ (ن) جو ڳڙهہ بڻيو جيڪو اعجاز جتوئي جي ڪاوشن جو نتيجو آهي.

اعجاز جتوئي ۽ ان جو گهراڻو سياست جي ان مقام تي پهتل آهي، جتي اڄ ان جي مرتئي تي، ان کي نہ سڃاڻڻ وارا ليڪڪ ۽ ابن الوقت ڪامورا ۽ سياستدان اقتداري ڏر کي ويجهو اچڻ جا سانباها ڪندا.

هت اعجاز جتوئي جو ذڪر عبدالحميد خان جتوئي جي فرزند هجڻ جي ناتي يا سنڌ جي وڏي وزير لياقت علي خان جتوئي جي ڀاءُ هجڻ سبب نہ پر سنڌ جي هڪ غيرت مند قومي ڪارڪن هجڻ سبب ڪجي پيو سو بہ نوجوان اديب، صحافي ۽ هڪ قومي ڪارڪن ڀاءُ آزاد انور جي اصرار تي.

اعجاز جتوئي جو پنهنجي زندگي جي مختصر عرصي اندر سماج جي سڌاري، آزاد صحافت جي واڌاري، ڪچي ۽ ڪاڇي جي ماروئڙن لاءِ ٻوڏ دوران (رئيس علي حسن گاڏهي، عبدالمجيد تنيو آزاد انور ڪانڊڙو راقم ۽ ٻين سان گڏ) ٻيڙين تي ويهي سفر ڪرڻ ۽ ٻاٽيءَ مان نانگن جو نڪرڻ ۽ ٻاٽي جي ڏپ ۾ مسلسل ٻن- ٻن ڪلاڪن جو سفر، هڪ جاگيردار جي گهراڻي جي فرد جو قبول ڪرڻ اعجاز جو هڪ اعزاز آهي.

اپني لهو سي هم ني جلائي هين سب چراغ،
محفل چمڪ اُٺي تو بجهائي گئي هين هم.

اڄ اعجاز اسان وٽ نہ آهي. اعجاز موجوده فرسوده نظام ڪان بغاوت جو قسم کاڌو هيو جنهن پنهنجي ڀاءُ لياقت علي جتوئي جي سنگت ڪي سنڀاليو ۽ هڪ هنڌ گڏ ڪري، لياقت علي جتوئي جي لياقتن کي ميرايو جنهن جي معرفت هن سنڌي قوم جي تبديلي لاءِ جامع پروگرام مرتب ڪيو هيو پر هڪ رٿا تحت هڪ غير فطري سياسي ناهہ ٿيڻ سبب، سندس مصروفيتون ڪراچي اندر وڌي وڃڻ سبب، علائقي جو عوام هن لاءِ آتو رهيو.

فون ذريعي منهنجي اهڙي شڪايت ۾ ناهہ جو سبب پڇڻ تي چيو هيائين تہ اسحاق! ٿورڙو وقت ترس، سڀ ڪجهہ نيڪ ٿي ويندو. سنڌي قوم ۾ ڏرتي جي لڄ ۽ لوئي جي حفاظت لاءِ اعجاز ڄائو آهي، ان خلاف ڪوبہ اهڙو عمل نہ ٿيندو.

ستن مهينن اندر دادو ضلعي اندر هن جي سياست هيٺ منظم رهندڙ عوام پنهنجون شڪايتون ۽ مسئلا هن لاءِ سانڍيندو رهيو، ڇوتہ دادو ضلعي اندر مسلم ليگ (ن) جو ڪم جنهن بي ترتيب ۽ اقربا پروري سان ٿي رهيو آهي، ان جو اندازو بعد ۾ ٿيندو.

اعجاز جتوئي، علائقي جي ماڻهن کي هڪ اهڙي سياسي وابستگي ۾ جڪڙي ڇڪو هيو جتان انهن جو نڪرڻ مشڪل هيو ليڪن.........

اعجاز جتوئي، گذريل عرصي دوران جهڙي طرح عوام جي ويجهو آيو تيئن ان کي عوامي دردن جو احساس تيڻ لڳو. عوام سان ٿيل ڏاڍاين جي ازالي ۽ انصاف جو هو ماڻهن کي يقين ڏياريندو رهيو پر قدرت کي ڪجهه ٻيو منظور هيو ڇوته موت هر حال ۾ پنهنجي مقرر وقت تي ايندو آهي ۽ موت هر انسان جي تقدير ۾ لازم آهي ۽ آخرت جي سفر جو مفاصلو هر جڳهه کان برابر آهي. اهڙي طرح بي رحم موت، استحصالي قوتن جو ساٿي بڻجي اعجاز جتوئي کي آمريڪا ۾ مهلت نه ڏني ته سنڌ ڌرتي جي خدمت ڪري. اڄ اعجاز جتوئي اسان وٽ جسماني طرح نه آهي پر ان جو عزم ۽ حوصلو ان جي فرزند ڏٽي بخش ۽ ياءُ صداقت علي ۽ ڪارڪنن ۾ موجود آهي ۽ ان جو ولولو انهن جي رهنمائي ڪندو ۽ اميد اٿم ته اهي بيباڪيءَ سان سنڌ جي ڌرتي ۽ عوام جي خوشحالي ۽ آجپي لاءِ ڪم ڪندا.

(سنڌ جو آواز ميهڙ- آڪٽوبر- نومبر 1998ع)



# سچڻ ۽ ساٽيهه ڪنهن اڻاسي وسري

سليم مگسي

هِن ٻوڙءِ جي ٻتائي پنهنجي شاعريءَ جي سُرن ۾ ماڻهوءَ جي ڪردار جا گڻ ۽ وصفون بيان ڪيون آهن. جيئن هيٺين سٽن ۾ چيو اٿائين:

هٺڻ، هڪلڻ، ٻيلي سارڻ، مانجهان ايءَ مَرڪ

مٿين سٽن جي ڪسوٽيءَ تي تاريخ جي ڪنهن بہ ڪئريڪٽر (Character) جي سولائيءَ سان پرک ڪري سگهجي ٿي. وطن جي سڪ ۽ اُڪير جو جذبو هر ماڻهوءَ ۾ ٿئي ٿو پر پنهنجي تهذيب، تمدن، تاريخ، جاگرافي ۽ اتان جي فن ۽ فڪر جو ادراڪ ۽ تاريخ جي معروضي حالتن جي پروڙ ۽ پنهنجي شخصي ذميوارين جو احساس تمام گهٽ ماڻهن جي پلئہ پوندو آهي. ماڻهو ماڻهوءَ سان تہ ناانصافي ڪري ٿو سگهي، پر وقت يا تاريخ ڪنهن سان بہ ناانصافي نہ ڪندي آهي. جيئن بخاريءَ جون سٽون آهن تہ:

"مان اهڙو ڪتاب آهيان، صديون جنهن جا صفحا،
هڪ دؤر ٿيي ٿو ٻيو دؤر پڙهي ٿو مونکي."

سياسي، سماجي شعور قوم يا ڪنهن فرد ۾ هڪدم پيدا نہ ٿيندو آهي. اِهو هڪ Slow ارتقائي پروسيس آهي. قومن کي تہ ڪڏهن، ڪڏهن صديون لڳي وينديون آهن ان عمل ۾، سو اهڙي طرح ڪردار جي پرک ۾ بہ ايئن ٿي ٿئي ٿو جهڙي طرح صدين تائين راجا ڏاهر کي تاريخ جو منفي ڪردار ڪري ڄاتو ويو يا روپلي ڪولهي کي ڏاڙيل تصور ڪيو ويو. گهري نگاهہ وارا پهريائين سڃاڻي وٺن ٿا. مطلب تہ هڪ قسم جو غلط تصور جڙي ٿو ۽ اِها عارضي طرح هڪ دؤر جي شخصيتن سان ڏاڍي ناانصافي ٿئي ٿي. اهڙي ئي ناانصافي ٿيڻي جتوئي جي عبدالحميد خان جي خاندان سان بہ ٿي. جي ايم

سيد ۽ ٻين ڪيترن ئي سنڌ جي سڄاڻ خاندانن سان، پٽني صاحب جي سحر يا وري هلڙباز ۽ نعري باز سياست ڪري غلط تصور جو عمل وجود ۾ آيو. اِهو ڪيڏو نہ برو عمل آهي جو ماڻهو پنهنجن ۽ پراون ۾ تميز نہ ڪري سگهي.

مرحوم اعجاز احمد ۽ سندس والد صاحب سنڌ جي اهڙن ماڻهن منجهان هئا جيڪي پنهنجي ڌرتيءَ جي تهذيب، تمدن ۽ جاگرافيائي تشخص جي ساڃهہ رکندا هئا ۽ ڪين سنڌ جي معروضي سياسي حالتن جي پلي پٽ پروڙ هئي.

انڪري ون يونٽ، 1973ع واري آئين، مارشل لا، ڪالاباغ ڊئم، سنڌ ۾ لساني جهيڙن يا بدامني جي معاملن تي اعجاز احمد ۽ سندس والد سائٽ ڏنو بلڪ سنڌ جي مزاحمتي ڪردارن طور ڳڻيا ۽ سڃاتا ويا. پر افسوس جي ڳالهہ آهي تہ گذريل ڏهاڪي ۾ سنڌ جا خيرخواهہ ۽ ماڻهن جا هڏڏوکي آهستي آهستي وڇڙڻ لڳا ۽ سنڌ جو مزاحمتي سياسي ڪلچر اپاهج بڻجي ويو چوتہ جڏهن ريت پريت، سوچ ۽ لوچ، لوڀ ۽ لالچ ڪري ڪوڙيون تي پون ٽيون تہ پورو سماج انتشار ۽ ڏاريائپ جو شڪار ٿي وڃي ٿو ۽ مونجهارا پيدا ٿي پون ٿا. هي دؤر اهڙو ئي ڪٺن دؤر آهي، سو اعجاز خان جتوئي جو ڪمهلو وڇوڙو اسان سنڌين لاءِ وڏو هاڃو آهي، چوتہ سندس اکين ۾ ملهہ مهانگا سپنا هئا. سنڌ جي خوشحالي، آجپي جا سپنا هن جي اکين ڏٺا هئا. سندس سياست سرت ڀري هئي، وقت ۽ وقت جي تبديلين تي گهري نگاهہ هئس. اعجاز احمد يا سندس پورو ڪٽنب سيڪيولر سوچ جا ماڻهو آهن. هاڻي شل سنڌ جي سيني ماڻهن کي قدرت اهڙي طرز تي هلڻ لاءِ ساڃهہ ڏي، مستقبل جي مسئلن جي حل ڳولهڻ لاءِ ماضيءَ جي ويڇن کي وساري ڪو اتحاد ڪري ڪو پنهنجي گڏيل مستقبل ۾ سنڌ جي تشخص ۽ سنڌي ماڻهن جي جياپي جي وسيلن کي ڌارين جي ڦرلٽ کان بچائڻ واسطي ڪو جٽادار اُپاءَ وٺن.



# اٺائي واءَ جو وڻجارو_ اعجاز جتوئي

ڊاڪٽر خليل قاضي

سنڌ تي هن وقت اعجاز جتوئي جي بيوَقتي وفات جي ڏک جا ڪکر ڇانيل آهن. سندس مرتئي جي ڳالهه سان اندر ۾ هڪ گهري خاموشي ڇانئجي ويجي ٿي. سندس خيال، ڳالهيون ۽ يادگيريون هڪڙيون لهن ٿيون ته ٻيون ورِيو اچن. هڪ ڳالهه جيڪا دل تي چڙهي ٻيهي رهي آهي، اها ته وقت جو سنڌ سان الائي ڪهڙو وير آهي، جو هن مٽيءَ جا مڙس جيڪي مٽيادار ٿين ٿا تن کي جيئڻ جي مهلت ئي نٿو ڏئي.

اعجاز جتوئي سان منهنجون جيڪي به ملاقاتون ٿيون، انهن جي اساس ۾ گهڻو ڪجهه آهي. هو هڪ سڌو ڪرو ۽ صاف گو ماڻهو هو ۽ جيڏو هو پاڻ قدآور هو ان کان گهڻو وڏو سنڌ جو آواز هو.

هن جي بنيادي ڪمٽمينٽ سنڌ ۽ جمهوريت سان هئي. هو هڪ اڏول قومپرست، ترقي پسند ۽ بااصول پارليامينٽرين هو. سنڌ جي پارلياماني سياست جو هڪ وڏو الميو اهو رهيو آهي ته جيڪي ماڻهو ان جو حصو بنجن ٿا، انهن مان اڪثر ذاتي/ تنظيمي مفاد پرستي ۽ مصلحت پسندي ۾ ايترو ته وڪوڙجي وڃن ٿا جو انهن جو سنڌ بابت رويو ئي تبديل ٿيو وڃي. اهي سنڌ بابت فقط تڏهن ڳالهائين ٿا جڏهن اپوزيشن ۾ هجن ٿا يا جيترو سندن مخصوص سياسي/ ذاتي ضرورتن مطابق هجي. اعجاز جتوئي ايئن نه هو. هو حڪومت ۾ هجي يا اپوزيشن ۾، سنڌ ۾ بهارين جي آبادڪاري جو معاملو هجي، ڪالاباغ ڊيم جو مسئلو هجي، وسيلن جي ورڇ جو سوال هجي، صوبائي خودمختياري جي ڳالهه هجي يا اهڙا ٻيا اهم ۽ بنيادي معاملا هجن، هن سنڌ جي آواز کي سياسي مصلحتن تي قربان نه ڪيو. مختلف وقتن تي سندس بيان ۽ تقريرون ان جو دليل آهن. اهي گڏ ڪري ڇپجن ته سنڌ جي ڪيس جو هڪ رڪارڊ آهن.

اعجاز جتوئي اٽانگي واءُ جو وڻجارو هو. هو سياسي عمل ۾ مسلسل سرگرم رهيو. ايم آر ڊي جي تحريڪ ۾ جيل ويو آخر تائين سياسي ڪيسن ڪي منهن ڏيندو رهيو. اهڙي هڪ ڪيس ۾ ته وفات کان پوءِ اشتهاري ڏوهاري قرار ڏنو ويو. جيڪو شايد ملڪ جي تاريخ ۾ پنهنجي نوعيت جو پهريون واقعو هجي. هو بزنجو مرحوم جي پي اين پي جي سنڌ جو صدر ٿيو. سندس اڳواڻي ۾ سڀني سنڌ جي ترقي پسند قومپرستن پي اين پي ۾ هڪ جاءِ پيدا ڪئي. سنڌ جي قومي ڀڏي لاءِ سنڌ قومي اتحاد ۾ سندس سرگرمي ڪڏهن به وسارڻ جهڙي ڪانهي، خاص ڪري 90_1989ع دوران حيدرآباد ۽ ڪراچي سنڌين لاءِ دهشتگردي جي باهه ۾ ٻريا پئي، تڏهن اعجاز جتوئي دربدر ۽ بي سهارا سنڌين جي آٿت ۾ پرجهلو ٿيو ان دهشت ۽ اذيت جي دور ۾ ٻين تنظيمن ۽ فردن به پنهنجي طور تي ڪافي ڪجهه ڪيو پر اعجاز جتوئي جيڪو ڪردار ادا ڪيو تنهن 1972ع ۾ ٻولي واري بل تي سنڌين خلاف ٿيل دهشتگردي دوران شهيد فاضل راهو جي ڪردار جي ياد تازي ڪري ڇڏي هئي. اعجاز جتوئي کي پنهنجي جمهوري بيهڪ جو پورو پورو احساس هو. هڪ ڏينهن اسماعيل راهو سان مارشل لا دور جي ڳالهه پئي ڪيائين. حيدرآباد ڇانوڻي جي هڪ وڏي آفيسر جي نالي چيائين ته: "هڪ ڏينهن مون کي گهرايائين ۽ چيائين ته ٻيا ..... ڇيو منهنجو توهان سان ڪو ڪم ٿي ڪونهي جو اچان." چيائين: "اسان سياسي ماڻهو آهيون، اسان جو ڪهڙو ڪم آهي هنن وٽ وڃڻ جو...." ڪي ماڻهو شاهه سائين جي بقول:

لوڪ وهي لهوارو تون اوچو وهه اوڀار

وانگر هوا جي هلندڙ رخ جي ابتڙ فيصلا ڪندا آهن. هنن کي اهو يقين هوندو آهي ته وقت سندن فيصلن کي صحيح ثابت ڪندو.

اعجاز جتوئي (سندس خاندان) سنڌ ۾ قومپرستن مان پهريون هو جنهن نواز شريف جي اڳواڻي کي سنڌ جي مفاد ۾ سمجهيو ۽ تنقيدن جي باوجود ان جي مسلم ليگ لاءِ سنڌ ۾ راهه هموار ڪئي. بعد ۾ مسلم ليگ (ن) سنڌ ۾ جيڪا واڌ ڪئي، تنهن ان جي اندر سنڌ جي بنيادي مسئلن بابت هڪ واضح مؤقف ۽ بئلنس پيدا ڪيو آهي. اڳوڻي سينيٽر قاضي عبدالمجيد (منهنجو چاچو به ٿئي) جي آفيس ۾ وينو هوس ته ڪيس اعجاز جتوئي جي فون آئي. لڳو ٿي ته ڪيس ڪنهن ڳالهه جي ڏاڍي تڪڙ هئي.

چاچا ٻڌايو تہ: "عابده حسين ڪالاباغ ڊيم لاءِ بيان ڏنا آهن، ان تي ميٽنگ لاءِ نواز شريف سڏايو اٿس، تنهن جي تياري پيو ڪري، مون کي پيپرز ڏيڻ لاءِ پئي چيائين." سنڌ جي اشوز تي بحث مباحثي جا پيا بہ ڪيترائي موقعا آيا. اعجاز جتوئي آهي، جڻ "يقين" آهي تہ سنڌ خلاف ڪابہ سوديبازي نہ ٿيندي هو خود سنڌ جي ڪيس جو چٽو دليل هو.

اعجاز جتوئي ٻہ دفعا سينيٽر ٿيو ۽ مسلم ليگ (ن) جو مرڪزي اڳواڻ هو. هو ملڪي سياست جي مرڪزي ڌارا ۾ ڪافي اڳيان اچي چڪو هو ۽ ملڪي سطح تي سنڌ ۽ جمهوريت لاءِ پنهنجو ڪردار ادا ڪري رهيو هو. سندس ملڪ جي مختلف سياسي اڳواڻن توڙي اهم شخصيتن سان واسطا هئا. سندس وفات سان سنڌ جا اهي لاڳاپا ڪمزور ٿيا آهن. اعجاز جتوئي هڪ گهڻ- رخو ۽ توازن پيدا ڪندڙ سياسي اڳواڻ هو. موجوده صورتحال ۾ اهي تعلق ۽ توازن متاثر ٿي سگهن ٿا، جيڪي هن جي شخصيت ۽ ڪردار سبب هئا. هن جو زندگي جي منظرنامي تان هٽي وڃڻ سنڌ ۽ ملڪ جو وڏو نقصان آهي.

اعجاز جتوئي جي خاندان لاءِ سندس وفات فقط هڪ گهرياتي جو ويڇوڙو نہ پر هڪ پرجهلي سياسي ساٿيءَ جي جدائي بہ آهي. ان جدائيءَ جو درد اُهي ئي ماڻهو محسوس ڪري سگهن ٿا، جن سان ظالم وقت اهڙا ڪيس ڪيا آهن.

اڪثر حالتن ۾ ڪنهن ماڻهوءَ جي زندگي نہ پر ان جو موت ئي ان جو تعين ڪندو آهي تہ اهو ڪيڏو اهم ۽ وڏو ماڻهو هو. وقت اعجاز جتوئي لاءِ اهو فيصلو ڏئي ڇڏيو آهي تہ هو سنڌ جو املهہ سپوت هو.

(روزاني سنڌ حيدرآباد 21- سيپٽمبر 1997ع)



# اعجاز جتوئي جو لاڏاڻو سنڌ کان هڪ سڄڻ وڇڙي ويو

ذوالفقار شيخ

هو جنهن جو نالو تاريخ جي ورقن ۾ اعجاز علي جتوئي جي نالي سان محفوظ ٿي ڪيس امر بڻائي ويو آهي، سو پنهنجن دوستن، ساٿين، همدردن ۽ غريب ماڻهن لاءِ نهايت شفيق هو. هو هڪ وڏي سياسي ۽ سماجي قربت رکندڙ پيءُ جو پٽ هئڻ جي باوجود هڪ عام قسم جو ماڻهو لڳندو هو جنهن پنهنجي عملي سياست جي شروعات ۾ ئي جاگيرداري سماج جا بکيا اُڌيڙي عام ماڻهو کي عزت ۽ مان مرتبو ڏنو ۽ جيڪو سياسي مخالفن لاءِ سخت سياسي زبان استعمال ڪرڻ بدران انهن لاءِ ڪين پنهنجو بنائڻ وارو ماڻهو هو.

اعجاز جتوئي قومي ڪارڪنن، سماجي ڪارڪنن ۽ صحافين کي پنهنجو گهرو دوست بڻائڻ جي زبردست صلاحيت رکندڙ هو. هو جهڙو شاندار قسم جو ماڻهو هو اهڙو ئي شاندار قسم جو مقرر ۽ اصول پرست سياستدان هو. سنڌن سنڌ قومي اتحاد جي جلسن ۾ ڪيل تقريرون، سنڌس پڄاڻان اسان جي ڪنن ۾ گونجڻ لڳيون آهن. مون کي اعجاز جتوئي کي ڪافي ويجهو کان ڏسڻ ۽ ٻڌڻ دوران گڏ ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو. اڪثر وڏن ماڻهن جي توهان پلي ڪيترو به ويجهو هجو واٽا يا ورڪر هجو پر جيڪڏهن توهان انهن سان مهيني سوا جي وقفي بعد ملندؤ ته هو توهان کي سڃاڻڻ کان انڪار نه به ڪٽي ڪن تڏهن به انهن کان توهان جو نالو ضرور وسريل هوندو پر اسان جڏهن به اعجاز جتوئي سان ملندا هياسين ته هو پري کان ئي نالو وني مخاطب ٿي خوش پڙائي ڪندو هو.

1994ع ۽ 1995ع ۾ دادو ضلعي ۾ لاڳيتو ٻه سال آيل قيامت خيز ٻوڏن دوران تحقيقاتي صحافت جي جنون سبب مون کي اعجاز جتوئي سان گڏ

ڪم ڪندي ڪيس پرکڻ جو موقعو مليو. هو چا ته ماڻهو هيو جهڙو رُڪ جو ٺهيل. ننڍو تي وڏو محلن ۾ ٿيو ايئر ڪنڊيشنڊ گهرن ۽ گاڏين ۾ هريل ان ماڻهو کي چمڙي ساڙيندڙ سخت گرمين ۾ ننڍڙين ٻيڙين ۾ چڙهي ٻوڏ جي پاڻي جي گهيري ۾ آبادين کان ڪٽيل ماڻهن تائين اٽو چانور ۽ سيڌو پهچائيندي ڏٺوسون. هو سچو پنهنجي پگهر ۾ شل هوندو هو ۽ سڀ ماڻهو گرمي جون رڙيون ڪندا هئا، تڏهن به هو ڪڏهن به ٿڪل يا مايوس نظر نه آيو. ڪافي مهينن تائين فجر کان سفر شروع ڪري اونداهه ٿيڻ تائين ٻوڏ سبب باهرين دنيا کان ڪٽيل ڳوناڻن کي امداد سان گڏ دلاسا ۽ تسليون ڏيڻ سندس معمول بنيل رهيو هو. ماڻهن جي خدمت ڪرڻ جو منجهس اهو هڪ عجيب قسم جو فخر، جوش، جذبو ۽ ولولو هيو جيڪو ڪنهن تمام وڏي ليڊر ۾ به ورلي نظر ايندو آهي. هونئن به وڏا وڏا سياستدان اهڙين حالتن ۾ ڪنهن ڪئمپ جو چڪر هڻي يا ڪنهن بچاءُ بند تي ڪلئي آسمان هيٺ ويٺل ماڻهن کي امداد ڏيندي فوٽو ڪيرائڻ ۽ ٽيليويزن لاءِ رڪارڊنگ ڪرائڻ بعد ايئرڪنڊيشنڊ هال ۾ ڪامورن کان بريفنگ وٺي هليا ويندا آهن. ان دور ۾ اعجاز جتوئي دادو جي صحافين سان اڪثر ڏکيون ڪچهريون پڻ ڪندو هو.

هن تحقيقاتي صحافت ڪرڻ خاطر، ڪاچي جا ماڳ مڪان، نئين گاج، ٻوڏ جي نقصانن جي رپورٽنگ لاءِ پنهنجي والد صاحب جي پوٺوهار جيپ کان وٺي هر قسم جي مدد پڻ ڪئي. انهن ٻوڏن ۾ اعجاز جتوئي جي زور پرڻ تي ان وقت جو وزيراعظم محمد نواز شريف به ٻوڏ سٽيل علائقن جي دوري تي آيو. سڏ سماءَ وارو وزير مشاهد حسين ۽ صديق الفاروق به ساڻس گڏ هئا. اعجاز جتوئي صحافين مان مون کي ۽ دي نيوز لاءِ ڪم ڪندڙ منهنجي دوست عزيز رانجهاڻي کي به گڏ کنيو هو. اسان کي ننڍڙن ٻتيلن (ٻيڙين) ۾ گوزو کان ٻوڏ هيٺ دنيا کان ڪٽيل ڳوٺ ماڏو وٺي هو. هڪ ٻيڙي ۾ چئن پنجن ماڻهن جي گنجائش جي جڳهه تي 10 کان 12 ماڻهو سوار هئا.

آگسٽ جي آسمان مان قهر جيان باهه. جهڙي گرمي وسائيندڙ ڏينهن ۾ هينيان بدبوءِ واري اُب خارج ڪندڙ پاڻي جي وچ ۾ پنهنجي زندگي جو عذاب وارو سفر ڪندي جڏهن ٻن ڪلاڪن بعد اسان ماڳ تي پڳا هئاسين ته سيني جي حالت ڏسڻ وٽان هئي. پر اڪيلو اعجاز جتوئي هو جنهن جي

ڇهري تي ڪنهن به قسم جو ٽڪ يا بيزاري جو ڪو نشان به نه هو. اهڙين ئي ڏکين گهڙين ۾ ماڻهن جي واهر ۽ خدمت ڪرڻ جي سلي ۾ 1997ع جي چونڊن ۾ جتوئي خاندان کي وڏي عرصي بعد سوڀ ملي ۽ عبدالحميد خان جتوئي قومي اسيمبلي جو ميمبر ٿيو ۽ لياقت علي جتوئي ۽ سندس اتحادي حاجي امير بخش جوڻيجو صوبائي اسيمبليءَ جا ميمبر ٿيا. ان وقت انساني حقن جي تنظيم ايڇ آر سي پي پاران لاهور کان آيل ناميارن صحافين حسين نقي، رحيم يوسف زئي ۽ ٻين جي تحقيقاتي رپورٽ ۾ حڪومت تي سياسي مخالفن کي بدترين سياسي انتقام جو نشانو بڻائڻ ۾ ملوث ڄاڻايو ويو هو ۽ ان وقت جو وڏو وزير حڪومتي ڪارروايين سبب جلاوطني واري زندگي گذارڻ تي مجبور ۽ سندن والد طبيعت جي ناسازي سبب گهڻو سرگرم نه هو. ان دور ۾ صرف اعجاز جتوئي هو جنهن ماڻهن جي مالڪي ڪئي. موت ۾ ماڻهن کين ڪامياب ڪيو. اعجاز جتوئي جي لاڏاڻي بعد ماڻهو جيڪي سرڪاري پروٽوڪول سبب وڏي وزير تائين پهچي نه سگهن، پاڻ کي اڪيلو ۽ وياڪل محسوس ڪن. سندس وفات سان جتي جتوئي خاندان کي وڏو نقصان رسيو آهي، اتي ماڻهن کان به همدرد ۽ دوستن جو قدردان دوست کسجي ويو آهي، اتي سنڌ واسين کي عظيم نقصان پهتو آهي، جو ملڪ جي اعليٰ اداري سينيٽ جي قلعي گرجندڙ سنڌ جي حقن وارو آواز نه رهيو آهي.

ان شاندار شخص جي تاريخ جي صورت ۾ محفوظ ٿيل تاريخي جدوجهد ايندڙ نسل لاءِ هڪ عظيم اتساهه آهي ۽ رهندي، ڇوته جيستائين سنڌ ڌرتي قائم رهندي، ان ڌرتي لاءِ جاکوڙيندڙن سان گڏ اعجاز جتوئي به زنده رهندو ۽ موت کيس مات نه ڏئي سگهندو ۽ ايندڙ نسل به کيس شاندار لفظن ۾ ياد ڪري سندس عوامي خدمت واري جدوجهد مان نئون اتساهه حاصل ڪندو.

(روزاني عوامي آواز ڪراچي، 21_ سيپٽمبر 1997ع)



# اعجاز جتوئي: سياست جي پنڌ جو انوکو مسافر

نسرين رياض شيخ

سينيٽر اعجاز جتوئي جي لاڏاڻي جو ٻڌي پهريان تہ يقين نہ پئي آيو. پر اعجاز جتوئي جي لاڏاڻي کان تقريبن هڪ هفتو اڳ اُن وقت جي وڏي وزير ۽ سندس پاءُ لياقت جتوئي جي حيدرآباد جي دوري دوران سندس مايوس چهري تي نظر ڦيرائيندي مون کي يقين ٿي ويو تہ واقعي سنڌ جي اها شخصيت جنهن جو آواز اسلام آباد جي ايوانن ۾ هر وقت گونجندو رهندو هو هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري چڪو آهي. هونئن تہ ان وقت جي وزيراعظم نواز شريف جي پيغام کي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پهچائڻ لاءِ رات ڏينهن مسلم ليگ جو ڪم ڪرڻو پوي ٿو ان ڪري اسين چڻ تہ ڪراچي جهڙي شهر کان مڪمل طور ڪٽيل رهندا آهيون ۽ سنڌ جي ٻين شهرن خاص طور تي حيدرآباد ۾ پارٽي جي تنظيم سازي لاءِ ڪوشان رهندا آهيون. پر ان بدنصيب ڏينهن تي جنهن ڏينهن دلير ۽ بهادر شخصيت طور سڃاتو ويندڙ سينيٽر اعجاز علي خان جتوئي جو پرڏيهہ ۾ لاڏاڻو ٿي ويو ان ڏينهن تي آءُ ڪراچي ۾ پنهنجي گهر ۾ موجود هيس. اها ڪيڏي نہ بدنصيب گهڙي هئي، جنهن وقت مون پنهنجو ٽيليفون کنيو ۽ مون سان هر روز پارٽي معاملن تي وقت بوقت گفتگو ڪندڙ مسلم ليگ (ن) شعبہ خواتين جي مرڪزي اڳواڻ نزهت فاطمہ جو جهيڻي آواز ۾ دبيل آواز ٻڌي مون کي پڪ ٿي وئي تہ پڪ ڪا بُري خبر آهي. ڇوتہ نزهت فاطمہ هر وقت ٽيليفون تي ڳالهائيندي السلام عليڪم ئي کلڻ سان ڪندي آهي. سا اُن ڏينهن السلام عليڪم سڏڪن واري آواز ۾ ڪري رهي هئي. معلوم ڪرڻ تي نزهت فاطمہ ٻڌايو تہ سنڌ جي (اُن وقت جي) وڏي وزير لياقت جتوئي جو

ياءَ ۽ مشهور پارليامينٽرين اعجاز جتوئي گذاري ويو. اعجاز جتوئي لاءِ جيڪڏهن اسان ايئن چئون تہ سنڌ ۾ مسلم ليگ جون پاڙون مضبوط ڪرڻ لاءِ جتي لياقت جتوئي، شاهہ محمد شاهہ، سيد اصغر علي شاهہ، سيد احمد شاهہ، سيد شوڪت شاهہ جو وڏو ڪردار آهي، اتي انهن کان وڌيڪ ڪردار مرحوم اعجاز علي خان جتوئي جو پڻ هو.

هونئن تہ مرحوم سينيٽر اعجاز علي خان جتوئي سان اسان جون ڪي خاص ملاقاتون ۽ گهري واقفيت نہ هئي، پر سنڌ جي قومپرست پارٽين جي جلسن ۾ ڪيل تقريرون اخبارن ۾ پڙهڻ کانپوءِ محسوس ٿيندو هو تہ سينيٽر اعجاز علي جتوئي واقعي هڪ بهتر سياسي اڳواڻ آهي. هونئن تہ سندس قومپرست پارٽين سان وابستگي دوران ڪڏهن ڪو تقرير ٻڌڻ جو خاص موقعو نہ مليو پر سنڌ قومي اتحاد جڙڻ کانپوءِ قومپرستن جي قاسم آباد واري پهرين جمعي گرائونڊ واري جلسي دوران پنهنجي گهر ويڇڻ دوران لائوڊ تي اهو اعلان ٻڌم تہ هاڻي اعجاز جتوئي تقرير ڪندو، آئون پاسي کان ويهي رهيس ۽ اعجاز جي سچي تقرير ٻڌڻ کانپوءِ اهو محسوس ٿيو هو تہ اعجاز قومپرست اڳواڻ هئڻ جي باوجود بہ تعصب پرستي ۽ لسانيت واري سوچ نہ ٿو رکي.

14 آگسٽ 96ع تي جڏهن مسلم ليگ اڃا اقتدار ۾ نہ آئي هئي، ان ڏينهن نشتر پارڪ ڪراچي ۾ حڪومت جي اتحادي جماعت ايم ڪيو ايم وارن سان گڏ ٿيل جلسي ۾ جنهن وقت ايم ڪيو ايم جا ورڪر وڏو شور ۽ نعريبازي ڪري رهيا هئا، ان وقت اهڙو ڪوبہ اڳواڻ نظر نہ پئي آيو جيڪو ايم ڪيو ايم جي انهن مشتعل ڪارڪنن جيڪي پنهنجي اڳواڻ جي آزاديءَ جا نعرا هڻي رهيا هئا، کي خاموش ڪرائي سگهي، پر سينيٽر اعجاز جتوئي ۾ اها صلاحيت موجود هئي، جنهن اسٽيج تي چڙهڻ وقت پنهنجي ڏاهپ ۽ دليلن ذريعي خبر نہ آهي ايم ڪيو ايم جي نعريباز ڪارڪنن کي ڪهڙو ڦيٿو هنيو جنهن ڦيٿي ايم ڪيو ايم جي انهن نعريباز ڪارڪنن کي مڪمل طور تي خاموش ڪرائي ڇڏيو. سنڌ جڏهن ڏکئي دور مان گذري رهي هئي، تڏهن سينيٽر اعجاز جتوئي جهڙن هڏڏوکي ۽ بهادر ماڻهن پنهنجي جوان مردي، طاقت، سياڻپ، بهادري ۽ سچائي جو مظاهرو ڪندي، سنڌ کي امن جو گهوارو بنائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. اسان کي ياد

آهي تہ مسلم ليگ جي ان وقت جي اجلاسن ۾ جڏهن اعجاز جتوئي جهڙا سچا ۽ وفادار ماڻهو اجان مسلم ليگ ۾ شامل نہ ٿيا هئا، تڏهن مسلم ليگ ۾ ان ڳالھہ کي شدت سان محسوس ڪيو ويندو هو تہ سنڌ ۾ هڪ سياستدانن جو اهڙو طبقو موجود آهي، جن جي وفاداري ۽ سچائي تي ڪنهن بہ قسم جو شڪ نہ ٿو ڪري سگھجي ۽ اهي جيڪڏهن مسلم ليگ ۾ اچي وڃن تہ شايد مسلم ليگ هڪ نئين شڪل اختيار ڪري ويندي ۽ پوءِ سؤ سيڪڙو ايئن ٿيو تہ اعجاز جتوئي جهڙن ماڻهن جڏهن مسلم ليگ ۾ شموليت اختيار ڪئي تہ اها مسلم ليگ جيڪا شايد سنڌ جي وڏن شهرن حيدرآباد ۽ ڪراچي تائين محدود هئي، پنهنجون وکون سنڌ جي وڏن شهرن مان وڌائي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ تائين پهچائي ڇڏيون ۽ اڄ جيڪڏهن سنڌ جي هر ڳوٺ، شهر، جهر جهنگ، گهٽي ۾ مسلم ليگ جو جهنڊو ڦڙڪي رهيو آهي، هر ماڻهو جي زبان تي ”مسلم ليگ زنده باد“ جو نعرو آهي تہ ان ۾ اعجاز جتوئي جي تاريخ ساز جدوجهد کي نظرانداز نہ ٿو ڪري سگھجي.

1997ع جي چونڊن ۾ (اُن وقت جي) وزيراعظم نواز شريف سميت مسلم ليگ جي سڄي قيادت کي يقين ئي نہ هو تہ مسلم ليگ کي سنڌ مان ايڏي وڏي موٽ ملندي ۽ پ پ کي تاريخ ساز شڪست نصيب ٿيندي، پر چونڊون ٿي وڃڻ ۽ نتيجا اچڻ کانپوءِ اها ڳالھہ پڪي ثابت ٿي تہ سينيٽر اعجاز جتوئي جهڙن ماڻهن سنڌ ۾ جيڪو مسلم ليگ جو ٻوٽو پوکيو آهي، اهو ٻوٽو واقعي وڏي وڻ ٿي چڪو آهي. اعجاز جتوئي جنهن جو سنڌ جي سياست ۾ هڪ اهم ڪردار رهيو آهي، سندس بہ وڏيون خوبيون اهي هيون تہ هو مشهور پارليامينٽرين ۽ بهترين مقرر هو. هو جيڪڏهن اسلام آباد جي ايوان سينيٽ ۾ ڳالهائيندو هو تہ سندس آواز ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ گونجندو هو ۽ ايوان ۾ ويٺل ماڻهو ڇرڪجي ويندا هئا ۽ هو جڏهن حيدرآباد، ڪراچي، نواب شاھہ، سکر يا لاڙڪاڻي ۾ ڪنهن جلسي ۾ تقرير ڪندو هو تہ جلسي ۾ ماڻهن جي ويهڻ جي گنجائش نہ هوندي هئي ۽ اهو چوڻ ۾ ڪو وڌاءُ نہ ٿيندو تہ اعجاز جتوئي جڏهن ڪنهن جلسي مان تقرير ڪري هيٺ لهندو هو تہ پنڊال ۾ ويٺل ماڻهو ٻين مقررن کي ٻڌڻ بدران پنڊال خالي ڪري وڃي گهر ڀيڙا ٿيندا هئا. سينيٽر اعجاز جتوئي ۾ جتي ٻيون کوڙ ساريون خوبيون هيون، اتي اها خوبي پڻ هئي تہ هو نياڻين جو وڏو احترام

ڪندو هو. جنهن جو مثال سڄي سنڌ ۾ مشهور آهي ته لساني فسادن دوران جڏهن نواب شاهه ۾ هڪ اجلاس دوران ميڊيڪل جي هڪ شاگردياڻي پنهنجي سوني زنجير لاهي اعجاز جتوئي کي ڏني هئي ته اعجاز جتوئي پنهنجي اکين مان لڙڪ وهائي ان شاگردياڻي کي اها زنجير پنهنجي ڳچيءَ ۾ واپس پائي مٿي تي هٿ رکي چيو هو ته: "امان! تنهنجي انهن جذبن ۽ احساسن جو قسم آهي ته لسانيت ۽ دهشتگردي جي خاتمي لاءِ رت جي آخري ڦڙي تائين وڙهنداسين..."

سينيٽر اعجاز علي جتوئي ۾ جتي بيون ڪوڙ ساريون خاصيتون هيون، اُتي ان ۾ هڪ اها به خوبي هئي ته هو ڏاڍو بهادر هو. ساڻس مختلف وقتن تي گڏ هلندڙ حيدرآباد جي هڪ صحافي هڪ مرحلي تي ٻڌايو ته اعجاز جتوئي انهن ڏينهن ۾ جڏهن حيدرآباد ۾ دهشتگردي جو دور عروج تي هو گولاڙچي ۾ قومپرستن جي هڪ جلسي کي خطاب ڪري واپس موٽي رهيو هو ته حيدرآباد لطيف آباد ۾ سخت چيڪنگ دوران قانون لاڳو ڪندڙ ادارن سندس گاڏي کي روڪيو ۽ ڪيس چيو ته: "گاڏيءَ مان هيٺ لهه، چيڪنگ ڪنداسين." اعجاز جتوئي انتهائي همت ۽ بهادري جو مظاهرو ڪندي چڪاس ڪندڙ کي چيو: "آئون سينيٽر آهيان." جنهن تي قانون لاڳو ڪندڙ اداري جي اهلڪارن چيو ته: "سينيٽر ڇا ٿيندو آهي؟" قانون لاڳو ڪندڙ اداري جي اهلڪارن جي ان جملي تي اعجاز جتوئي مرحوم کين چيو ته: "جڏهن اوهان کي اهائي خبر نه آهي ته سينيٽر ڇا آهي ته پوءِ اوهان کي ڪنهن جي گاڏي چڪاس ڪرڻ جو آرڊر ڪنهن ڏنو آهي؟" اعجاز جتوئي اهڙي خطرناڪ دور ۾ قانون لاڳو ڪندڙ ادارن جي اهلڪارن کي جهڙي طرح جواب ڏنو شايد ئي ڪو ٻيو وزير، سينيٽر، ايم اين اي، ايم پي اي يا وڏو سياستدان به اهڙو جواب ڏيڻ جي همت نه پئي ڪري سگهيو.

اڄ جڏهن اعجاز جتوئي دنيا ۾ نه رهيو آهي، تڏهن اسان سيني کي سندس وڇوڙي تي سخت ڏک، افسوس ۽ غم ته ضرور آهي، پر اسين سمجهون ٿا ته سنڌ لاءِ ڪيل تاريخ ساز جدوجهد ۽ عمل کي اسين سبق سمجهي سندس ان سبق مان قوم ۽ ملڪ کي وڏو فائدو پهچائي سگهون ٿا. اعجاز جتوئي مرحوم سنڌ ۾ دوستن جو هونئن ته هڪ وڏو طبقو ڇورو ڇنو ڪري ڇڏيو آهي، پر سندس ساٿين شاهه محمد شاهه، قمر راڄپر، اسماعيل

راهو سائين صبغت الله شاهہ راشديءَ، مرتضيٰ جتوئي سميت جڻ تہ سڄي مسلم ليگ ڇوري ڇني ٿي وئي آهي. سينيٽر اعجازَ جتوئي جو وڇوڙو نہ صرف مسلم ليگ پر خود ملڪ ۽ پوري قوم لاءِ وڏو سانحو ۽ قومي نقصان آهي، جنهن نقصان کي پورو ڪرڻ لاءِ قوم جون مرحوم اعجاز جتوئي جي ڀاءُ لياقت جتوئي ۽ والد بزرگوار عبدالحميد جتوئي ۾ وڏيون اميدون آهن ۽ قوم کي پورو يقين آهي تہ هو قوم جي اميدن تي پورا لهندا ۽ جيڪڏهن لياقت علي جتوئي پنهنجي مرحوم ڀاءُ اعجاز جتوئي جي پاليسين تي هلندو تہ شايد مسلم ليگ جون سنڌ ۾ پاڙون وڌيڪ مضبوط ۽ مستحڪم ٿينديون.

(روزاني سوال حيدرآباد 20 سيپٽمبر 1997ع)



# سينيٽر اعجاز جتوئي جي ياد ۾

علي حسين جمالي

ڪجهہ ڏينهن کان لنڊن، يورپ ۽ آمريڪا مان خبرون اچي رهيون هيون تہ سينيٽر اعجاز جتوئي جي طبيعت ٺيڪ نہ آهي، ڏينهون ڏينهن ان جي حالت خراب ٿي رهي آهي ۽ ڊاڪٽرن جواب ڏيئي ڇڏيو آهي، پر دل نٿي مڃيو تہ هي نوجوان سياستدان، سنڌ جو عاشق ۽ غريب عوام جو همدرد ايترو جلدي اسان کان جدا ٿي ويندو.

شروع ۾ سينيٽر اعجاز جتوئي، سنڌي قومپرستي واري سياست ڪئي. هو ايم آر ڊي تحريڪ ۾ وڌو سرگرم رهيو. سنڌ نيشنل الائنس جي نامور رهنمائن ۾ شمار ڪيو ويندو هو. هو سنڌي عوام جي ڏک سک ۾ هميشہ نہ صرف شريڪ رهندو هو بلڪ سڀ کان اڳتي هوندو هو. ماضي ۾ سائين جي ايم سيد جي بہ گهڻو ويجهو رهيو پر سندس سياست جو محور هميشہ پاڪستان اندر خوشحال سنڌ ئي رهي. ڏکويل ماڻهن وٽ همدرديءَ جي اظهار لاءِ پهچي وڃڻ ۽ بيروزگار نوجوانن کي روزگار ڏيارڻ سينيٽر اعجاز جتوئي جا بنيادي مقصد رهيا. اهوئي سبب هو جو هن مختصر زندگيءَ ۾ الله تعاليٰ ان کي وڏي عزت ڏني. هو بہ دفعا سينيٽر چونڊيو. هن جو والد عبدالحميد خان جتوئي، پهرين صف جو سياستدان آهي ۽ هميشہ سنڌ جي بهتري، ڀلائي ۽ بهبود جي ڳالهہ ڪري ٿو. سنڌ خلاف ڪابہ ڳالهہ ٻڌڻ لاءِ تيار نہ آهي، انهيءَ لاءِ پ پ ۽ مسلم ليگ جي حڪومتن ۾ هميشہ تڪراري ۽ عتاب هيٺ بہ رهيو آهي. هن جي سياست ڪي هن جي پٽن بہ اختيار ڪيو ۽ هن جي سوچن ۽ پاليسين تي عمل ڪيو آهي ۽ ڪري رهيا آهن. مرحوم اعجاز جتوئي، سنڌ جي ڳالهہ ڪرڻ جي ڏوهہ ۾ ڪيئي دفعا جيل بہ ڪاٽيو.

حبيب جالب بہ هي شعر، "لاڑڪانہ چلو۔ ورنہ ٿاني چلو" عبدالحميد جتوئي سان ماضيءَ جي هڪ حڪومت جي ڪيل سلوڪ تي چيو هو.

سينيٽر اعجاز جتوئي، انتقال کان پهرين پنهنجي اکين سان پنهنجي خاندان جو اعزاز ڏسي رخصت ٿيو. اهو ايئن تہ هن جو وڏو ڀاءُ لياقت علي جتوئي، سنڌ جو وڏو وزير بڻيو. اعجاز جتوئي، پنجن مهينن تائين پنهنجي ڀاءُ جي حڪومت ڏٺي، پر ڇهين مهيني ۾ هو علاج لاءِ ملڪ کان ٻاهر ويو جتي وڃي خالق حقيقي سان مليو.

موت برحق آهي، پر جواني جي جدائي خاندان، عزيزن ۽ دوستن احبابن لاءِ انتهائي غمناڪ هوندي آهي. اهڙيءَ طرح اعجاز جتوئي بہ 47 سالن جي ڄمار ۾ پنهنجي زال، پٽن، والد، ڀائرن ۽ ٻين عزيزن کي جدائيءَ جو غم ڏيئي رخصت ٿي ويو.

حقيقت ۾ اڃا هن کي سنڌ جي عوام جي خدمت جو موقعو مس مليو هو اڃا هاڻي هو سنڌ لاءِ ڪجهہ ڪرڻ جي حيثيت ۾ آيو هو پر قدرت هن جي جدائي جو فيصلو ڪري ڇڏيو هو جيڪو اٽل هو.

هن وقت صرف هن جي حق ۾ مغفرت جي دعا ئي ڪري سگهجي ٿي ۽ اها دعا بہ ڪئي وڃي تہ الله تعاليٰ هن جي خاندان کي هن زبردست نقصان کي برداشت ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي. هن جي خاندان کي هن قضئي کان دل برداشتہ نہ ٿيڻ کپي. انهيءَ کي الله جي مرضي سمجهي قبول ڪرڻ کپي ۽ گڏوگڏ وڏيڪ حوصلن سان عوام جي خدمت ڪرڻ کپي.

حقيقت هيءَ آهي تہ ٻيتو ضلعي دادو جو هي جتوئي بلوچ خاندان تقريبن هڪ صديءَ کان نسل در نسل سياست ۾ آهي، پر جيڪا عزت عبدالحميد خان جتوئي ۽ ان جي پٽن لياقت علي جتوئي ۽ سينيٽر اعجاز جتوئي ڪمائي، اها ٻين جي حصي ۾ تمام گهٽ آئي آهي.

هن خاندان جا فرد قومي اسيمبلي جا ميمبر بڻيا، ميمبر سينيٽ آف پاڪستان بڻيا، سنڌ اسيمبليءَ جا ميمبر بڻيا ۽ سنڌ ۾ وزارت جي منصب تي بہ پهتا. هي هڪ اهڙو اعزاز آهي جيڪو تمام گهٽ ٻين ماڻهن کي نصيب ٿيو.

(روزاني هلال پاڪستان، ڪراچي خميس 18 ۔ سيپٽمبر 1997ع)



# اعجاز علي جتوئي: بحيثيت سياستدان

ذوالفقار علي اُجڻ

وسندا تہ ڪڪر وانگي،
سجڻ جون نہ پُڇ ڳالهيون،
رُسندا تہ پٿر وانگي!

چوندا آهن تہ گوپي جي گهر ۾ جڏهن ڪو ٻار پيدا ٿيندو آهي تہ ان جو روئڻ بہ سُر ۾ تہ کلڻ بہ سُر ۾ هوندو آهي. بلڪل اهڙيءَ طرح مرحوم سينيٽر اعجاز علي جتوئيءَ کي پڻ سياست ورثي ۾ ملي، چوتہ سندس سياسي استاد پيو نہ بلڪ سندس والد بزرگ سياستدان ۽ جهونو پارليامينٽرين عبدالحميد جتوئي آهي. پنهنجي اندر ۾ سياسي جراثيمن جي اثر هيٺ مرحوم سينيٽر اعجاز علي جتوئي سياست جي شروعات نوابشاهہ ۾ نائين جماعت ۾ پڙهندي ايوبي آمريت خلاف تحريڪ ۾ حصو وٺندي شروع ڪئي، پر سندس سياست جي ميدان ۾ اچڻ ان وقت ٿيو جڏهن هو بلدياتي چونڊن لاءِ ضلعي ڪائونسل جو ميمبر چونڊجي آيو. سندس سياسي ذاهپ ۽ فراست سبب جلد ئي هو قومي سياست ۾ اچي ويو ۽ هو سنڌ اسيمبلي طرفان سينيٽر چونڊجي ويو ۽ ان سان گڏ هن پاڪستان نيشنل پارٽي ۾ رهندي سنڌ قومي اتحاد جي نمائندگي پڻ ڪئي ۽ ان ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو. هي ڀهريون سياستدان هو جنهن ان ڳالهہ تان پردو کنيو تہ ايجنسيون پنهنجي ايجنٽن ذريعي سنڌ قومي اتحاد ۾ مداخلت ڪري رهيون آهن ۽ ان کي ناڪام ڪرڻ گهُرن ٿيون. هن اهو پڻ محسوس ڪيو تہ جيڪي ان وقت پاڻ کي قومپرست سڏائي رهيا هئا، تن جو ماضيءَ ۾ ڪوبہ اهڙو ڪردار نہ رهيو آهي، تنهن ڪري سندن سنڌ قومي اتحاد ۾ رهڻ نقصانڪار ثابت ٿيندو ۽ بلڪل ائين ٿيو بہ.

سنڌ جي حقيقي قومي حقن لاءِ مرحوم اعجاز جتوئيءَ جي سچي نيت سان جدوجهد ڪرڻ کان انڪار نٿو ڪري سگهجي. ان جو مثال اهو آهي ته هڪ سازش ذريعي ڪراچي ۽ سنڌ ۾ سنڌي مهاجر فساد ڪرايا ويا. ان دور ۾ جان هٿن تي رکي متاثر ٿيل سنڌين جي پرگهور لهڻ، سندن مدد ڪرڻ ۽ تسلي ڏيئي مايوسيءَ جي انڌيري مان ٻاهر ڪڍڻ وارين سندس ڪوشش کان انڪار نٿو ڪري سگهجي. ايتري قدر جو فسادن جي شدت وقت هو پاڻ سنڌي قومپرست سڏائيندڙن وٽ ويو. پر هنن جواب ڏنو ته سندن سيڪيورٽيءَ جي ضمانت ڪير ڏيندو. اعجاز جتوئي سندن احساس کي ڏونڌاڙيندي جواب ڏنو ته هي جي روز سنڌي مرن پيا، تن جي سيڪيورٽيءَ جو بندوبست ڪير ڪندو؟ مطلب ته هن انهيءَ قومي ذميواريءَ ۾ به پنهنجي جان کي عزيز نه رکيو ۽ ڏتڙيل سنڌين جي مدد لاءِ مچ ۾ ڪاهي پيو. هو پنهنجون ٽيمون وٺي حيدرآباد ۾ هر انهيءَ جاءِ تي پهتو جتي ايمبولينسون به نٿي وڃي سگهيون ۽ اتي وڃي هنن لاش کنيا ۽ زخمين کي اسپتالن پيڙو ڪيو ۽ ماڻهن کي سمجهايو ته هر ماڻهوءَ کي پنهنجو تحفظ ڪرڻ جو حق حاصل آهي. هي اهو وقت هو جو لطيف آباد نمبر 9 ۾ پاڙي وارن کي هڪ ٻئي جي حال جي خبر نه هئي. اعجاز جتوئي انهن وٽ پهچي کين حوصلو ڏنو ۽ چيو ته توهان پاڙيسري آهيو. تنهنڪري توهان کي هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻ گهُرجي. ان موقعي تي هن قومي مسئلي تي ايترو ته ڳالهايو جو عام ماڻهوءَ کي به خبر پئجي ويئي ته قومي مسئلو ڇا ٿيندو آهي.

سنڌ قومي اتحاد کي ٽٽڻ جي نتيجي ۾ ٿيندڙ سازش کي محسوس ڪندي هن وڏ ۾ وڏ ڪوشش ڪئي ته ڪنهن نموني اتحاد کي بچايو وڃي پر اتحاد ٽٽي ويو. 30 سيپٽمبر ۽ 1 آڪٽوبر وارا واقعا پيش آيا، جن ۾ ڪيترين ئي قيمتي جانيون ضايع ٿيون. جنهن تي هن سينيٽ اندر پاڪستان جي سياسي دماغن کي جنجهوڙيندي وڏي واڪ چيو ته سنڌ ۾ گهرو ويڙهه جي رٿا جوڙي ويئي آهي، جنهن تحت سنڌين ۽ مهاجرن کي پاڻ ۾ ويڙهايو ويندو. ڇاڪاڻ ته سازشي عناصر اهو چاهُن ٿا ته جيسين سنڌي ۽ مهاجر پاڻ ۾ نه وڙهندا تيسين سنڌ جي حقن کي هڙپ ڪري نه سگهبو ۽ سنڌ کي غلام بنائي ان تي قبضو نه ڪري سگهبو. مرحوم اعجاز علي جتوئيءَ جو پڻ اهو خيال هو ته جن ماڻهن سنڌ قومي اتحاد ۾ رهندي قومي

مفادن جي خلاف ڪم ڪيو. تن جي باري ۾ سنڌي قوم کي اهو حق پهچي ٿو تہ هوءَ کين ڳچين کان جهلي پُڇي تہ توهان اهڙو ڪردار ڇو ادا ڪيو. اهو اعجاز علي جتوئي ئي هو جنهن پنهنجي ذهانت سان سائين جي ايم سيد کي قائل ڪيو تہ سنڌ قومي اتحاد جي پليٽ فارم تان چونڊن ۾ اميدوار بيهاريا وڃن. هن ڀرپور انداز سان سنڌ قومي اتحاد جي پليٽ فارم کي استعمال ڪيو ۽ سنڌين سان واڳيل مسئلن جهڙوڪ ڪالاباغ ڊيم، ٻهارين جي مسئلي ۽ سنڌ جي معدني وسيلن جي سوال کي مٿي کنيو. سندس اهو نظريو هو تہ پاڪستان ۾ قومي حقن جي حصول لاءِ نظام جي تبديليءَ جي ضرورت آهي، جنهن لاءِ گڏيل جدوجهد جي ضرورت آهي ۽ ڪابہ هڪ قوم اڪيلي سر ان لاءِ وڙهي نہ ٿي سگهي. هو اڪيلو نمائندو هو جنهن پنهنجي دور ۾ سنڌ بابت سينيٽ ۾ موشن آندا، جن تي بہ پيرا بحث ٿيو پر افسوسناڪ پاسو اهو آهي تہ ان کانپوءِ ڪنهن بہ سنڌي ميمبر هڪ دفعو بہ سنڌ بابت نہ ڳالهايو آهي.

1988ع کان وٺي 1994ع تائين سينيٽ اندر جيڪي بہ اجلاس ٿيا هئا، تن ۾ هن 36 تقريرون صرف سنڌ ۾ امن ۽ امان جي حوالي سان ڪيون، جيڪي اڄ بہ رڪارڊ تي موجود آهن، جن ۾ هن چيو تہ سنڌ ۾ امن امان جي مسئلي جو وڏو ڪارڻ بيروزگاري آهي. هن اهو پڻ چيو تہ امن امان ڪري سنڌ جون ٻهراڙيون خالي ٿي رهيون آهن، ڌاڙيلن جو راڄ وڌي رهيو آهي ۽ پوليس ڌاڙيلن سان ملي چڪي آهي. ايس پي، ڊي ايس پي ۽ ڊي سي ڌاڙيلن سان ميٽنگون ڪري رهيا آهن تہ اسان جي حد کي ڇڏي ڏيو ٻئي پاسي پلي وڃي ڌاڙا هڻو. کين بوسڪين جا پٽڪا ۽ واچون تحفا ڪري موڪليون وينديون هيون. هڪڙو اهڙو ماحول جڙي ويو آهي، جو حالتون سڌري ڪين سگهنديون.

مير غوث بخش بزنجي جي وفات کانپوءِ پي اين پي جي اڳواڻن جي پاليسيءَ سان سندس هم آهنگي قائم رهي نہ سگهي ۽ هن پي اين پيءَ کي خدا حافظ چيو ۽ ان وقت نواز شريف جيڪو اسٽيبلشمينٽ سان ٽڪر کائي وينو هو ۽ سندس ڪيل تقريرن ۾ سچائيءَ کي پرکيندي اعجاز جتوئيءَ پاڪستان مسلم ليگ (ن) ۾ شموليت اختيار ڪئي، جنهن اقتدار ۾ اچڻ بعد شهرن ۽ ڳوٺن ۾ امن بحال ڪري ڇڏيو. جڏهن تہ بينظير حڪومت

16 مهينا ايم ڪيو ايم سان ناهه ڪرڻ جي باوجود امن بحال نه ڪرائي سگهي هئي ۽ روزانو سنڌي ماڻهن جا لاش ٻهراڙين ۾ پهچندا هئا. نواز شريف 1992ع ۾ ڪراچي ۾ آرميءَ هٿان آپريشن ڪرايو جنهن جي اعجاز جتوئيءَ سخت مخالفت ڪئي ۽ چيو ته آرميءَ کي سنڌ ۾ نه موڪليو وڃي، ڇوته اهو سولين ڪم آهي. جيڪو آرميءَ هٿان نه ٿيڻ گهرجي ۽ سندس ڏيڪاريل خدشي مطابق ٽنڊو بهاول وارو واقعو پيش آيو پر نواز شريف ٻهريون دفعو ماڻهن ۽ آرميءَ وچ ۾ غير جانبدار رويو اختيار ڪندي آرميءَ مان ڪِڍي جوابدار فوجين کي سزائون ڏياريون. انهيءَ جي نتيجي ۾ نواز شريف پنهنجا 15 ايم اين اي پڻ وڃايا. ان ڪانسواءِ اعجاز جتوئي نواز شريف کي ان لاءِ پسند ڪيو ٿي ڇوته جتي به ڪو ريپ ڪيس ٿيو پئي ته نواز شريف اتي پهچي ٿي ويو. هن جو خيال هو ته سنڌي ماڻهن جي حساب ڪتاب جو حق بينظير تي وڌيڪ آهي، ڇوته هنن هر پيري ڪيس ووٽ ذريعي کٽرايو هو پر نواز شريف سنڌين جي وڌيڪ ڪم آيو آهي. هن جي جهانديده نظرن ان وقت ئي ڏسي ورتو هو ته ايندڙ حڪومت مسلم ليگ جي هوندي اعجاز علي جتوئي پ پ دور ۾ سينيٽ ۾ ڪالاباغ ڊيم خلاف موشن وڌو هو ڇوته هن جو چوڻ هو ته ڪالاباغ ڊيم جو 40 سيڪڙو ڪم پ پ دور ۾ ٿي چڪو آهي، جنهن جي هو پاڻ وزٽ ڪري چڪو هو.

اعجاز علي جتوئي مرحوم جي خيال ۾ اوير پاڪستان ۾ بنگلاديش ناهڻ جا ذميوار اصل ۾ يحيٰ خان ۽ ذوالفقار علي ڀٽو هئا ۽ هن سازش ۾ ٽڪا خان ۽ نيازي شريڪ هئا ۽ ٽيهه لک بنگالي مارڻ ۾ جيترو ڪردار ٽڪا خان جو هو اوترو ڀٽي جو به هو. هن اهو بہ انڪشاف ڪيو ته ان وقت جي روس جنرل اسيمبليءَ ۾ نهراءُ پيش ڪيو هو ته بنگال ۾ سياسي ناهه ٿيڻ گهرجي، پر ڀٽو بخار جو بهانو بنائي 3 ڏينهن اسيمبليءَ ۾ نه آيو هو. سندس چوڻ هو ته ڀٽي مرحوم کي ڪنهن به قيمت ۾ اقتدار جي ضرورت هئي. ايتري قدر جو پ پ جي سينٽرل ڪميٽي جي گڏجاڻيءَ ۾ جنهن ۾ اعجاز جتوئيءَ جو والد عبدالحميد جتوئي پڻ شامل هيو اهو فيصلو ڪيو ويو هو ته شيخ مجيب کي اقتدار ڏنو وڃي ته هو حڪومت ڪري، جنهن تي ڀٽو صاحب اجلاس جو واڪ آئوٽ ڪري ويو هو. اعجاز جتوئيءَ جو خيال هو ته 1973ع جو آئين مئل گهوڙو آهي، ان ۾ ڪجهه به نه بچيو آهي، ڇوته

1976ع ۾ پيٽي صاحب ان ۾ ايتريون تہ ترميمون ڪيون هيون جو ان جو اصل روح ئي ختم ٿي ويو هو ۽ ان ڪانپوءِ هن وقت تائين ان جو وڏيڪ بيڙو ٻوڙيو ويو آهي.

اعجاز جتوئي اجوڪي دنيا کي ڏهہ سال اڳ واري دنيا کان گهڻو مختلف سمجهندو هو. سندس چوڻ هو تہ ڏهہ سال اڳ دنيا اندر بہ سپرپاور هئا. جن جون پنهنجون لابيون هيون. انهن سپرپاورز مان هڪ مظلوم طبقن جي حمايت ڪندو هو ۽ ٻيو سامراجي حوالي سان عمل دخل رکندڙ هو. جڏهن تہ اجوڪي دنيا بلاڪي آهي، جنهن ۾ ڪنهن جو بہ مستقبل نہ آهي، ان حوالي سان هن اڳڪٿي ڪئي هئي تہ ايندڙ ڏهن سالن ۾ دنيا گهڻو تبديل ٿي ويندي ۽ اها مختلف ابرندڙ قوتون ڏسندي، جن ۾ چائنا بہ آهي تہ جرمني بہ. يورپ اندر تبديلي ايندي ۽ هن ننڍي کنڊ ڏکڻ ۽ اوير ايشيا توڙي وچ ايشيا جي رياستن ۾ بہ تبديلي ايندي. روس جيڪو ڇهن حصن ۾ ورهايل آهي، اهو ڪٽي ٿو بيهي، اها بہ هڪ نئين تبديلي هوندي. ايندڙ يارهن سالن ۾ دنيا واضح روپ ڌاري ويندي ۽ دنيا گهڻن بلاڪن ۾ ورهائجي ويندي. حالتون تمام تڪڙيون تبديل ٿي رهيون آهن. هن امڪان ڏيکاريو هو تہ چائنا ۽ جرمني اينٽي آمريڪا بلاڪ ٿي ابرندا. هڪ يورپ جي نمائندگي ڪندو ۽ ٻيو هن پاسي جي نمائندگي ڪندو ۽ دنيا ڇئن بلاڪن ۾ ورهائجي ويندي ۽ ٿي سگهي ٿو تہ قومن جا مستقبل طئي ٿي وڃن ۽ ڪهڙي قوم ڪهڙو شيپ وٺي ٿي، اهو تاريخ ۽ حالتن تي ڇڏيل آهي.

بهرحال مرحوم سينيٽر اعجاز علي جتوئيءَ جي ڏيهي ۽ پرڏيهي سياست تي ڪرڙي نظر هئي ۽ هن انهن جي روشنيءَ ۾ تجويز ڪيو ٿي، جنهن مان سندس سياسي دوراندیشي ۽ فصاحت جو پتو پوي ٿو. الله تعاليٰ کيس جوار رحمت ۾ جڳهہ عطا فرمائي. (آمين)

(هفتيوار اتفاق حيدرآباد. 19 ـ سيپٽمبر 1997ع)



# هيءَ نہ ويل وڇڻ جي

حبيب سنڌي

هن ديس جي دل آهي، هي ضلعو دادو
نروار رني ڪوٽ جو قلعو دادو
پروردگار ڪي آ پيارو ڏاڍو
بيباڪ بلاول جو هي ڊولو دادو

دادو ضلعو دودن، دولهن، بلاولن ۽ سناين جي ڪري ملڪان ملڪ مشهور آهي. ان ضلعي دادو جي دل ٻيڻي جتوئي جي جتوئي خاندان جو سنڌ جي سياست ۾ جيڪو اهم ڪردار رهيو آهي، ان کي فراموش ڪري نہ ٿو سگهجي. هن ضلعي دادوءَ مان ٽن شخصيتن سنڌ جي وزارت اعليٰ جو منصب ماڻيو آهي. جناب پير الاهي بخش صاحب، جناب سيد عبدالله شاهہ ۽ جناب لياقت علي خان جتوئي. ٻيڻي جي جتوئي خاندان جي سياست جو انداز روايتي سياست کان مختلف رهيو آهي. هن خاندان هميشہ اصولن جي سياست ڪئي آهي.

سنڌ جي تاريخ يا ملڪ جي تاريخ کي کولي ڏسندؤ تہ توهان کي معلوم ٿيندو تہ ٻيڻي جي جتوئي خاندان جي سياست جو محور ۽ مرڪز هر دؤر ۾ سنڌ رهيو آهي. ون يونٽ کان وٺي هلندڙ دور تائين، ڪابہ گهڙي، ڪوبہ وقت اوهان کي نظر نہ ايندو جنهن ۾ هن خاندان سنڌ پرستيءَ جي دعويٰ تان هٿ کنيو هجي. مارشل لا کان جمهوريت تائين هر دؤر ۾ هن خاندان سنڌ سان محبت جو وچن پاڙيو آهي. محترم عبدالحميد خان جتوئي بہ سياست ۾ سدائين سنڌ لاءِ لڙندو رهيو. اِها ڳالهہ رڳو آءٌ نہ ٿو ڪريان، پر هر اهو ماڻهو جيڪو اخبار پڙهي ٿو يا سياسي رسالا مطالعي هيٺ رکي ٿو ڄاڻي ٿو.

مخالف تہ سوين الزام تراشيون ڪندا رهن ٿا. پر سنڌ جي تاريخ ۽ قومي اسيمبليءَ ۾ سندس ڪيل تقريرون اڄ بہ شاهد آهن.

جناب اعجاز علي خان جتوئي، محترم عبدالحميد خان جو فرزند آهي. ان لحاظ کان جيڪڏهن اعجاز علي خان جتوئيءَ کي موروثي سياستدان چئون تہ بہ درست ٿيندو پر انصاف نہ ٿيندو ڇوتہ اعجاز علي خان جتوئي پورهيت طبقي جو سياستدان هو. هو واقعي ٻيٽي جتوئي جي محل ۾ ڄائو لاڏ ڪوڏ سان پليو پر هن جو ذهني لاڙو پورهيت طبقي جي سياست ڏانهن هو. ان ڪري هن شعوري طور سوچي سمجهي جڏهن سياست ۾ پير پاتو تہ پاڪستان نيشنل پارٽيءَ ۾ شموليت اختيار ڪيائين ۽ مير غوث بخش بزنجو جي قيادت کي قبول ڪيائين. جيڪو خود پورهيت اڳواڻ هو. اعجاز علي خان جتوئي پورهيت طبقي جي خوشحالي ۽ ترقي لاءِ سامراجي قوتن سان مهاڏو اٽڪائيندو رهيو. هي پاڪستان ۾ قومن جي حقن ۽ خودمختياريءَ جو زبردست قائل هو. هن چاهيو پئي تہ پاڪستان جي چئن صوبن ۾ جيڪي چار قومون سنڌي، بلوچ، پٺاڻ ۽ پنجابي رهن ٿا، انهن کي انصاف جي بنياد تي بغير ڪنهن قوم جي بالادستيءَ جي پنهنجي وسيلن جي مالڪي ڏني وڃي. چئن قومن جي تهذيب، ثقافت ۽ سڃاڻپ کي برقرار رکيو وڃي ۽ ڪنهن بہ قوم کي سازش جي ذريعي اقليت ۾ تبديل ڪرڻ جي پاليسي کي ترڪ ڪرڻ گهرجي.

اعجاز علي خان جتوئيءَ ۾ قدرت بيشمار خوبيون رکيون هيون. سنڌ جي مٽيءَ سان هن کي فطري لڳاءُ، محبت ۽ اُنس هو. هن سنڌڙيءَ سان توڙ نڀائڻ جو عهد ڪري ڇڏيو هو. هن مارئيءَ وانگر حب الوطنيءَ کي سيني ۾ سانڍي محفوظ ڪري ڇڏيو هو. جڏهن بہ ڪو سنڌ جي سورن جي ڳالهہ ڪندو هو تہ سڀ کان اول هن جي اکين مان ڳوڙها ڳڙي پوندا هئا. جڏهن بہ ڪو سنڌ جي آزادي، سک ۽ سلامتيءَ لاءِ سڏ ڏيندو هو تہ سڀ کان پهريان اعجاز علي خان لبيڪ چئي ڊوڙندو ايندو هو. اعجاز علي جتوئيءَ جهڙا جوان مرد، همت وارا، بهادر، دلير، بي باڪ، بي ريا، سچار، سورهيہ، سرويچ ۽ سرفروش قومن جي تاريخ ۽ تسلسل ۾ تمام ڊگهي عرصي کان پوءِ جنم وٺندا آهن.

اعجاز علي خان جتوئي سنڌ جو سچو قومپرست ۽ نمڪ حلال فرزند هو. اسان وٽ ليڊر پنهنجي مفادن خاطر پارٽيون تبديل ڪندا آهن، پر اعجاز علي جتوئي جي لاءِ ايئن ڪوبہ چئي ڪونہ سگهندو تہ هن ذاتي مفاد حاصل ڪرڻ لاءِ ڪا پارٽي جوائن ڪئي. پاڪستان نيشنل پارٽيءَ کان وٺي پاڪستان مسلم ليگ (ن) تائين هن پوري سياسي سفر ۾ اعجاز علي خان جتوئي جي ڪردار، عمل، تحرير ۽ تقرير ۾ سنڌ پرستيءَ جو رنگ غالب رهيو آهي. هن ڪڏهن بہ ساٿيهہ کي فراموش ڪونہ ڪيو. هن ڪڏهن سون خاطر سيڻ نہ مٽايا. هن ماڙين ۾ رهي بہ مارئي جي سنت کي زنده رکيو.

اعجاز علي خان جتوئي اهو مانجهي مرد مٽيادار هو جنهن تي سنڌ واسين کي هميشہ ناز رهندو ڇوتہ هن ڪڏهن بہ پنهنجي سياست کي گدلو ڪونہ ڪيو پر هميشہ ان کي صاف، شفاف ۽ اُجري رکڻ جي ڪوشش ڪئي. هن ڪڏهن بہ پنهنجو دامن ڪرپشن جي ڪِنَ ۾ آلوده نہ ڪيو. هي هميشہ سياست جي سمنڊ ۾ ڪنول وانگر ترندو رهيو. اڄ بہ آءٌ دعويٰ سان چوان ٿو تہ اعجاز علي خان جتوئي سياسي حوالي سان پاڪ ۽ پوتر آهي، ڇوتہ هن جي نظرياتي تربيت سنڌ جي عظيم ڏاهي مفڪراعظم رهبر سنڌ سائين جي- ايم سيد جي سائيي هيٺ ٿي. سيد اعظم جي سالگرهن کان وٺي ورسين تائين هر قومي ڪاج ايئن معلوم ٿيندو هو تہ سيد جو آزادي، خوشحالي، ترقي، انسان دوستي ۽ امن عالم وارو پروگرام خود اعجاز علي خان جتوئيءَ جو پنهنجو پروگرام هو.

اعجاز علي خان جتوئي سنڌي مهاجر فسادن ۾ جيڪو ڪردار ادا ڪيو اهو سنڌ واسي ڪڏهن بہ وساري ڪونہ سگهندا. اهو اهڙو دور هو جنهن ۾ دهشتگرد کلي عام اسلحو کڻي روڊن تي آدم بوءِ آدم بوءِ ڪندا وتندا هئا. ڪنهن بہ ماڻهوءَ جي عزت ۽ جان محفوظ ڪانہ هئي. ڪراچي ۽ حيدرآباد مان سنڌي ماڻهو لڏپلاڻ ڪرڻ تي مجبور هو. نام نهاد لباڙي قومپرست وڏيرا پنهنجي عياشين ۾ مست مگن هئا. ان وقت سنڌ ۽ سنڌي ماڻهوءَ جي واهر ڪرڻ وارو ڪوبہ ڪونہ هو. ان وقت سنڌ هڪ نازڪ دور مان گذري رهي هئي. سنڌ جي بقا ۽ سالميت کي خطرو لاحق هو. ان وقت اعجاز علي خان جتوئي پنهنجي جان جي پرواهہ نہ ڪندي، مهاجرن جي

وستين ۾ لهي پيو ۽ سنڌين جي واهر ڪيائين، انهن کي آٿت ڏنائين ۽ سنڌي ماڻهن کي سلامتي واري هنڌ ڏانهن پهچائڻ ۾ پوري پوري مدد ڪيائين. جيڪڏهن روڊ رستي يا گهٽيءَ ۾ ڪو زخمي ٿيل نظر ٿي آيس ته ان کي پنهنجي ياڪر ۾ کڻي اسپتال پهچايائين ٿي. جيڪڏهن ڪو شهيد ٿيل سنڌ جو ڪونڌر نظر آيس ٿي ته ان جو لاش ڪلهن تي کڻي پيجارو ۾ رکي، وارثن تائين پهچائڻ جو بندوبست ٿي ڪيائين. اڄ سنڌي ماڻهو اهڙي بهادر دلير ۽ مانجهي مرد لاءِ اکين مان ڳوڙها ڳاڙي رهيا آهن:

اعجاز علي خان جتوئي سامراج جي اک ۾ هميشه ڪنڊي وانگي پيو چيندو هو. هي سنڌ ويرين کي للڪاريندو رهندو هو ۽ کين علي الاعلان چوندو هو ته سنڌ، سنڌين جي آهي، سنڌي پنهنجي تهذيب، ثقافت ۽ سنڌ جي سرحدن جي حفاظت ڪرڻ ڄاڻن ٿا. سنڌين کي ختم ڪري انهن جي ڌرتي تي قبضي ڄمائڻ جا خواب لهندڙ پاڻ صفحهء هستي سان مسمار ٿي چڪا آهن، پر سنڌي ۽ سنڌ اڄ به زنده آهن ۽ جيستائين هيءَ دنيا رهندي، زنده رهندا. اعجاز علي خان جتوئي پنهنجي تقرير جي شروعات گهڻو ڪري هن قومي شعر سان ڪندو هو:

جنگ جنگ جنگ آ، منهنجي توسان جنگ آ،
پليت پير ڪر پري، هيءَ ڌرتي منهنجو ننگ آ.

اهڙي ڌرتيءَ جي دودي ۽ دلير کي ڌرتي ڄاوا ڪڏهن به وساري ڪونه سگهندا. اعجاز علي خان جتوئي به شينهن جي دل رکندڙ ۽ عقابي اک جو مالڪ هو. هن جي چهري ۾ قدرتي ڏيا ۽ رعب رکيل هو.

پيپلز پارٽي واري 94_1993ع واري دور ۾ جڏهن نوازشريف صاحب سنڌ جي دوري تي نڪتل هو ان وقت هن کي سنڌ مان مايوس ڪرائڻ لاءِ پيپلز پارٽيءَ وارن لاڙڪاڻو ۽ هالا ۾ حملا ڪرايا ۽ پٿراءُ ڪرايو ان وقت ميهڙ جي گهنٽا گهر چوڪ تي نواز شريف صاحب جو جلسو جناب لياقت علي خان جتوئي ۽ مرحوم اعجاز علي خان جتوئي رکرايو هو. پيپلز پارٽي جو عروج هو. ڪن ماڻهن پئي چيو ته الله خير ڪري، الائي ڇا ٿيندو متان ڪو ماڻهو نواز شريف جي مٿان حملو ڪري، يا ڪا هوٽنگ ڪري. نواز شريف جي تقرير کان اڳ جناب اعجاز علي خان جتوئي تقرير شروع

ڪئي. هن سڀ ڪان پهريان چئني طرفن ڏانهن هيٺ مٿي ڏنو ۽ اهڙي انداز ۾ ڏنائين جو مخالفن جون وايون بتال ٿي ويون. هنن جا منصوبا مٽيءَ ۾ ملي ويا. هن پوءِ پنهنجي تقرير ۾ چيو تہ ميان صاحب اسان جو مهمان آهي، اسان جي پارٽيءَ جو اڳواڻ آهي. آءُ مخالفن کي ٻڌائڻ ٿو چاهيان تہ هي لاڙڪاڻو يا هالا ڪونہ آهي، هي ميهڙ آهي. جيڪڏهن اسان جي ليڊر ڏانهن ڪنهن آڱر بہ کنئي تہ اسان ان جي آڱر وڍي ڇڏينداسين ۽ جيڪڏهن ناپاڪ ارادن سان اک کنيائين تہ اسان ان جي اک ڪڍي وٺنداسين. هن چيو تہ جيڪڏهن اسان جو ليڊر هتي جلسو نہ ٿو ڪري سگهي تہ پوءِ توهان جا ليڊر بہ هتي جلسو نہ ڪري سگهندا. مون ڏٺو تہ اعجاز علي خان جي تقرير کان پوءِ ماڻهن ۾ مانار اچي وئي. چؤٻول بند ٿي ويو. ڄڻ تانڊن تي پاڻي پئجي ويو هجي.

ميهڙ جي آس پاس جي ماڻهن کي مرحوم اعجاز علي خان جتوئيءَ جون اليڪشني دؤر ۾ ڪيل تقريرون اڄ بہ ياد اينديون هونديون، جن ۾ سنڌ سان محبت جا ڪيل وچن سينيٽر ٿيڻ کانپوءِ سينيٽ ۾ اهڙا تہ پورا ڪيائين جو اڄ بہ پاڪستان جا سياستدان حيران آهن تہ مسلم ليگ جي ٽڪيٽ تي چونڊيل سينيٽر ڪيئن ٿو هن سسٽم جي خلاف حق جو آواز بلند ڪري. پر اعجاز علي جتوئيءَ کي اها پرواهہ ئي ڪانہ هوندي هئي تہ مان ڪو مسلم ليگ جي ٽڪيٽ تي چونڊجي آيل سينيٽر آهيان. هن مسلم ليگ جو تہ رڳو سهارو ورتو هيو تہ جيئن ايوان بالا تائين پهچي حڪمرانن جي آڏو سنڌين جو سفير بنجي موقف پيش ڪريان، چوتہ پاڻ سنڌ جو عاشق هو ۽ پنهنجي محبوب سنڌ تي ڪک بہ برداشت ڪرڻ لاءِ تيار نہ هو.

پاڻ عاشق صادق وانگي بيماريءَ جي حالت ۾ ملڪ کان ٻاهر آمريڪا ۾ بہ سنڌ کي ساريندو رهندو هو. هن جي من ۾ آس هوندي هئي تہ شال سنڌ جي مٽيءَ ۾ ملان تہ ڪي پاڳ پليرا ٿين. ڄڻ تہ نماڻين اکين سان پنهنجي پائرن ۽ عزيزن کي چئي رهيو هجي تہ:

واجهائي وطن کي، آءُ جي هِت مُياس،
گور منهنجي، سومرا! ڪج پهنوارن پاس،

ڏج ڏاڏاڻي ڏيهہ جي، منجهان ولڙين واس،
مُيائي جياس، جي وڃي مڙهہ ملير ڏي.

الله تعاليٰ مرحوم اعجاز علي خان جتوئيءَ جو اهو عرض اگهايو. پاڻ وفات تہ آمريڪا ۾ ڪيائين پر ڪيس سنڌ جي سرزمين نصيب ٿي ۽ پاڻ سنڌ جي دل دادو ضلعي جي اباڻي ڳوٺ ڀيٽو جتوئي ۾ آرامي ٿيو. مرحوم جون ڪيل خدمتون سنڌ واسي خاص ڪري ميهڙ جا ماڻهو ڪڏهن بہ فراموش ڪري نہ سگهندا.

(سنڌ جو آواز ميهڙ آڪٽوبر۔ نومبر 1998ع)



# اعجاز علي جتوئي: سنڌ جو آواز

مظهرالدين ڪانڊڙو

سنڌ جي سياست ۾ ٻيٽي جي جتوئي خاندان کي گذريل هڪ صديءَ کان منفرد حيثيت ۽ اهميت رهي آهي. خانبهادر قادر بخش خان جتوئي، ڪريم بخش خان جتوئي، خانصاحب عبدالحميد خان جتوئي، رئيس عبدالمجيد خان جتوئي، شهيد عاشق حسين جتوئي ۽ اسان جو محبوب اڳواڻ، برک سياستدان اعجاز علي خان جتوئي بہ انهيءَ خاندان جو تسلسل آهي. خانصاحب عبدالحميد خان جتوئيءَ جي سياست، ٻيٽي جي جتوئي خاندان کي سنڌ تہ ڇا پر پاڪستان توڙي پرڏيهہ ۾ وڏي شهرت ڏياري.

اعجاز علي خان جتوئي بہ پنهنجي والد جي نقشِ قدم تي هلندي جيڪا سياست ڪئي، جيڪو ڪردار ادا ڪيو جيڪا جدوجهد ڪئي، اُن کي ڪڏهن بہ وساري نٿو سگهجي. اعجاز علي خان جتوئي سنڌ ۾ لساني فسادن ۾ جيڪو بهادريءَ وارو ڪم ڪيو سنڌين جي سهائتا ڪئي، ان کيس سنڌ جي سياست جي افق تي مٿانهين درجي تي اچي بيهاريو.

سنڌ مان اسلام آباد جي سينيٽ جي ايوان ۾ سنڌ جي لاءِ اڪيلو گونجندڙ آواز اعجاز علي خان جتوئي، برک سياستدان عبدالحميد خان جتوئيءَ جي گهر ۾ جنم ورتو ڪري سندس طبيعت ۾ جوش ۽ سندس سياسي چانوَ هيٺ رهڻ ڪري دل ۾ جرئت ۽ قربانيءَ جو جذبو پيدا ٿيس. هو پي اين پي ۾ بہ سنڌ جي قومپرست اڳواڻ طور تہ مسلم ليگ (ن) ۾ بہ سنڌ جي قومپرست اڳواڻ طور سڃاتو ويندو هو. پاڻ بہ ٻيرا سينيٽر رهيو. سينيٽ ۾ سندس ڪيل تقريرون اڄ بہ اهي شاهدي ڏيئي رهيون آهن تہ اعجاز علي جتوئي ـ سنڌ جو آواز هو. افسوس تہ ظالم موت 16 سيپٽمبر 1997ع تي اسان کان، اسان جو محبوب ليڊر، قومپرست سياستدان، جمهوريت پسند اڳواڻ، بي ڊپو بهادر ۽ بااصُول رهنما کسي ورتو.



# ڪو ڪو ماڻهو موتيءَ داڻو

ابو مريد خان

سنڌ جي بزرگ ۽ قومپرست سياستدان عبدالحميد جتوئي جو ڳڀرو ۽ جوان پٽ اعجاز علي جتوئي هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو.

انالله وانا اليه راجعون.

مرحوم جي ايئن موڪلائي وڃڻ تي يقين ئي نٿو اچي ۽ ايئن ٿو لڳي ته اجهو ٿو سنڌ جي ڏتڙيل ماڻهن جي حمايت ۾ سندس آواز ڪنهن ڪنڊ ڪان اُڀري يا اجها ٿي سندس شينهن واري للڪار ٻُڌڻ ۾ اچي. بيشڪ هو شينهن مڙس هو. قدبت ۾ جاننو ۽ ڳالهائڻ ۾ کرو تڙو. جيڪڏهن ڪوبہ شخص وٽس ڪم لاءِ ويو تہ ان مهل ئي فون ۾ هٿ وجهندو ۽ نمبر ملائي ان جي مدد ڪندو. سندس انهن خوبين کيس ملڪي سياست ۾ مقبول بنائي ڇڏيو هو. اهوئي سبب هو جو کيس سينيٽر جي چونڊ واسطي اهل سمجهي سينيٽر چونڊرايو ويو ۽ دنيا ڏٺو تہ هن سينيٽ ۾ سنڌ جي حقن واسطي ڀرپور نموني سان جنگ جوٽي ۽ سنڌ جي عوام کيس جيڪا ذميواري سونپي هئي، اها هن سهڻي نموني نڀائي. ان ڪانسواءِ سندس ايم آر ڊي واري تحريڪ دوران ادا ڪيل ڪردار کي ڪنهن بہ نموني فراموش نٿو ڪري سگهجي. سندس جاندار ۽ جامع بيانن سبب پاڪستاني حڪومت جا ايوان لڏي ويندا هئا. ايئن ڪٿي چئجي تہ سندس تقرير مان سندس والد محترم جيڪو سياستدان ۽ پراڻو پارليامينٽرين آهي ۽ شعلہ بيانيءَ سبب مشهور آهي، ان جي خوشبوءِ ايندي هئي.

ننڍپڻ ۽ اسڪولي زماني کان وٺي هو پنهنجي سنگت ۾ هڪ پيار ڪندڙ ۽ کل مُک تصور ڪيو ويندو هو. سندس شخصيت سحر انگيز هئي. جوانيءَ ۾ پير پائڻ وقت شڪار سندس مشغلو رهيو. ان ڪانسواءِ هو روايتي وڏن ماڻهن جيان رڇن ۽ ڪتن جا ميل بہ شوق سان ڏسندو هو ۽ اڪثر

پنهنجي دوستن سان دادو ڪئنال ۽ رائيس ڪئنال تي پڪنڪ ملهائيندو هو. ان وقت جي سندس خاص دوستن ۾ رئيس حسين علي خان جتوئي ۽ استاد حبيب الله جا نالا قابلِ ذڪر آهن.

سندس سياسي زندگيءَ جو باقاعدي سفر ضلعي ڪائونسل جي ميمبر جي حيثيت سان شروع ٿيو. سياسي زندگيءَ ۾ پير پائڻ شرط سندس پيا شوق ختم ٿي ويا ۽ سياست ذريعي هن عوام جي خدمت کي پنهنجو شيوو بنائي ڇڏيو ۽ هن پنهنجي سموري زندگي ملڪ ۾ جمهوريت جي بالادستي ۽ محروم طبقي جي خدمت واسطي وقف ڪري ڇڏي ۽ جوانيءَ ۾ دوستن سان پڪنڪون ملهائيندڙ نوجوان هڪ بااصول سياستدان بڻجي ويو ۽ هن ڪڏهن بہ اصولن تي سوديبازي نہ ڪئي ۽ هن پنهنجي سياسي زندگيءَ ۾ پاڻ کي شريف النفس، ملنسار ۽ باغ بهار شخصيت ثابت ڪري ڏيکاريو. سنڌي قوم کي هڪ پليٽ فارم تي گڏ ڪرڻ ۽ ان جي اتحاد لاءِ سندس ڪيل ڪوششون ڪنهن کان بہ لڪل نہ آهن. سندس سياسي پختگي شڪ کان بالاتر هئي. سندس والد بزرگوار رئيس عبدالحميد خان جتوئي ۽ محمد صالح ٻٽ خاندان هميشہ کان هڪ ٻئي جا سياسي مخالف رهيا آهن، پر مرحوم اعجاز علي جتوئيءَ جي حڪمت عمليءَ سبب انهن جي وچ ۾ ناهہ ٿي ويو جنهن جي نتيجي ۾ گڏيل اليڪشن ۾ جتوئي خاندان کي ڪاميابي حاصل ٿي.

سنڌي قوم جو هي بي بها خزانو املهہ انسان صرف 47 بهارون ڏسڻ بعد پنهنجي پوڙهي پيءُ، پيار ڪندڙ وڏي ڀاءُ، ونيءَ ۽ اولاد، عزيزن، قريبن، چاهيندڙن جي هڪ وڏي انگ کي سوڳوار ڇڏي هميشہ لاءِ هي جهان ڇڏي عدم راهي طرف راهي ٿي چڪو آهي. صرف هتي پنهنجون نہ وسرندڙ يادون، سرڪون ۽ ايوانن ۾ گونجندڙ پڙاڏا ڇڏي ويو آهي، جيڪي هميشہ سندس پيارن ۽ چاهيندڙن سان گڏ هوندا.

(هفتيوار اتفاق حيدرآباد 19 ـ سيپٽمبر 1997ع)



# اوهين ياد آيا تہ ڳوڙها ڳڙي پيا

علي اڪبر ڪانڌڙو

ميهڙ صدين کان سنڌ جي ادب، سياست، ثقافت ۽ تعليم جو مرڪز رهي آهي. ميهڙ جي سون ورني ڌرتيءَ تي جنم وٺندڙ شخصيتن مختلف شعبن ۾ پنهنجو منفرد ۽ نمايان ڪردار ادا ڪري پنهنجو نالو روشن ڪيو آهي. اعجاز علي جتوئي سنڌ جي قومپرست سياست جو هڪ وڏو نالو آهي، جنهن پنهنجي حياتيءَ ۾ جيڪو قومي، سياسي، سماجي ڪردار ادا ڪيو تنهن کي ڪڏهن بہ وساري نٿو سگهجي. اعجاز علي جتوئي اڄ اسان وٽ نہ آهي. سنڌ جي حساس دلين ۽ دماغن ۾ پنهنجي يادن جي مهر هڻي ويل ۽ دادو ضلعي سميت سنڌ جي عوام کي روئاري ويل اهو نالو آهي، جنهن کي سنڌ جي ماڻهن سنڌ جي قومي ويڙهہ ۾ خدمت ڪندي ويجهو ڏٺو.

اعجاز علي خان جتوئي جيڪو سنڌ کان هزارين ڪوهہ پري آمريڪا جي اسپتال ۾ موت اسان کان کسي ورتو. اعجاز علي خان جتوئي جيڪو سنڌ جي خوشحال زميندار خانصاحب عبدالحميد خان جتوئي جي گهر ۾ 43 سال اڳ ڄائو هو. هن جڏهن کان پنهنجي سياسي زندگي جي شروعات ڪئي تہ پنهنجي زميندار طبقي جي سياست ڪرڻ بدران پنهنجي ديس جو آواز ٿي بيٺو جنهن سينيٽ جي ايوان ۾ پنهنجي پيءُ عبدالحميد خان جتوئي جيان سنڌ ۽ سنڌين جو وڪيل ٿي مهاڏو اٽڪايو. اهوئي سندس ڪردار هو جنهن اعجاز علي خان جتوئي کي سائين جي ايم سيد جي فڪر جي ويجهو آڻي ڇڏيو. اعجاز جتوئيءَ جي وڇوڙي سان سنڌ جي قومپرست سياست ۾ جيڪو خال پيدا ٿيو آهي، سو ڏکي عرصي تائين پرجي نٿو سگهي. سندس جڏهن بہ ياد ايندي تہ اکين مان ڳوڙها ڳڙي پوندا.



# مرثيا

## بوفات حسرت آيا مرحوم مغفور اعجاز علي جتوئي صاحب

حاجي سڪندر علي مهيسر (ميرو خان- لاڙڪاڻو)

پدر جي هوندي اگر ٿئي رضا جوان پسر،
شبِ الم کي ڪٿ نصيب نُورِ سحر،
جلي وڃي ٿو جگر ۽ ٽٽي پوي ٿي ڪمر،
خوشيءَ جي باغ ۾ ايندو خانصاحب نہ نظر،
ثمر غريب جو ڪوئي لٽي ويو افسوس،
گلو نصيب جو ڪوئي گهٽي ويو افسوس.

جيئن ڪو غنچهٔ منجهان گُل ٽٽي ۽ لتجي وڃي،
نغمہ بلبل ٽٽي ۽ لتجي وڃي،
۽ نصيب ڪنهن کي تجمل ٽٽي ۽ لتجي وڃي،
ڪئي تہ ٻيتي سان هي ساڳي ڪار ملڪ الموت.
لٽي ويو ڳوٺ سڄي جي بهار ملڪ الموت.

هٿن دعا جي سان گڏ دعا بہ روئي ٿي،
صدا تہ روئي ڏنو فضا بہ روئي ٿي،
ٿي ڳاڙي قطرا شبنم صبا بہ روئي ٿي،
قضا تہ روئي ڏنو رب جي رضا بہ روئي ٿي،
ڪر سڪندر آمين- آيو هي حاتفي آواز
جوارِ رحمت باري ۾ ساڪن آ اعجاز.



# تاثرات، ايڊيٽوريل
# ۽ شاعري



فريدآباد ۾ 95-1994ع ۾ ٻوڏ دوران اعجاز علي جتوئي، اڳوڻو وزيراعظم نوازشريف ۽ علي اڪبر جانوري علائقي جي دوري دوران

## تاثرات

# اعجاز علي جتوئي بابت
# سندس خاندان جي ڀاتين جا تاثرات

اعجاز علي خان اسان جو دلير ڀاءُ، دلير سياستدان هو. هُن مُلڪ جي خوشحالي، ترقيءَ ۽ جمهوريت جي بحاليءَ لاءِ وڏي جدوجهد ڪئي. آءٌ سندس وفات سبب بيحد پريشان آهيان. سندس وفات اسان جي خاندان لاءِ وڏو سانحو آهي.

**لياقت علي خان جتوئي**

اعجاز جهڙا ڀائر خوشنصيبن کي ملندا آهن. هُو اسان جو ڀاءُ بہ هيو تہ دوست بہ. جمهوريت ۽ سنڌ جي حقن لاءِ جدوجهد سندس زندگيءَ جو مشن هو. هن جي وفات اسان جي خاندان لاءِ اهڙو نقصان آهي، جيڪو ڪڏهن بہ پورو ٿي نہ سگهندو.

**صداقت علي خان جتوئي**

اعجاز علي خان شفيق ڀاءُ هو. مان سمجهان ٿو تہ اها اسان جي وڏي بدنصيبي آهي جو اسان اهڙي ڀاءُ کي وڃائي ويٺا آهيون. اهڙا ڀائر ڀاڳ وارن جي گهرن ۾ پيدا ٿيندا آهن.

**انجنيئر ظفر علي خان جتوئي**

اعجاز علي خان جتوئي ۾ تمام گهڻيون خوبيون هيون. ڀائرن لاءِ پارس هو. سڄي فيملي لاءِ، دوستن لاءِ، ڀارن لاءِ، هر ماڻهو لاءِ وٽس پيار هو. ايئن ڪٿي چئجي تہ هُو پيار جو درياءُ هو جيڪو سُڪي ويو. اسان 6 ڀائر آهيون ۽ اعجاز علي خان جي وفات سبب سندس خانو خالي ٿي ويو آهي، جيڪو ڪڏهن بہ ڀرجي نہ سگهندو. هو اسان ڀائرن لاءِ پيءُ واري شفقت رکندڙ هو ۽ اسين پيءُ واري شفقت رکندڙ ڀاءُ کان محروم ٿي ويا آهيون.

**ولايت علي خان جتوئي**

اعجاز علي خان اسان جو جگري ياءُ هو. هو سيني ياٹرن سان ۽ دوستن سان بيحد پيار ڪندو هو.

## احسان علي خان جتوئي

بابا اعجاز علي خان جتوئي اسان ياٹرن سان بيحد پيار ڪندو هو. سندس سياسي ڪردار ۽ جدوجهد تي اسان کي فخر آهي. هُن سنڌ جي حقن ۽ جمهوريت جي بحاليءَ لاءِ تاريخي جدوجهد ڪئي، جنهن کي ڪڏهن بہ وساري نٿو سگهجي. اسان بابا کانسواءِ اڄ بہ اڌورا آهيون.

## ڏٽي بخش خان جتوئي

چاچا اعجاز علي خان جتوئي جيڪو سياسي ڪردار ادا ڪيو ۽ عوام جي قسمت بدلائڻ لاءِ جيڪا جدوجهد ڪئي، اها مثالي آهي. هُن پنهنجي حياتيءَ ۾ تعليم جي واڌاري لاءِ وڏيون ڪوششون ورتيون. چاچا اعجاز علي خان جتوئي عوامي سياستدان هو.

## ڪريم علي خان جتوئي

اعجاز علي خان جتوئي خاندان جي هر ياتي سان پيار ڪندو ۽ محبتون ورهائيندو هو. سندس سياسي ڪردار ۽ جدوجهد بہ مثالي آهي. ڪيس ڪڏهن بہ وساري نٿو سگهجي.

## ڊاڪٽر هادي بخش جتوئي

اعجاز علي جتوئي هر پليٽ فارم تي دليري سان جدوجهد ڪندڙ ۽ سنڌ جو ڪيس لڙڻ وارو ماڻهو هو.

## حيدر بخش خان جتوئي



# اعجاز جتوئي جي مرتئي تي
# مختلف شخصيتن جا تاثرات

اعجاز جتوئي هڪ بااصول سياستدان هو. هن ڪڏهن بہ اصولن تي سوديبازي نہ ڪئي. سندس جمهوريت لاءِ ڪيل جدوجهد ۽ آمريت خلاف جدوجهد تاريخ جو حصو آهي. جمهوريت پسند ڌريون ڪڏهن بہ ڪيس وساري نٿيون سگهن. هو مون کي پائرن جيترو پيارو هو. سندس وفات تي انتهائي صدمو رسيو اٿم. سندس ڪمهلي لاڏاڻي تي ملڪ هڪ سٺي سياستدان کان محروم ٿي ويو آهي ۽ نواز ليگ کي سخت نقصان پهتو آهي.

**محمد نواز شريف**
(اڳوڻو وزيراعظم)

اعجاز جتوئي سُٺي اخلاق وارو ۽ محبت ڪندڙ انسان هو. هن ننڍي عمر ۾ سياست ۾ ڀرپور ۽ مثبت ڪردار ادا ڪيو. سندس لاڏاڻو ملڪ لاءِ تمام وڏو نقصان آهي. سندس خدمتن کي ڪڏهن بہ وساري نٿو سگهجي.

**سردار فاروق احمد لغاري**
(اڳوڻو صدر پاڪستان)

اعجاز جتوئي سينيٽ ۾ ملڪ خاص ڪري سنڌ صوبي جي مسئلن تي ڀرپور آواز اٿاريو. اسان هڪ سٺي سياستدان کان محروم ٿي ويا آهيون.

**وسيم سجاد**
(اڳوڻو چيئرمين سينيٽ)

اعجاز جتوئي محبِ وطن سياستدان هو. ملڪ جي ترقي ۽ خوشحاليءَ لاءِ سندس خدمتون هميشہ ياد رهنديون.

**شهباز شريف**
(اڳوڻو وزيراعليٰ پنجاب)

اعجاز جتوئيءَ جون ملڪ لاءِ ڪيل خدمتون وساري نہ ٿيون سگهجن. سندس خدمتن کي هر دور ۾ ياد ڪيو ويندو.

**سردار مهتاب احمد عباسي**
(اڳوڻو وزيراعليٰ سرحد)

اعجاز جتوئي اسان جو پراڻو ساٿي هو. هن نہ صرف سنڌ صوبي بلڪ پوري پاڪستان جي عوام جي حقن جي ڳالهہ ڪئي ۽ آواز اٿاريو.

**سردار محمد اختر مينگل**
(اڳوڻو وزيراعليٰ بلوچستان)

سائين جي ايم سيد هميشہ چوندو هو تہ پيٽي جي جتوئي خاندان ۾ اعجاز جتوئي هيرو آهي. سائين جي ايم سيد جي لاڏاڻي کانپوءِ بہ اعجاز جتوئي هر ڏک سُک ۾ اسان سان گڏ رهيو. توڙي جو اعجاز رڳو سيد سان ويجهڙائپ رکندو هو. اعجاز جي همت، خلوص ۽ محبت ڪڏهن بہ وسارڻ جوڳي ناهي. اعجاز جتوئي زبان جو پڪو هو جنهن بہ ڳالهہ تي بيٺو اُن تان نہ هٽندو هو.

**سيد امير حيدر شاهہ**

اعجاز جتوئي پنهنجي والد عبدالحميد خان جتوئي جي روايتن جو امين ۽ سنڌ جو هڏڏوکي ۽ بهادر ماڻهو هو.

**يوسف هارون**

لياقت جتوئي جي سياست ۽ سنگت کي سنڀاليندڙ اعجاز جتوئي هو. هو يارن جو يار هو.

**سيد مظفر علي شاهہ**
(اڳوڻو وزيراعليٰ سنڌ)

اعجاز جتوئي پاڪستان ۽ سنڌ جي سياست ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو.

**اختر علي جي قاضي**
(اڳوڻو وزيراعليٰ سنڌ)

اعجاز جتوئي سنڌ دوست سياستدان هو. سندس وفات سنڌ لاءِ وڏو سانحو آهي. هن پارلياماني مورچي تي سنڌ جي حقن لاءِ آواز اٿاريو.

**بشير خان قريشي**
(چيئرمين جسقم)

اعجاز جتوئي سنڌ جي قومي حقن لاءِ سينيٽ ۾ ڀرپور آواز اٿاريو. سندس موت سبب اسين هڪ سٺي ساٿي، بهادر اڳواڻ کان محروم ٿي ويا آهيون.

**سيد جلال محمود شاهه**
(اڳوڻو ڊپٽي اسپيڪر سنڌ اسيمبلي)

اعجاز جتوئي ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ لساني فسادن دوران سنڌي ماڻهن جي جيڪا واهر ڪئي، اُهو قومي ڪم هميشه ياد رکيو ويندو.

**عبدالخالق جوڻيجو**
(چيئرمين جيئي سنڌ محاذ)

اعجاز جتوئيءَ جو لاڏاڻو جمهوريت لاءِ وڏو نقصان آهي. اسين هڪ سٺي ساٿي کان محروم ٿي ويا آهيون.

**پير صبغت الله شاهه راشدي**
(اڳوڻو صوبائي وزير)

اعجاز جتوئي جي لاڏاڻي ڪري سنڌ هڪ سچي، محبت ڪندڙ شخصيت کان محروم ٿي وئي آهي.

**ڊاڪٽر فاروق ستار**
(اڳوڻو صوبائي وزير)

اعجاز جتوئي ٿوري وقت ۾ سياسي ميدان ۾ پاڻ ملهايو. اعجاز جتوئي جي وفات سان نہ فقط اسان فقط هڪ دلير سياستدان کان محروم ٿي ويا آهيون، پر سنڌ جي قومپرست، جمهوريت پسند ۽ عوام دوست سياست ۾ وڏو خال پيدا ٿيو آهي.

**محمد اسماعيل راهو**

(اڳوڻو صوبائي وزير)

اعجاز جتوئي هر فورم تي سنڌ جي حوالي سان ڀرپور سياست ڪئي ۽ سنڌ جو ڪيس بهترين انداز ۾ وڙهيو.

**سليم ضياءُ**

(اڳوڻو صوبائي وزير)

اعجاز جتوئي جي سياست جو انداز نرالو هو. هو هڪ دلير سياستدان هو.

**مراد علي شاهہ**

(اڳوڻو صوبائي وزير)

اعجاز جتوئي جون ملڪ لاءِ ڪيل خدمتون هميشہ ياد رکيون وينديون.

**مير نصير خان کوسو**

(اڳوڻو صوبائي وزير)

اعجاز جتوئي جي لاڏاڻي کانپوءِ ايئن ٿو لڳي تہ جڻ مان پنهنجي وڏي ڀاءُ کان محروم ٿي ويو آهيان.

**غلام مرتضيٰ جتوئي**

(اڳوڻو صوبائي وزير)

اعجاز جتوئي هڪ ايماندار، سچو ۽ محبِ وطن سياستدان هو.

**آفتاب احمد شيخ**

(اڳوڻو سينيٽر)

اعجاز جتوئي ۾ آئون گهڻو عرصو سينيٽ ۾ ساٿي رهياسين. سندس موت دلي صدمو رسايو آهي.

**اشتياق اظهر**
(اڳوڻو سينيٽر)

اعجاز جتوئي هر سطح تي سنڌ جي حقن لاءِ آواز اٿاريو. اعجاز جتوئي جي وڇوڙي جو خال سنڌ هميشہ محسوس ڪندي رهندي.

**گل محمد جکراڻي**
(مرڪزي اڳواڻ ـ فرنٽ)

سنڌ هڪ بهترين سياستدان کان محروم ٿي وئي آهي.

**پير عبدالخالق**
(گادي نشين درگاهہ پرچونڊي)

اعجاز جتوئي سينيٽ ۾ توڙي ٻين پليٽ فارمن تي سنڌ جي حقن لاءِ ڀرپور آواز اٿاريو. سندس قومي ڪردار هميشہ ياد رهندو. 1988ع دوران حيدرآباد ۽ ڪراچي ۾ فسادن دوران سنڌي ماڻهن جي واهر ڪرڻ واري سندس ڪم ڪي ڪڏهن بہ وساري نٿو سگهجي. هو سياسي مخالفن لاءِ بہ پنهنجائپ وارو رَويو رکندو هو.

**سردار اعجاز حسين سهول**
(ضلعي صدر مسلم ليگ "ق" دادو)

اعجاز جتوئي جي سنڌ جي حقن ۽ جمهوريت جي بحاليءَ لاءِ ڪيل خدمتن کي ڪڏهن بہ وساري نٿو سگهجي. هن قومپرست سياست ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو.

**شاهہ محمد شاهہ**
(اڳوڻو صوبائي صلاحڪار)

اعجاز جتوئي جي موت سبب سنڌ هڪ قابل، ڏاهي ۽ دردمند دل رکندڙ شخصيت کان محروم ٿي وئي آهي.

**ظفر علي اجڻ**
(سياسي اڳواڻ)

اعجاز جتوئي جي موجودگي اسان لاءِ وڏو ڏڍ ۽ رستو ڏيکارڻ جو ڪم ڪندي هئي. هو هميشھ عوام ۽ ڪارڪنن جي دلين ۾ زندھ رهندو. اسان پنهنجي بهادر اڳواڻ ۽ همدرد ساٿيءَ کان محروم ٿي ويا آهيون.

**رئيس علي حسن گاڏهي**

(اڳوڻو صوبائي معاون)

اعجاز جتوئي هر پليٽ فارم تي دليريءَ سان جدوجهد ڪندڙ ۽ سنڌ جو ڪيس لڙڻ وارو ماڻهو هو.

**ڊاڪٽر ڪتو مل**

(اڳوڻو ايم اين اي)

اسان جي دلين تي اڃان شهيد عاشق حسين جوڻيجو جي شهادت جو صدمو ئي تازو هئو تھ مٿان وري هي صدمو رسيو آهي جيڪو اسان جي برداشت ڪرڻ کان ٻاهر آهي. مون کي اعجاز جتوئي سان ٻالڪپڻ ۾ گڏ گهاريل گهڙين جا منظر اڄ بھ ياد آهن.

**ڊاڪٽر زاهد حسين جتوئي**

(اڳوڻو ضلعي نائب ناظم دادو)

اعجاز علي خان جتوئي سنڌ جو بهادر، دلير قومپرست اڳواڻ هو. هو هر محاذ تي سنڌ جو ڪيس وڙهندو رهيو. تڪ جي ماڻهن جي ڀلائي ۽ ترقيءَ لاءِ پنهنجي والد خانصاحب عبدالحميد خان جتوئي ۽ ڀاءُ اڳوڻي وزيراعليٰ ۽ هاڻوڪي وفاقي وزير لياقت علي جتوئي وانگر اهم ڪردار ادا ڪيائين.

**انيد حسين جتوئي**

(تعلقي ناظم ميهڙ)

حضرت علي عليھ السلام جو قول آهي تھ: "توهان زندگي ايئن گذاريو جو جيئرا هُجو تھ ماڻهو اوهان سان ملڻ لاءِ آتا هجن ۽ مري وڃو تھ ماڻهو اوهان کي ياد ڪري روئن." اعجاز صاحب جي زندگي ۽ تدفين وارن لمحن کي ڏسي ان نتيجي تي پهچبو تھ هو ان معيار تي پورو لهي ٿو.

**ذاڪر حسين راڏڻ**

(چيئرمين اعجاز علي جتوئي يادگار ڪاميٽي)

اعجاز علي خان جتوئي بهترين ساٿي، دوستن جو دوست هو. ملڪي سياست ۾ تمام سٺو ڪردار ادا ڪيائين. هو قابلِ اعتماد دوست هو. سنڌ جي قومي حقن جي حوالي سان سندس ڪردار هميشه ياد رهندو.

**منور علي ٻٽ**

(اڳوڻو ايم پي اي ۽ صلاحڪار)

اعجاز علي جتوئي پنهنجي تڪ واسين جي جيڪا خدمت ڪئي ۽ ملڪي سياست ۾ جيڪو ڪردار ادا ڪيائين، اُهو هميشه ياد رهندو.

**نثار احمد ٻٽ**

اعجاز علي جتوئي سنڌ جو سچو قومپرست سياستدان ۽ عوام دوست اڳواڻ ۽ رهنما هو. سندس وڇوڙو سنڌي قوم لاءِ وڏو سانحو آهي. سنڌ جي قومپرست سياست سان گڏ دادو ضلعي ۾ هُن اڻ وسرندڙ سياسي ڪردار ادا ڪيو.

**شاهد حسين سهول**

(تعلقي نائب ناظم ميهڙ)

اعجاز علي جتوئي ايس- اين- اي ۾ تمام وڏو ڪردار ادا ڪيو. سندس جدوجهد هميشه ياد رهندي.

**قاسم پتر**

مرحوم اعجاز علي جتوئي سنڌ جو جمهوريت پسند انقلابي ڪارڪن هو. هُن اُها سياست ڪئي، جيڪا عوام جي هئي ۽ سنڌ جي هر حلقي ۾ سندس لاءِ عزت، محبت ۽ عقيدت موجود آهي. لڳي ٿو ته ڪوئي اسان سيني وٽ اچي اسان سان تعزيت ڪري. منهنجي نظر ۾ خانصاحب عبدالحميد جي فرزندن مان اعجاز علي جتوئي سيني کان وڌيڪ باشعور ۽ سياسي سرواڻ هو. عظيم اڳواڻ اعجاز علي جتوئي جي پائرن کي اهو نه وسارڻ گهرجي ته ماڻهو هاڻي ڪانئن به ساڳي محبت ۽ مدد جي اميد رکن ٿا.

**جام ساقي**

ايس- اين- اي ۾ سڀ ماڻهو سائين جي ايم سيد کي ڇڏي ويا پر اعجاز علي جتوئي آخر تائين سيد جو ساٿ نہ ڇڏيو. هن 88ع وارن لساني فسادن ۾ سنڌي ماڻهن جي تمام گهڻي مدد ڪئي.

## علي نواز ٻٽ

اعجاز علي جتوئي جاگيردار گهراڻي جو فرد هوندي بہ سدائين ڪامريڊن سان گڏ سياست ڪئي. هو قومي تحريڪ ۽ قومپرستيءَ جي ڳالهہ تي آخر تائين قائم رهيو. سندس زندگي سمورن جاگيردارن لاءِ مثال هجڻ گهرجي. هو زبان جو پڪو ۽ سنڌ ۾ ساٿ نڀائڻ واري روايت جو امين هو.

## امان الله شيخ

اعجاز مڙس ماڻهو ۽ همت ڀريو شخص هو. سنڌ سان بي انتها محبت ڪندڙ ۽ اصول پرست سياستدان هو.

## چام مدد علي

مرحوم اعجاز علي جتوئي هڪ قومپرست سياستدان هو. سندس موت جي ڪري سنڌ کي وڏو نقصان رسيو آهي. پاڻ غريبن جو همدرد، دوستن جو دوست، پنهنجي ۽ پرائي جي پرک رکڻ وارو انسان هو. مسلم ليگ جي حوالي سان پاڻ ڏاڍي محنت ڪيائين ۽ ٿوري عرصي ۾ تنظيم سازي جي ڪم ۾ ڀرپور حصو وٺي مسلم ليگ کي مقبوليت ڏياريائين. سنڌ جي حقن لاءِ سندس ڪوششون ۽ سينيٽ جي ايوان ۾ سندس تقريرون سنڌي عوام کي هميشہ ياد رهنديون. اعجاز علي جتوئي جي لاڏاڻي سبب اسان عوام جي سچي دل سان خدمت ڪندڙ اڳواڻ کان محروم ٿي ويا آهيون.

## سيد الطاف حسين شاهہ

(ناظم يو- سي ميهڙ)

اعجاز علي جتوئي آدرشي سياستدان هو. سنڌ جي قومپرست سياست ۾ هن ڀرپور ڪردار ادا ڪيو. واعدي جو پڪو ۽ اصولن جي پاسداري ڪندڙ ۽ محبتون ورهائيندڙ اڳواڻ هو.

## ديدار دانش ڪوسو

(ميهڙ)

اعجاز علي جتوئي سنڌي قوم جو هڪ روشن ادارو هو. هن هر محاذ تي سنڌ جي حقن لاءِ جدوجهد ڪئي. سندس وڇوڙو هن ملڪ ۽ سنڌ واسين لاءِ وڏو سانحو آهي. اعجاز علي جتوئي جي محبت، خلوص ۽ همت کي ڪڏهن بہ وساري نٿو سگهجي. اسان جي دعا آهي تہ رب سائين کيس جنت الفردوس ۾ جاءِ ڏي.

**سيد محمد شاهہ آف ميهڙ**

اعجاز علي جتوئي حق گو بيباڪ، بااخلاق، زندهہ دل ۽ هر وقت ڪم اچڻ وارو شخص هو. اهڙا ماڻهو قسمت سان پيدا ٿيندا آهن.

**وفا نواز علي شر**

اعجاز علي جتوئي سنڌ جو بهادر ۽ هڏڏوڪي اڳواڻ هو. هن پنهنجي حياتي جي عرصي دوران سنڌ جي ماڻهن جي جيڪا خدمت ڪئي ۽ سنڌ جي حقن لاءِ سينيٽ يا بين پليٽ فارمن تي جيڪو آواز اٿاريو ان ڪردار سبب کيس سنڌ جي تاريخ ۾ هميشہ ياد رکيو ويندو.

**سورٺ ٿيٻو**

(صدر مسلم ليگ "ن" ليڊيز ونگ سنڌ)

اعجاز علي جتوئي سنڌ جو قومپرست سياستدان هو. سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جي قومي حقن لاءِ سندس ادا ڪيل ڪردار هميشہ ياد رکيو ويندو. 1988ع ۾ ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ لساني فسادن دوران مارجي ويل سنڌي ماڻهن جا لاش ڪيڊرائي ۽ ڳوٺن تائين پهچائڻ وارن سندس ڪارنامن کي هميشہ ياد رکيو ويندو.

**اوشاق علي جانوري**

(ناظم يو- سي منگواڻي)

اعجاز علي جتوئي جون ڪيل خدمتون ڪڏهن بہ وساري نٿيون سگهجن. هن پنهنجي زندگيءَ ۾ سنڌ جي ماڻهن جي جيڪا خدمت ڪئي، اُها هميشہ ياد رهندي.

**ڊاڪٽر راشد ممتاز سوڍر**

(ناظم يو- سي قاضي عارف)

اعجاز علي جتوئي جي وفات جي خبر ٻڌڻ کانپوءِ مونکي ڪجهه گهڙين لاءِ ايئن محسوس ٿيو ته اعجاز جي وفات کانپوءِ جڻ ٻيتو جتوئي جي سياست دم ٽوڙي وئي آهي. مونکي سخت صدمو ان ڪري به رسيو ته منهنجي پنهنجي سر جي حُجت به عبدالحميد جتوئي جي خاندان ۾ وڏ ۾ وڏ اعجاز علي جتوئي سان هئي.

## گل حسن مغيري ايڊووڪيٽ

اعجاز علي جتوئي اُهو بهادر سنڌي اڳواڻ هو جنهن حيدرآباد، ڪراچي ۾ جهيڙن دوران ذڪئي وقت ۾ سنڌي ماڻهن جا لاش ڪيڙرايا. هن جيڪب آباد ۾ ضمني چونڊن دوران حفيظ پيرزادي جي حمايت ڪرڻ وقت حڪومت سان مهاڏو اٽڪايو. اهڙيون خوبيون ٻين سياستدانن ۾ هجن ته سنڌي ماڻهن جا مسئلا حل ٿي سگهجن ٿا. سنڌ قومي اتحاد دوان سندس جذبو اسان سڀني لاءِ قابلِ فخر آهي. اعجاز علي جتوئي محبتون ورهائيندڙ ۽ پيار ڏيندڙ انسان هو.

## علي اڪبر جانوري (منگواڻي)

اعجاز علي جتوئي سنڌ جو بهادر سياسي اڳواڻ هو. هن هر مورچي تي سنڌ جي حقن لاءِ جدوجهد ڪئي. سينيٽ ۾ سنڌ قومي اتحاد جي پليٽ فارم تان سندس ڪيل جدوجهد کي هميشه ياد رکيو ويندو.

## علي اڪبر عباسي
(ميهڙ)

اعجاز علي جتوئي سنڌ جو بهادر سياسي اڳواڻ هو. هو پنهنجي قول تي هميشه قائم رهندڙ شخص هو. سندس وڇوڙي وڏو صدمو رسايو آهي.

## عبدالغفار ڏيرو
(ناظم يو- سي فريد آباد)

اعجاز علي جتوئي جي وفات سان سنڌ کي وڏو نقصان پهتو آهي. سندس لاڏاڻي سان سنڌ جي قومپرست سياست ۾ هڪ وڏو خال پيدا ٿيو آهي. هو اعليٰ ڪردار جو مالڪ، باصلاحيت ۽ دلير سياستدان هو.

## ڊاڪٽر هدايت الله چانڊيو
(ناظم يو- سي خان جو ڳوٺ)

اعجاز علي جتوئي جو وڇوڙو سنڌ واسين لاءِ وڏو سانحو آهي. اسان کيس ڪڏهن بہ وساري نٿا سگهون. قومپرست سياست ۾ سائين جي ايم سيد، عبدالحميد خان جتوئي، اعجاز علي جتوئي جي وڇوڙي سان هڪ وڏو خال پيدا ٿيو آهي، جيڪو ڪڏهن بہ پُرجي نٿو سگهي.

**محمد يعقوب ڪوسو**
(ميمبر سنڌ ڪائونسل مسلم ليگ "ق")

اعجاز علي جتوئي سنڌ جو ڪيس اعليٰ ايوانن ۾ وڏي مضبوطيءَ سان وڙهندڙ بهادر اڳواڻ هو. سندس خدمتون هميشہ ياد رهنديون.

**محمد ابراهيم شيخ**
(ميهڙ)

اعجاز علي جتوئي تڪ جي ماڻهن جي جيڪا خدمت ڪئي، اُها هميشہ ياد رکي ويندي. هو قول جو پڪو وفادار سياستدان هو. سندس وفات ڪري تڪ واسي غريبن جي همدرد سياستدان کان محروم ٿي ويا آهن.

**محرم علي شيخ**
(صدر شيخ جماعت ميهڙ)

اعجاز علي جتوئي سنڌ واسين ۾ تڪ واسين جي جيڪا خدمت ڪئي، اُها هميشہ ياد رهندي. اسان هڪ بهادر سياسي اڳواڻ کان محروم ٿي ويا آهيون.

**احمد خان ڪانڌڙو**
(اڳوڻو ميمبر ضلعي ڪائونسل دادو)

اعجاز صاحب جو وڇوڙو وڏو سانحو آهي. سندس وڇوڙي سنڌ واسين جو جيءُ جهوري وڌو آهي. اعجاز هڪ انمول هيرو هو. سندس وفات سبب اسان جي دلين ۾ پڻ وڏو خال پيدا ٿيو آهي ۽ اُهو خال صدين تائين پُرجي نہ سگهندو. اعجاز صاحب سنڌي ماڻهن لاءِ چپر ۽ ڇانوَ هو.

**ڊاڪٽر عبدالحق عباسي**
(ميمبر سنڌ ڪائونسل مسلم ليگ "ق")

اعجاز علي جتوئي جي وفات سبب اسان هڪ سچي ساٿي کان محروم ٿي ويا آهيون.

**نور احمد عباسي**

اعجاز علي جتوئي سنڌ واسين خاص ڪري خيرپور ناٿن شاهہ ۽ ميهڙ واسين، مطلب تہ دادو ضلعي جي ماڻهن جي جيڪا خدمت ڪئي، اُها هميشہ ياد رهندي. اعجاز علي جتوئي ذاتي طور تي شفيق ۽ مهربان شخص هو.

**ضياءُ الدين ساريو**
**(تعلقي نائب ناظم خيرپور ناٿن شاهہ)**

اعجاز علي جتوئي اسان جو پيارو ساٿي هو. سندس اوچتي وڇوڙي اسان سيني جو جيءُ جهوري وڌو آهي. مختلف وقتن تي سنڌ جي مسڪين ماڻهن لاءِ سندس ادا ڪيل ڪردار ۽ تڪ جي ماڻهن جي خوشحاليءَ لاءِ ڪيل ڪوششون هميشہ ياد رهنديون.

**سڪندر علي سومرو**
**(ناظم يو- سي نئون ڳوٺ)**

اعجاز علي جتوئي لساني فسادن سبب ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ شهيد ٿيندڙ سنڌين جي خاندانن جي جيڪا واهر ڪئي، اُهو ڪارنامو هر دؤر ۾ ياد رکيو ويندو. اعجاز علي جتوئي عوامي سياستدان هو. سندس وڇوڙي سان قومپرست سياست ۾ هڪ وڏو خال پيدا ٿيو آهي.

**ڊاڪٽر نعيم سومرو**
**(ناظم يو- سي شاهہ پنجو)**

اعجاز علي جتوئي جي وڇوڙي سبب سنڌ دوست ۽ عوام دوست اڳواڻ کان محروم ٿي ويا آهيون. هن علائقي جي ترقيءَ ۾ مثالي ڪردار ادا ڪيو.

**ظفر مصطفيٰ سومرو**
**(شاهہ پنجو)**

اعجاز علي جتوئي سنڌ واسين جي جيڪا خدمت ڪئي، اها ڪڏهن بہ وساري نہ ٿي سگهجي. هر محاذ ۽ مورچي تي هن پنهنجي زندگي دوران هڪ بهادر سپاهي وارو ڪردار ادا ڪيو.

**غلام شبير جتوئي**
(ڊي- او ڪوآپريٽو دادو)

اعجاز علي جتوئي اسان جي ملڪ پاڪستان جو ناميارو سياستدان هو. تڪ جي ماڻهن جي لاءِ سندس خدمتن ڪي وساري نہ ٿو سگهجي. مون کي فخر آهي تہ اعجاز صاحب ميٽرڪ هاءِ اسڪول ميهڙ ۾ پڙهيو ۽ آءُ سندس استاد بہ رهيس. هو نهايت بااخلاق شاگرد هو. ميهڙ هاءِ اسڪول نمبر 1 جي لاءِ اهو وڏو اعزاز آهي تہ هن اسڪول جي هڪ شاگرد اڳتي هلي بلند مقام حاصل ڪيو. سندس پاڪستان ٽيليويزن تي ڪجهہ وقت اڳ هڪ يونيورسٽي جي وائيس چانسلر سان گڏ مذاڪري ۾ ڳالهہ ٻولهہ مونکي بيحد متاثر ڪيو. آءُ دعاگو آهيان تہ رب سائين کيس جنت الفردوس ۾ جاءِ ڏي

**شمس الدين ڀٽ**

اعجاز علي جتوئي هڪ بهادر ۽ همدرد سياستدان هو. هن تڪ واسين جي جيڪا خدمت ڪئي، اُها هميشہ ياد رهندي. دادو ضلعي اندر تعليم جي واڌاري ۽ سڌاري جو کيس هميشہ اونو رهيو. اسان قوم جي هڪ همدرد ۽ مخلص سياستدان ۽ ساٿيءَ کان محروم ٿي ويا آهيون.

**گلزار احمد ڏهر**
(ناظم يو- سي بوٿرو)

اعجاز علي جتوئي سنڌ جو سچو ۽ بهادر قومپرست اڳواڻ هو. هن هر محاذ تي سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جي قومي حقن جو ڪيس وڏي بهادري ۽ دليريءَ سان وڙهيو.

**نشتر ناٿن شاهي**

اعجاز علي جتوئي برک سياستدان هو. هن هميشہ سنڌ جي ماڻهن ۽ تڪ جي ماڻهن جي بنا فرق جي خدمت ڪئي. سندس اوچتو وڇوڙو اسان سيني لاءِ وڏو سانحو آهي.

**اسد علي جتوئي**
(ناظم يو- سي ٻيٽو)

اعجاز علي جتوئي سنڌي قوم ۾ تڪ واسين لاءِ ڇپر ۾ ڇانوَ هو. هن پنهنجي حياتيءَ دوران جيڪا جدوجهد ڪئي، اُن کي هتي مختصر لفظن ۾ بيان ڪري داد نٿو ڏئي سگهجي. اسان ڪيس ڪڏهن بہ وساري نٿا سگهون.

**رفيق احمد جتوئي**
(ڊي- او سيڪنڊري دادو)

اعجاز علي جتوئي سنڌ جي ماڻهن جي حقن لاءِ آواز اٿارڻ سان گڏ تڪ واسين جي جيڪا خدمت ڪئي، ان کي وساري نٿو سگهجي. هن تڪ جي ماڻهن جي خوشحالي ۾ ترقي لاءِ وڏو ڪردار ادا ڪيو. اسان هڪ سچي ساٿيءَ کان محروم ٿي ويا آهيون.

**رئيس محبوب خان چانڊيو**
(سيدپور)

اعجاز علي جتوئي هڪ محبِ وطن سياستدان هو. سندس ادا ڪيل ڪردار هميشہ ياد رهندو.

**غلام حسين سمون**
(XEN، حيسڪو دادو)

**رشيد احمد انصاري**
(SDO، حيسڪو ميهڙ)

اعجاز علي جتوئي جون سنڌ واسين لاءِ ڪيل خدمتون هميشہ ياد رکيون وينديون. هن پنهنجي حياتيءَ دوران ملڪي سياست ۾ جيڪو ڪردار ادا ڪيو اُهو ڪڏهن بہ وساري نٿو سگهجي.

**علي بخش ٽيپو**
(ناظم يو- سي ڪولاچي)

اعجاز علي جتوئي سنڌ جو سچو قومپرست سياستدان هو. هن پنهنجي حياتيءَ دوران سنڌ ۾ سنڌ جي ماڻهن جي قومي حقن لاءِ آواز اٿاريو ۽ عملي جدوجهد ڪئي. سندس قومي ڪردار قابلِ فخر آهي.

**ڊاڪٽر برڪت جتوئي**
(نائب ناظم يو- سي خان جو ڳوٺ)

اعجاز علي جتوئي جون خدمتون ڪڏهن بہ وساري نٿيون سگهجن. سندس جوانيءَ ۾ اوچتو وڇوڙو وڏو سانحو آهي.

**سردار علي انور جهتيال**
(ناظم يو- سي راڏڻ)

اعجاز علي جتوئي سنڌ جو بهادر دلير ۽ بااصول سياستدان هو. هُن پنهنجي حياتيءَ دوران سنڌ جي عوام جي جيڪا خدمت ڪئي، اُها تاريخ جي ورقن ۾ سونهري اکرن ۾ لکي ويندي.

**ذوالفقار علي جهتيال**
(نائب ناظم ٽرڙي محبت)

اعجاز علي جتوئي جي موت سبب پيدا ٿيل خال پرجڻ مشڪل آهي. سندس خدمتن کي هميشہ ياد رکيو ويندو.

**نجيب احمد ناريجو**
(ناظم يو- سي ٽرڙي محبت)

اعجاز علي جتوئي سنڌ جو بهادر سياستدان هو. مختلف موقعن تي سنڌ جي قومي حقن لاءِ سندس ادا ڪيل ڪردار هميشہ ياد رهندو.

**صابر حسين راڏڻ**
(نائب ناظم يو- سي راڏڻ)

اعجاز علي جتوئي جون ملڪي خدمتون هميشہ ياد رهنديون. سندس سياسي جدوجهد ۾ ادا ڪيل ڪردار وساري نٿو سگهجي.

**ڊاڪٽر رفيق احمد شيخ**
(صدر مسلم ليگ ڊاڪٽرس فورم دادو)

اعجاز علي جتوئي، جتوئي خاندان ۾ پنهنجي شخصيت ۽ سياست جي حوالي سان منفرد مڃتا ماڻي. هُو غريب نواز دوست نواز سنڌ نواز ڪارڪن نواز محبوب ۽ بهادر اڳواڻ هو.

**ڊاڪٽر شاهد شيخ**
(ميهڙ)

اعجاز علي جتوئي سنڌ جي انهن چند سياستدانن ۾ شمار آهي، جن سنڌ جي قومي مسئلن تي ڪڏهن بہ سوديبازي نہ ڪئي. اعجاز علي جتوئي جو وڇوڙو سنڌ واسين لاءِ وڏو سانحو آهي.

**زاهد حسين سهول**

(ناظم يو- سي ٻليدائي)

اعجاز علي جتوئي سنڌ جو بهادر سياستدان هئڻ سان گڏ غريبن ۽ مسڪينن جو همدرد اڳواڻ هو. سندس خدمتون هميشہ ياد رکيون وينديون.

**مختيار چانڊيو**

(نائب ناظم يو- سي ٻليدائي)

اعجاز علي جتوئي سنڌ جو سچو همدرد ۽ بهادر سياسي اڳواڻ هو. پارٽي ڪارڪنن سان سندس رَويو هميشہ پيار ۽ محبت وارو ۽ اتساهيندڙ رهيو. سندس وڇوڙي سان نہ صرف سنڌ جي قومپرست سياست ۾ پر دادو ضلعي جي سياست ۾ وڏو خال پيدا ٿيو آهي.

**محمد خان شيخ**

(نائب ناظم يو- سي ميهڙ)

اعجاز علي جتوئي سنڌ جو بهادر سياستدان هو. سندس سياسي، سماجي خدمتون هميشہ ياد رکيون وينديون.

**رئيس ڪرم الله چانڊيو**

اعجاز علي جتوئي جون ملڪ ۽ سنڌ لاءِ ڪيل خدمتون ڪڏهن بہ وساري نٿيون سگهجن. هُن سنڌ جي سياست ۾ هڪ اڻ وسرندڙ ڪردار ادا ڪيو.

**مئڊم ارباب چانڊيو**

(پرنسپال - گرلس هائير سيڪنڊري اسڪول ميهڙ)

اعجاز علي جتوئي تعليم جي واڌاري، ترقي ۽ سڌاري لاءِ وڏي جاکوڙ ڪئي. مختلف تعليمي ادارا قائم ڪرايائين. سندس اِهي خدمتون وساري نٿيون سگهجن.

**پروفيسر علي اصغر ڪلهوڙو**

(پرنسپال - گورنمينٽ ڪاليج ميهڙ)

اعجاز علي جتوئي نہ صرف سنڌ جو پر ملڪ جو وڏو سياستدان هئو. هُن ٿورڙي عرصي ۾ پنهنجي سياسي جدوجهد. ڪردار سبب نانءُ روشن ڪيو ۽ پنهنجي خاندان جو بہ نالو روشن ڪيو. سندس سياسي، سماجي ۽ تعليمي خدمتون هميشہ ياد رهنديون.

**آپا خالده مختيار چانڊيو**

(اي- ڊي- او-اِي- فيميل، ميهڙ)

اعجاز علي جتوئي ملڪ جو ناميارو سياستدان هو. ڪي ڪي شخصيتون پنهنجي قومن لاءِ فخر جو باعث هونديون آهن. اسان کي بہ فخر آهي تہ اعجاز علي جتوئي هاءِ اسڪول 1 ميهڙ جو شاگرد هو جنهن ملڪ ۽ سنڌ جي سياست ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪري پنهنجو نانءُ روشن ڪيو.

**آخوند عبدالقادر لاکير**

(هيڊ ماستر- گورنمينٽ هاءِ اسڪول 1 ميهڙ)

اعجاز علي بهترين ساٿي ۽ قابلِ اعتماد دوست هو. سندس لاڏاڻو جتوئي خاندان ۽ اسان دوستن لاءِ سانحو آهي.

**سيد محمد شاھ**

(ضلع نائب ناظم دادو)

اعجاز علي جتوئي پنهنجي تڪ واسين جي جيڪا خدمت ڪئي ۽ ملڪي سياست ۾ جيڪو ڪردار ادا ڪيو، اهو هميشہ ياد رهندو. هو پنهنجي والد عبدالحميد خان جتوئي جي روايتن جو امين ۽ سنڌ جو هڏڏوکي، بهادر ماڻهو هو.

**شير محمد چانڊيو**

(نائب ناظم يوسي قاضي عارف)

اعجاز علي جتوئي هڪ محبِ وطن ۽ بهادر سياستدان هو. سندس ملڪ لاءِ ڪيل خدمتون هميشہ ياد رهنديون.

**سردار نبن خان لنڊ**

(تعلقہ ناظم دادو)

اعجاز علي جتوئي تڪ جي ماڻهن جي جيڪا خدمت ڪئي، اها هميشہ ياد رکي ويندي هو قول جو پڪو وفادار سياستدان هو. سندس وفات ڪري تڪ واسي غريبن جي همدرد سياستدان کان محروم ٿي ويا آهن.

## گل بيگ جتوئي

(ٽي. پي. او ميهڙ)

اعجاز علي جتوئي سنڌ واسين خاص طور تي ميهڙ ۽ خيرپور ناٿن شاهہ مطلب تہ دادو ضلعي جي ماڻهن جي جيڪا خدمت ڪئي، اُها هميشہ ياد رکي ويندي.

## وحيد ڪلهوڙو

(اڳوڻو تعلقي ناظم ميهڙ)

اعجاز علي جتوئي جي ملڪ لاءِ ڪيل خدمت ڪي وساري نٿو سگهجي. هو ڪليل دل وارو سياستدان هو.

## عزيز احمد ڳورڙ

اعجاز علي جتوئي محبِ وطن سياستدان هو. ملڪ جي ترقي ۽ خوشحالي لاءِ سندس خدمتون هميشہ ياد رهنديون.

## عبدالعزيز ٻليدائي، ڊاڪٽر عبدالمجيد ٻليدائي

اعجاز علي جتوئي سنڌ جي ماڻهن جي حقن لاءِ آواز اٿارڻ سان گڏ پنهنجي تڪ خاص طور ميهڙ تعلقي اندر ڪيس تعليم جي واڌاري ۽ سڌاري جو هميشہ اونو رهيو. اسان قوم جي هڪ همدرد ۽ مخلص شخص کان محروم ٿي ويا آهيون.

## ميان غلام عباس خان ڪلهوڙو

(باليشاهہ)

اعجاز علي جتوئي جون خدمتون ڪڏهن بہ وساري نٿيون سگهجن. سندس وفات سبب پيدا ٿيل خال صدين تائين پرجي نہ سگهندو.

## ميان عبدالحق جتوئي ۽ ميان عزيزالله جتوئي

(ٻيٽو)

اعجاز علي جتوئي جو وڇوڙو سنڌ واسين لاءِ وڏو سانحو آهي. اسان کيس ڪڏهن بہ وساري نٿا سگهون. سائين جي. ايم سيد جي لفظن ۾ اعجاز جتوئي هيرو آهي.

**مسرور احمد سومرو**

(شاهہ پنجو)

اعجاز علي جتوئي سنڌ جو بهادر سياسي اڳواڻ هو. سندس وڇوڙو تڪ واسين ۽ سنڌ واسين لاءِ وڏو سانحو آهي.

**محمد رمضان چانڊيو**

(نائب ناظم يوسي بوٽرو)

اعجاز علي جتوئي اسان جو پيارو ساٿي هو. سندس ادا ڪيل ڪردار ۽ تڪ جي ماڻهن جي خوشحالي لاءِ ڪيل ڪوششون هميشہ ياد رهنديون.

**گلزار احمد جتوئي، پيٽو**

اعجاز علي جتوئي جو وڇوڙو تمام وڏو سانحو آهي. هو هر حوالي سان مڙس ماڻهو ۽ يار ويس ماڻهو هو. هن جي ياد هر وقت دل ۾ تازي آهي.

**رئيس عبدالغني ڪوسو**

(ميهڙ)

اعجاز علي جتوئي پنهنجي زندگيءَ ۾ سنڌ جي ماڻهن جي جيڪا خدمت ڪئي، اها هميشہ ياد رهندي.

**حڪيم عبدالحميد چانڊيو ۽ حڪيم اعجاز چانڊيو**

اعجاز علي جتوئي هڪ قومپرست سياستدان هو. سندس موت جي ڪري سنڌ کي وڏو نقصان رسيو آهي.

**عابد حسين لاڪير**

(ناظم يو- سي ٽلهو)

اعجاز علي جتوئي جون خدمتون هميشہ ياد رکبيون. سندس وفات سبب پيدا ٿيل خال پرجي نہ سگهندو.

**ڊاڪٽر ڏٽي بخش ٽيبو**

(اي. ڊي. او هيلٿ دادو)

اعجاز علي جتوئي جي وڇوڙي سبب سنڌ دوست ۽ عوام دوست اڳواڻ کان محروم ٿي ويون آهن. اعجاز جتوئي ملڪي سياست ۾ اهم ۽ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو. هو آرشي سياستدان هو. تڪ جي ماڻهن ۽ سنڌ واسين جي حقن لاءِ هن ڀرپور آواز اٿاريو. سندس وڇوڙي جو خال ڪڏهن بہ ڀرجي نٿو سگهي.

**پروفيسر مظهرالدين ڪانڌڙو**
(اي. ڊي. او. اي "ميل" ميهڙ)

اعجاز علي جتوئي ذاتي طور شفيق ۽ مهربان شخص هو. سندس رَويو همدردانا ۽ شفقت ڀريو رهيو. اسان ڪيس وساري نٿا سگهون.

**محمود احمد لاکير**

اعجاز علي جتوئي هڪ دلير سياستدان هو. هو قومپرست، عوام دوست ۽ جمهوريت پسند سياستدان هو. اسين هڪ سٺي ساٿي کان محروم ٿي ويا آهيون.

**ڊاڪٽر محمد خان شيخ**

اعجاز علي جتوئي هڪ ايماندار، سچو ۽ محبِ وطن سياستدان هو. اهڙا ماڻهو قسمت سان پيدا ٿيندا آهن.

**دادا تولا رام**
(ضلع ڪائونسلر، ضلع ڪائونسل دادو)

اعجاز علي جتوئي جون ملڪي خدمتون هميشہ ياد رهنديون. هو غريب نواز، دوست نواز، سنڌ نواز، محبوب ۽ بهادر اڳواڻ هو.

**رئيس ديدار علي جانوري**
(منگواڻي)

اعجاز علي جتوئي سنڌ واسين ۽ تڪ واسين جي جيڪا خدمت ڪئي، اها هميشہ ياد رهندي اسين هڪ بهادر ۽ سياسي اڳواڻ کان محروم ٿي ويا آهيون.

**نجم الدين ڪانڌڙو۔ صدرالدين ڪانڌڙو**

اعجاز علي جتوئي سنڌ جو قوم پرست سياستدان هو. هن هر مورچي تي سنڌ جي حقن جي ڳالھ ڪئي.

**الطاف حسين ڳورڙ**
(چيئرمين سگا مرڪز)

اعجاز علي جتوئي سنڌ جي سياست ۾ جيڪو ڪردار ادا ڪيو اهو هميشہ ياد رکيو ويندو.

**عبدالرسول سومرو**
(وائيس چيئرمين سگا مرڪز)

اڄ سنڌ جنهن سنڌي- مهاجر ڀائيچاري واري گس ڏانهن وک وڌائي پئي، ان ڪوشش ۾ مرحوم اعجاز علي جتوئي جو بہ وڏو ڪردار آهي، جيڪو قابلِ تعريف آهي. هن پاڪستان جي ايوانن ۾ سنڌ جي حقن لاءِ آواز اٿاريو.

**پروفيسر آدم ڀٽ**

اعجاز علي جتوئي حق، سچ ۽ انصاف لاءِ وڙهندڙ سياستدان هو.

**سهيل عباسي**
(ميهڙ)

اعجاز علي جتوئي ۾ جيڪي خوبيون هيون، انهن کي ٿورڙن لفظن ۾ بيان نہ ٿو ڪري سگهجي. هو بااخلاق، قول جو پڪو ۽ هر وقت ڪم اچڻ وارو شخص هو.

**رسول بخش شاهہ**
(اي- ڊي- او تعليم دادو)

اعجاز علي جتوئي هڪ اصول پرست ۽ باڪردار سياست هو. هو قول جو سچو ۽ سنڌ سان محبت رکندڙ هو. سنڌي عوام جو ساٿاري هو.

**علم الدين ٻلو**

اعجاز علي خان جتوئي ملڪ جي ترقي، خوشحالي ۽ سنڌ جي حقن جي حاصلات لاءِ جاکوڙيندو رهيو. سندس سياسي ۽ سماجي خدمتون هميشہ ياد رکيون وينديون. هو هڪ محبتي انسان هو.

**پير محمد صادق قريشي**
(پير آف لنواري شريف)

اعجاز علي جتوئي هر سطح تي سنڌ جي حقن لاءِ آواز اٿاريو. اعجاز علي جتوئي جي وڇوڙي جو خال سنڌ هميشہ محسوس ڪندي رهندي.

**مير غازي خان ٽالپر**
(ڊي- ڊي- او روينيو ميهڙ)

اعجاز علي جتوئي جي وفات سبب سنڌ هڪ قابل ڏاهي ۽ دردمند دل رکندڙ سياستدان کان محروم ٿي وئي. هن قومپرست سياست ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو.

**لالا حسن شيخ**
(ميهڙ)

اعجاز علي جتوئي جي سنڌ جي حقن ۽ جمهوريت جي بحاليءَ لاءِ ڪيل خدمتن کي وساري نه ٿو سگهجي. هو ذاتي طور تي به مهربان شخص هو.

**عزيز الرحمان ڪلهوڙو**
(مختيارڪار ميهڙ)

اعجاز علي جتوئي پارلياماني مورچي تي سنڌ جي حقن لاءِ آواز اٿاريو. 1988ع واري دهشتگردي ۾ سنڌين جي پرگهور لهڻ دوران اهم ڪردار ادا ڪيو.

**نظير احمد ايري**

اعجاز علي جتوئي هڪ ايماندار ۽ محبِ وطن سياستدان هو.

**ٽيپو سلطان**
(ڊي- پي- او جاچ دادو)

سنڌ هڪ بهترين ۽ خوددار سياستدان کان محروم ٿي وئي آهي. اعجاز علي جتوئي کي وساري نه ٿو سگهجي.

**سيٺ اڪبر بروهي**
(ميهڙ)

اعجاز علي جتوئي جون ملڪي خدمتون هميشه ياد رهنديون.

**برڪت الله ميمڻ**
(ٽي- ايم- او ميهڙ)

اعجاز علي جتوئي ذاتي طور تي شفيق، مهربان ۽ بهترين انسان هو. سياست ۾ سندس ادا ڪيل ڪردار قابلِ تعريف آهي.

**رحمت الله جانوري**
(ميهڙ)

اعجاز علي جتوئي تاريخ ساز شخصيت هو. سندس، سنڌ قومي اتحاد، سينيٽ ۾ ادا ڪيل ڪردار هميشہ ياد رکيو ويندو.

**مير ٽيپو**

اعجاز علي جتوئي نہ صرف سنڌ جو پر سڄي ملڪ جو برک سياستدان هو. سندس سياسي ۽ قومي ڪردار تي هميشہ فخر رهندو.

**ڪاشف علي چانڊيو**

(ائڊمنسٽريٽو آفيسر، ضلع ناظم سيڪريٽريٽ، دادو)

اعجاز علي جتوئي جي وفات سبب اسان هڪ سچي ساٿي کان محروم ٿي ويا آهيون.

**سڪندر علي ڪونهارو**

(خيرپور ناٿن شاهہ)

اعجاز علي جتوئي پنهنجي واعدي تي قائم رهندڙ بااصول سياستدان هو.

**ائڊووڪيٽ فدا حسين چانڊيو**

(ميهڙ)

اعجاز علي جتوئي محبوب سياستدان هو. سينيٽ ۾ هن جو تاريخي دؤر يادگار رهندو. هُو نہ وسرندڙ شخصيت هو.

**ذوالفقار علي ڪوسو**

(جنرل سيڪريٽري، گسٽا، ضلع دادو)

اعجاز علي جتوئي اصول پرست، ڪميٽيڊ ۽ قومپرست سياستدان هو. هو پنهنجي والد جي روايتن جو امين هو.

**ضمير حسين چانڊيو، پيٽو**

اعجاز علي جتوئي سياست سان گڏ سماجي ۽ تعليمي خدمتن ۾ بہ اڳيرو رهيو. سندس تعليم جي ترقي جي حوالي سان ڪيل خدمتون هميشہ ياد رهنديون.

**زاهد حسين ناريجو**

(پرنسپال، گورنمينٽ هاير سيڪنڊري اسڪول، شاهہ پنجو)

□

## ايڊيٽوريل

# اعجاز جتوئيءَ جو لاڏاڻو

سنڌ جو ناميارو سياستدان سينيٽر اعجاز جتوئي آمريڪا ۾ لاڏاڻو ڪري ويو آهي. اعجاز جتوئي قومپرست سياستدان عبدالحميد خان جتوئي جو پٽ هو جيڪو قومپرست سياست سان ويجهي ماضي تائين تعلق ۾ رهيو ۽ اڄڪلهه مسلم ليگ (ن) جو ايم اين اي آهي. اعجاز جتوئي جو ڀاءُ لياقت جتوئي هن وقت سنڌ جي وڏ وزارت تي فائز آهي. پاڪستان نيشنل پارٽي ۾ شموليت سان پنهنجو سياسي ڪيريئر شروع ڪندڙ اعجاز جتوئي 1950ع ڌاري دادو ضلعي جي ڳوٺ ٻيڻو جتوئي ۾ جنم ورتو. سنڌس پارٽي 1983ع واري جمهوري جدوجهد ۾ ڀرپور حصو ورتو هو جنهن ۾ هو جيل ياترا بہ ڪري آيو. قومپرست سياست ۽ سنڌ جي تاريخ جي هڪ نهايت سنگين موڙ تي جڏهن سنڌ لساني فسادن جي باهہ ۾ ٻري رهي هئي ۽ حيدرآباد شهر ٻرلن وانگر ورڇجي رهيو هو تہ ان وقت اعجاز جتوئي انهن ٿورن سياسي ڪارڪنن ۾ شامل هو جن ڌتڙيل سنڌين جي مدد لاءِ هڙان وڙان جدوجهد ڪئي هئي ۽ هو اڳتي هلي سنڌ قومي اتحاد جي مرڪزي اڳواڻ طور اڀريو. اعجاز جتوئي آمريڪي رياست ايريزونا جي شهر فونيڪس سٽي جي هڪ اسپتال ۾ گذريل ڪجهہ مهينن کان علاج ڪرائي رهيو هو جتي هو اڱاري ڏينهن شام جو پنجين وڳي پنهنجي زندگي هارائي ويٺو. سنڌ جي قومپرست سياست ۾ اعجاز جتوئي جو جيڪو بہ ۽ جيترو بہ ڪردار هو ان جي خاتمي سان هڪ خال چڱي خاصي عرصي تائين سياست تي نظر رکندڙن کي چڀندو رهندو. رب پاڪ شال سندس پوئينرن کي هي ڏک برداشت ڪرڻ لاءِ صبر ۽ حوصلو ڏئي.

(روزانہ "ڪاوش" حيدرآباد۔ خميس 18 سيپٽمبر 1997ع)

# اعجاز جتوئي جي وفات جو سنڌ کي صدمو

مرحوم سينيٽر اعجاز جتوئي جو مڙهه اڄ اباڻي ڳوٺ پيتو جتوئي ۾ پهچي رهيو آهي، جتي کيس سپرد خاڪ ڪيو ويندو. مرحوم ڪجهه عرصي کان دل جي تڪليف جي ڪري آمريڪا علاج هيٺ هو ۽ فونيڪس شهر جي هڪ اسپتال ۾ اڳاري ڏينهن وفات ڪري ويو. اعجاز جتوئي جي رحلت جي خبر سڄي ملڪ ۾ پهتي آهي ۽ سنڌ تي ان وڄ وارو اثر ڪيو آهي ۽ سوين ماڻهو سندس ڪانڌي بڻجڻ لاءِ پيتو جتوئي پهچي ويا آهن. مرحوم اعجاز جتوئي جو تعلق سنڌ جي ناميارِي سياسي خاندان سان آهي. هو سنڌ جي بزرگ سياستدان ۽ ايم اين اي عبدالحميد خان جتوئي جو فرزند آهي. پاڻ هن وقت سينيٽ ۾ سنڌ جو نمائندو ۽ سندس ڀاءُ لياقت علي جتوئي سنڌ جو وڏو وزير آهي. اعجاز جتوئي جي عمر وڏي ڪانه هئي. هن پاڪستان نيشنل پارٽي (پي اين پي) جي پليٽ فارم تان سياست جي ميدان ۾ پير پاتو. سنڌ جي قومپرست سياست سان سندس گهرو تعلق هو. پر جمهوريت لاءِ جدوجهد ۾ سدائين اڳڀرو رهيو.

ايم آر ڊي تحريڪ ۾ ڀرپور عملي حصو ونڻ ڪري کيس جيل ڏسڻو پيو. 1988ع وارن خونريز نسلي، لساني فسادن دوران جڏهن حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ سنڌي پاڻ کي بي سهارا ۽ نڌڻڪو سمجهي رهيا هئا تہ ان وقت اعجاز جتوئي مردانگي جو مظاهرو ڪري سنڌي عوام جو سچو ساٿي ۽ پرجهلو ٿي بيٺو هو. سنڌ قومي محاذ جو مرڪزي ليڊر ٿي رهيو ان وقت سنڌ جي قومپرست سياست ۾ سندس نالو گونجي رهيو هو. اهڙي باهمت ۽ بهادر شخص جو لاڏاڻو سنڌ لاءِ وڏو نقصان آهي. سنڌ جي قومپرست سياست ۾ هن جيڪو ڪردار نڀايو اهو عرصي تائين ياد رهندو ۽ سندس وفات سان جيڪو خال پيدا ٿيو آهي، اهو مشڪل سان پرجي سگهندو. اعجاز علي جتوئي جي لاڏاڻي سان سنڌ جي عوام کي سخت صدمو پهتو آهي. عزيزن، قريبن جي ڏک ۽ صدمي سان پيٽ نٽي ڪري سگهجي، پر سنڌ جي ماڻهن کان بہ هڪ هر دلعزيز ۽ جرئتمند ليڊر کسجي ويو آهي، جنهن تي سندن ڏک ۽ صدمو بجا آهي. اعجاز علي جتوئي جي وفات تي اسين ڏکويل خاندان ۽ سنڌي ماڻهن جي غم ۾ شريڪ آهيون ۽ دعاڳو آهيون تہ شال الله

تعاليٰ مرحوم جي مغفرت ڪري ۽ سندس خاندان خاص طور تي سندس والد عبدالحميد خان جتوئي ۽ وڏي وزير لياقت علي جتوئي کي صبر جميل عطا فرمائي.

(روزانه "هلال پاڪستان" ڪراچي، جمعو 19 سيپٽمبر 1997ع)

## جتوئي خاندان سان ڏک ۾ شريڪ آهيون

سنڌ جي وڏي وزير لياقت علي جتوئي جو ننڍو ڀاءُ ۽ سينيٽر اعجاز علي خان جتوئي اڳاري ڏينهن آمريڪا جي هڪ اسپتال ۾ گذاري ويو. مرحوم گذريل هڪ مهيني کان گردن جي سخت تڪليف سبب آمريڪي رياست ايريزونا جي شهر فونيڪس جي ڪراموويل اسپتال ۾ علاج هيٺ هو. مرحوم جي عمر 47 سال هئي ۽ ان عمر ۾ جيڪو به پنهنجي خاندان کان ايئن وڇڙي وڃي ٿو اهو ان جي پونيئرن لاءِ برداشت کان ٻاهر هڪ الميو آهي. مرحوم جو تعلق سنڌ جي هڪ سياسي خاندان سان هو. ان خاندان جو سربراهه عبدالحميد خان جتوئي بزرگ سياستدانن ۾ شامل ٿئي ٿو. مرحوم خود شاگردي واري زماني کان وٺي سياسي دنيا ۾ داخل ٿيو. هن مارشل لا دور ۾ ايم آر ڊي تحريڪ ۾ به حصو ورتو ۽ جيل ڪاٽيا.

1985ع ۾ آمر ضياءُ جي غير جماعتي چونڊن ۾ پهريون ڀيرو سينيٽر چونڊيو ۽ ٻيو ڀيرو 1997ع ۾ مسلم ليگ (ن) جي پليٽ فارم تان سينيٽر چونڊيو ويو. مرحوم 1993ع ۾ مسلم ليگ (ن) ۾ شامل ٿيو هو ۽ هن تحريڪ نجات ۾ به حصو ورتو هو. مرحوم اعجاز علي جتوئي جو موت سندس خاندان ۽ پارٽي لاءِ هڪ ڏک وارو مرحلو آهي. اسان کي سندس بي وقتي موت تي سخت افسوس آهي. اسان سنڌ جي وڏي وزير لياقت علي جتوئي ۽ سندس خاندان سان ڏک ۾ برابر جا شريڪ آهيون.

("جاڳو" ڪراچي- خميس 18 سيپٽمبر 1997ع)

## سينيٽر اعجاز جتوئيءَ جو لاڏاڻو

سينيٽر اعجاز علي خان جتوئي، جيڪو آمريڪا ۾ ڊگهي بيماريءَ کانپوءِ لاڏاڻو ڪري ويو آهي، ان جي وفات تي پوري سنڌ جي عوام کي گهرو صدمو پهتو آهي. سياسي لاڳاپا ۽ وابستگيون پنهنجي جاءِ تي، پر وڏي ڏک

جي اها ڳالهه آهي تہ مرحوم ننڍي عمر ۾ هن جهان فانيءَ کي الوداع ڪيو آهي. هو دادوءَ جي معروف جتوئي خاندان جي معزز مشهور ۽ ممتاز سياسي اڳواڻ جناب عبدالحميد جتوئي ايم اين اي جو فرزند هو ۽ هن جو وڏو ڀاءُ لياقت علي جتوئي سنڌ جو وڏو وزير آهي. اهڙي ريت مرحوم انهيءَ خاندان جو ٽيون سرگرم سياستدان هو. مرحوم کي جتي قومپرست حلقن ۾ وڏي عزت ۽ احترام جي نگاهہ سان ڏٺو ويندو هو اتي جمهوريت جي بحاليءَ جي جدوجهد سان تعلق رکندڙ سيني حلقن ۾ وڏو مانُ ۽ عزت حاصل هئي. هو پهريون ڀيرو 1988ع ۾ سينيٽ جو ڇهن سالن لاءِ ميمبر چونڊيو هو ۽ پيهر هن سال جي شروع ۾ مسلم ليگ جي ٽڪيٽ تي سينيٽر چونڊيو ويو هو. مرحوم جي سياسي زندگي ڪيترن ئي اهم ڪمن ۽ ڪارنامن سان لاڳاپيل رهي. هن سنڌ نيشنل الائينس منظم ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو ۽ آمريت خلاف تحريڪن ۾ پيش پيش رهيو ۽ سماجي ڪمن ۾ بہ ڀرپور حصو وٺندو رهيو. خاص ڪري سنڌ جي بيروزگار نوجوانن جي بهتريءَ ۽ ڀلائيءَ لاءِ هن گرمجوشيءَ سان ڪم ڪيو. مرحوم هڪ ملنسار يار ويس، مرنجا مرنج، خوش خلق انسان ۽ اصول پسند سياستدان هو ۽ هن ۾ پاڪستان جي مک ۽ ممتاز سياستدان واري حيثيت حاصل ڪرڻ جا سمورا گڻ، خوبيون ۽ صلاحيتون موجود هيون. يقينن هن جي وفات سان نہ صرف دادوءَ جي جتوئي خاندان کي اهڙو نقصان پهتو آهي، جنهن جي شايد ڪافي وقت تائين تلافي ٿي نہ سگهي، پر اهو سنڌ جي عوام جو بہ نقصان ليکيو ويندو.

اسان مرحوم اعجاز علي خان جتوئي جي ڏکائتي لاڏاڻي تي جتوئي خاندان سان دلي تعزيت ۽ ڏک جو اظهار ڪريون ٿا ۽ رب پاڪ کان اها دعا گهرون ٿا تہ مرحوم کي پنهنجي جوار رحمت ۾ جاءِ ڏي ۽ پوين کي صبر جميل جي توفيق عطا فرمائي. (آمين) ("سنڌ نيوز" حيدرآباد۔ جمعو 19 سيپٽمبر 1997ع)

## اعجاز جتوئيءَ جي ياد ۾

سنڌ دوست دانشور سراج الحق ميمڻ لکيو آهي تہ ديس جي ڌرتيءَ سان رشتو ڪو مجرد ۽ تجريدي (Abstract) ڪونهي، اهو باقاعدي طبعي ۽ جسماني بہ آهي. پنهنجي ديس جر ڌرتيءَ بابت ڪا ڳالهہ ٻڌڻ سان بدن ۾ سيسرات ڇو پوندا آهن؟ لڙڪ بادلن وانگر بس ڇو نہ ڪندا آهن؟ ان ڳالهہ کي سمجهائڻ جي هتي ضرورت نہ آهي. شيخ جو هي شعر "سنڌڙيءَ تي سر

ڪير نہ ڏيندو"، "سنڌ ديس جي ڌرتي توتي پنهنجو سيس نوايان، متي ماتي لايان" ۽ سائين جي ايم سيد، عبدالحميد جتوئي، عبدالواحد آريسر، چاچي حفيظ قريشي، بشير خان قريشي، محمد ابراهيم جويي، سوڀي گيانچندائي ۽ ٻين جون تقريرون جڏهن بہ ٻڌبيون آهن تہ نہ رڳو احساساتي جذبا پيدا ٿيندا آهن پر جسماني طرح اندر ۾ ولوڙ پوندي آهي."اهو رڳو اسان سنڌين چرين ڪرين سان ڪونهي، پر اهو احساساتي جذبو عالمگير (Universal) آهي، ان ۾ ڪابہ تشخيص ڪانهي."

اعجاز علي جتوئي، ان حوالي سان سنڌ جي هڪ قومپرست سياسي اڳواڻ طور سڃاتو وڃي ٿو. 16- سيپٽمبر تي شام جو 5 وڳي سنڌ لاءِ سوچيندڙ انهيءَ ذهن آمريڪا جي هڪ اسپتال ۾ 43 سالن جي ڄمار ۾ سوچڻ بند ڪيو ۽ سنڌ هڪ سپوت پٽ کان محروم ٿي وئي. اڄ سنڌ جي سياسي اسٽيج تي جڏهن اعجاز جتوئي جي ڪرسي خالي ٿي وئي آهي تہ سنڌ جي شعور جي دنيا جا ماڻهو ان کي پنهنجو ناقابلِ تلافي نقصان سمجهي رهيا آهن. سنڌ جي قومي سياست تي هونئن تہ جاگيردار وڏيرڪو طبقو ڇانيل رهيو آهي، هي طبقو سنڌ جي هر تحريڪ تي قبضو ڪري پنهنجي مفادن جي حفاظت ڪندو آيو آهي، پر ٻيٽي جي "جتوئي خاندان" ۾ محترم عبدالحميد خان جتوئي ۽ اعجاز علي خان جتوئي کي ئي اهو شرف حاصل آهي، تہ هنن ٻين جاگيردارن، وڏيرن جيان سنڌ جي نالي تي پنهنجا مفاد حاصل نہ ڪيا آهن، پر سندن سياست جو محور سنڌ، سنڌي ماڻهن جا مسئلا ۽ سندن قومي حق رهيا آهن. ٻيٽي جي سياڳي سرزمين تي سنڌ جي قومپرست اڳواڻ عبدالحميد جتوئي جي گهر ۾ جنم وٺندڙ اعجاز علي جتوئي پڻ پنهنجي والد وانگر سنڌ وطن ۾ سنڌ دوستيءَ واري سياست ڪرڻ جو اعزاز حاصل ڪيو. اڄ جڏهن اعجاز علي جتوئي قومي قافلي مان ڇڄي ويو آهي، تہ سندس وڇوڙي کي سنڌ لاءِ وڏو سانحو سمجهون ٿا، ڇاڪاڻ تہ اڄ جڏهن هڪڙن ماڻهن "سنڌ جي قومي تحريڪ" کي ڪمائڻ جو طريقو سمجهي، ان جي نالي کي ڪيش ڪرائي مال مليدا ڪائي ۽ ڪيترائي ٻيا فائدا حاصل ڪري رهيا آهن ۽ ٻيا وري مايوس ٿي گهر ويٺا ٿيا آهن. ان هوندي بہ اعجاز جتوئي سنڌ جي حوالي سان، پنهنجي اصول تي ثابت قدم رهيو. تاريخ جي هر موڙ تي هو سنڌ لاءِ ۽ سنڌين جي حقن لاءِ وڙهندو رهيو ۽ پنهنجي والد جي نقشِ قدم تي هلندي، ملڪ جي ايوانن ۾ "سنڌ جو ڪيس" وڏي بهادريءَ سان وڙهندو رهيو. اهوئي سبب هو جو

اعجاز جتوئي سنڌ جي سياسي، سماجي، علمي، ادبي حلقن ۾ سنڌ وطن جي حوالي سان "اصولي موقف" رکندڙ سياستدان طور عزت جي نگاهہ سان سڃاتو ويندو هو. سنڌ جي هڪ هڪ مسئلي تي سينيٽ جي ايوان اندر توڙي ٻاهر هن ڀرپور آواز اٿاريو ۽ سچ پچ هو سنڌي قوم مٿان "ٿڌي ڇانوَ" رهيو. سنڌ ڪيس جي حوالي سان سينيٽ ۾ ڪيل سندس تقريرون اڄ بہ ماڻهن جي ڪنن ۾ گونجي رهيون آهن. هن مضبوط ارادي واري شخص ڪي وقت جا حاڪم ڪوشش جي باوجود نہ جهُڪائي سگهيا ۽ نہ ئي خريد ڪري سگهيا.

ڪڏهن سينڌ سنڌ جي مري نہ ٿئي، ڪڏهن موڙ تنهنجا نہ مرجهائجن.

اعجاز علي جتوئي هڪ سرگرم سياسي اڳواڻ هو ۽ هن سنڌ جي سياست ۾ هڪ منفرد مقام حاصل ڪيو. سندس هميشہ اهائي خواهش ۽ ڪوشش رهي تہ ڪنهن نہ ڪنهن طرح سنڌ وطن ۽ سنڌي ماڻهن کي فائدو ڏجي. سنڌ قومي اتحاد ۾ رهڻ دوران لساني فسادن جي متاثر سنڌين جي هر ممڪن مدد ۾ اڳيرو رهيو. ايستائين جو ڪراچي ۽ حيدرآباد جي ڪيترن علائقن ۾ پنهنجي جان جوکي ۾ وجهي بہ مارجي ويلن جا لاش ڪلهن تي کنيائين. سنڌ سان محبت کيس سنڌ جي عاشق ۽ قومپرست سياست جي باني سائين جي. ايم سيد جي ويجهو آندو. سيد سان سندس بيحد ويجهڙائپ هئي ۽ سيد بہ اعجاز جتوئي جو سنڌ جي ماڻهن جي حقن لاءِ ملڪ جي ايوانن ۾ ڳالهائڻ، جدوجهد ڪرڻ ڪري گهڻو خيال ڪندو هو ۽ کيس عزت ڏيندو هو. سنڌ جي ماڻهن جي قومي حقن لاءِ سينيٽ اندر اعجاز جتوئي جيڪا جدوجهد ڪئي، سندس اهو ڪارنامو سنڌ جي تاريخ ۾ سونهري اکرن ۾ لکيو ويندو. سينيٽ ۾ سنڌ ۽ سنڌي قوم جي قومي حقن لاءِ ڀرپور آواز اٿارڻ ڪري هو وقت جي حاڪمن جي اک ۾ ڪنڊي جيان رهيو ڇوتہ اعجاز جتوئي سينيٽ جي اجلاس ۾ هميشہ مڪمل تياري ڪري ايندو هو جنهن جو ثبوت سينيٽ ۾ سنڌ جي مسئلن تي ڪيل سندس تقريرون آهن.

اڄ جڏهن ڪنهن دوست جي لفظن ۾ تہ "اسان وٽ سياست مصلحت جو متبادل يا هم معنيٰ لفظ ٿي پئي آهي ۽ اڄ جي سياست ۾ اسان جا سياستڪار سچ ڳالهائڻ لاءِ بہ چونڊ ڪندا آهن. تہ ڪهڙو سچ چئجي ۽ ڪهڙو نہ چئجي، ڪهڙو سچ ڪيترو چئجي ۽ ڪهڙو سچ ڳجهي وجهجي. پر

اعجاز جتوئي جي خيال موجب سچ ڳالهائڻ ڪابہ موسم نہ ٿيندي آهي. اعجاز جنهن بہ ڳالهہ ۾ ويساهہ رکيو ٿي، تنهن کي چئي ٿي ڏنو. هن ڪڏهن بہ ڪنهن سان ڪوڙ نہ ڳالهايو. اها منهنجي دعويٰ آهي تہ هن شخص سان جيڪو بہ ماڻهو مليو اهو اها شاهدي ڏيندو تہ هي شخص ڪوڙ ڳالهائي ئي نہ ٿو سگهي، چوتہ مڪاري ماڻهو جي چهري مان ٽپڪي پوندي آهي. سندس شعور ۾ ادراڪ هر قسم جي قرلٌت، استحصال، غلامي ۾ محڪومي واري طبقاتي سماج کان آجو ۽ آزاد رهيو. سندس شعور آزاد هئڻ ڪري هن جي منزل ۾ ماڳ بہ صاف ۽ چٽو رهيو. ويجهڙائي واري دؤر ۾ مارچ 1997ع ۾ مسلم ليگ (ن) جي ٽڪيٽ تي سينيٽر ٿيڻ کان پوءِ سينيٽ اندر اعجاز جتوئي جي ڪيل اها آخري تقرير جيڪا هن "سنڌ ۾ ڏارين جي آبادڪاري" خلاف ڪئي، اها ان جو وڏو ثبوت آهي. هن ان وقت ان ڳالهہ جو خيال نہ رکيو تہ هي دؤر حڪومت سندن پارٽي مسلم ليگ جو آهي. حقيقت هيءَ آهي تہ قومي قافلي جي هن اهم رڪن اعجاز علي جتوئي جي اوچتي لاڏاڻي سڄي سنڌ جي فضا سوڳوار بڻائي ڇڏي آهي. اعجاز جتوئيءَ جو موت سندس خاندان وارن لاءِ صدمو آهي ئي، پر مان سمجهان ٿو تہ سنڌ لاءِ بہ وڏو سانحو آهي.

(ماهوار ساڃاهہ 1997ع)

## وڇڙيا ڪهڙا ڪهڙا ماڻهو

اعجاز علي جتوئي جي شخصيت، سنڌ جي قومپرست سياست ۾ ڪنهن بہ تعارف جي محتاج نہ آهي. هُن پنهنجي حياتيءَ دوران سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جي قومي حقن لاءِ جيڪا جدوجهد ڪئي، اُن کي ڪڏهن بہ وساري نٿو سگهجي، پوءِ چو نہ اهو سينيٽ جو ايوان هجي يا سنڌ جو ڪوئي بيو پليٽ فارم. اعجاز علي جتوئي هر محاذ تي سنڌ جي حقن لاءِ آواز اٿاريو. اڄ جڏهن هو اسان وٽ جسماني طور تي موجود نہ آهي تہ اسين محسوس ڪريون ٿا تہ سنڌ پنهنجي هڪ وفادار، مخلص ۽ سچي دل سان پيار ڪندڙ شخصيت کان محروم ٿي وئي آهي. سندس سينيٽ ميمبريءَ دوران، سنڌ قومي اتحاد ۽ ٻين پليٽ فارمن تي اعجاز جتوئي جي سنڌ لاءِ ڪيل جدوجهد ۽ ان جدوجهد جو فڪر ۽ مقصد سندس سنڌ پرست آدرشن جي روپ ۾ اسان لاءِ مشعلِ راهہ آهي. اعجاز جتوئي رڳو ٻيٽي جي جتوئي خاندان جو فرد نہ هو پر سنڌ جو اهو آواز هو جنهن سنڌ جي قومي، معاشي ۽ سياسي حقن

لاءِ پنهنجي زندگي ۾ ڪڏهن به هڪ وک به پوئتي نه ڪئي. اعجاز جتوئي سنڌ جو آواز هيو ۽ سنڌ جو آواز سچ ۽ حق جو آواز آهي ۽ سنڌ جو آواز ڪڏهن به مرڻو نه آهي. اسين سمجهون ٿا ته اعجاز علي جتوئي جي سياسي، سماجي، قومي خدمتن تي، ڪيس خراج تحسين پيش ڪرڻ جو بهترين طريقو هي آهي ته سنڌ جي ماڻهن کي سندس سنڌ پرست ۽ انسان دوست عملي زندگي کان آگاهه ڪجي ۽ سنڌ جا قلمڪار، دانشور، شاعر ۽ صحافي ڪيس ڪيئن ٿا ڏسن، ان کان سنڌ جي ماڻهن کي واقف ڪجي. اسان پاران هيءَ ننڍڙي ڪوشش انهيءَ سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي. اسين اها دعويٰ نه ٿا ڪريون ته هن ننڍڙي پرچي ۾ ٿي اسان اعجاز علي جتوئي جي سنڌ وطن ۽ سنڌي قوم لاءِ ڪيل خدمتن، جدوجهد ۽ سوچ کي سهيڙي اوهان جي هٿن تائين پهچايو آهي، پر اسان اها ڪوشش ضرور ڪئي آهي ته هن خاص اعجاز علي جتوئي نمبر ۾ ان جي مرڪزي خيالن ۽ مقصد کي اوهان تائين پهچائڻ جي ڪوشش ضرور ڪئي آهي. ٻين لفظن ۾ اعجاز علي جتوئيءَ جي انسان دوستيءَ تي مبني عملي زندگيءَ جو ٿَتُ اوهان تائين پهچائڻ جي جسارت ڪئي آهي.

اسين اعجاز علي جتوئي جي وفات تي ڏکويل خاندان ۽ سنڌي ماڻهن جي غم ۾ شريڪ آهيون ۽ پڪ اٿئون ته اعجاز علي جتوئي پنهنجن وطن دوست ۽ انسان دوست جذبن ۽ خدمتن جي ڪري خدا جي رحمتن ۾ هوندو ۽ گڏوگڏ اها دعا به آهي ته خدا سندس خاندان، والد برک سياستدان ايم. اين. اي عبدالحميد خان جتوئي، ڀائرن وزيراعليٰ سنڌ لياقت علي جتوئي، سينيٽر صداقت علي جتوئي، ولايت علي، ظفر علي، احسان علي جتوئي ۽ پُٽ هادي بخش جتوئي ۽ ٻين کي صبر جميل عطا فرمائي. (آمين)

(سنڌ جو آواز ميهڙ ڊسمبر جنوري 98_1997ع آڪٽوبر ـ نومبر 1998ع)

## آهه ـ اعجاز علي خان جتوئي

سنڌ جي بزرگ قومپرست سياستدان ۽ جهوني پارليامينٽرين عبدالحميد خان جتوئي جو ٻيو نمبر ڳڀرو جوان پٽ ۽ سنڌ جي وزيراعليٰ لياقت علي خان جتوئي جو ننڍو ڀاءُ سينيٽر اعجاز علي خان جتوئي اڱاري ڏينهن شام جو 5 ـ وڳي ڏاري آمريڪا جي ايريزونا رياست جي فونيڪس سٽي جي ميموريل اسپتال ۾ انتقال ڪري ويو. اناالله وانا اليه راجعون.

اعجاز علي خان جتوئي جي عمر 47 سال هئي ۽ هو ٻه ڀيرا سينيٽ جو ميمبر چونڊيو. پهريون ڀيرو 1985ع ۾ وزيراعظم محمد خان جوڻيجي جي دور ۾ آزاد حيثيت ۾ پنهنجي والد بزرگوار عبدالحميد خان جتوئي جي دوست جي تعاون سان چونڊيو ۽ ٻيهر وري 1997ع ۾ پاڪستان مسلم ليگ (ن) جي پليٽ فارم تان 6 سالن لاءِ سينيٽر چونڊيو. مرحوم پنهنجي سموري زندگي جمهوريت جي بالادستي ۽ محروم طبقي جي خدمت ۾ گذاري. اعجاز علي خان جتوئي پنهنجي والد بزرگوار وانگر هڪ بااصول سياستدان طور سڃاتو ويندو هو ۽ هن اصولن تي ڪڏهن به سوديبازي نه ڪئي. نهايت ئي شريف النفس، ملنسار ۽ باغ بهار شخصيت جو مالڪ هو. سينيٽ ۾ هميشه هو سنڌ ۽ سن جي ماڻهن جي حقن لاءِ آواز اٿاريندو رهيو. سنڌي قوم جي اتحاد جي سلسلي ۾ هن هر فورم تي ڪوشش ڪئي. سنڌ نيشنل الائنس ۾ سندس ڪيل خدمتن کي ڪڏهن به وساري نه ٿو سگهجي. اعجاز علي جتوئي ايم آر ڊي تحريڪ دوران به نمايان طور تي مثالي ڪردار ادا ڪيو. ساڳئي وقت پ پ حڪومت خلاف وزيراعظم ميان محمد نواز شريف طرفان هلايل تحريڪ نجات ۾ به هن ڀرپور حصو ورتو. مطلب ته مرحوم عوام جو درد رکندڙ ۽ ڏک سک جو ساٿي هو. سنڌي- مهاجر جهڳڙن دوران هن ڏتڙيل سنڌين جي مثالي خدمت ڪئي ۽ انهن جي ٻيهر آبادڪاري لاءِ ڀرپور جدوجهد ڪئي. دهشتگردن جي وچ ۾ قاتل سنڌين کي ٻاهر ڪيرائڻ ۽ چندا گڏ ڪرڻ جي ڪم ۾ به اڳيان اڳيان رهيو. بهرحال اسين اڄ اعجاز جتوئي صاحب جي خدمتن تي روشني جيتري به وجهون، اها گهٽ آهي.

ادارو ”اتفاق“ سندس جوانيءَ ۾ هن دنيا مان لاڏاڻي جي موقعي تي سندس والد عبدالحميد خان جتوئي ۽ ڀائرن لياقت علي خان جتوئي، ظفر علي خان جتوئي، ولايت جتوئي، صداقت جتوئي ۽ سندس پونيرن سان هن ڏک واري موقعي تي برابر جو شريڪ آهي ۽ دعاگو آهي ته شل رب تعاليٰ کيس جنت نصيب ڪري ۽ پونيرن کي صبر جميل جي توفيق عطا فرمائي.

(آمين)

(اهفتيوار ”اتفاق“ حيدرآباد، 19 سيپٽمبر 1997ع)



## شاعري

### اعجاز!

جوهر بروهي

اتساهه جو عنوان نرالو آهي،
هڪ شخص وفائن جو حوالو آهي.

اڄ سرت جي سنگم تي سوين سڏڪا آهن،
جا باک ڦُٽي، درد ڪشالو آهي.

نٿهڻ ۾ سڙي سوچ ۽ اڻ ڪٿ صحرا ۾،
هڪ ياد سڄي راڄ لئہ پالو آهي.

سوچي تو پيو بخت به پاڳن جون لڪيرون،
پاڳن به ڏنو نيڻ ڪو آلو آهي.

هر گيت امنگن جو ٽيو لال لهو وارو
سمجهان تو غمن منجهه جمالو آهي.

اي چنڊ! ڏسي چڏ تون هڪ چنڊ اجهاٽو آهي،
ان وقت ڪان ماتم ۾ اجالو آهي.

احساس وڪر ڪنهن نہ خريديو آ دوڪانن تان،
جيئڻ به سڄو زهر پيالو آهي.

"جوهر" جي تمنا ڪي لٽيو لوڪ. اي پائو
"اعجاز" جو هن ڏيهه ۾ نالو آهي.



محترم دوست عبدالحميد جتوئي سان سندس پياري پٽ

## اعجاز علي خان جتوئي جي وفات تي غم جو اظهار

محمد علي جوهر (لاڙڪاڻو)

مُلڪ جا مقبول قومي رهنما، عبدالحميد!
عام جا بي لوث خادم پَرجهلا، عبدالحميد!
هُئي اِها رب جي رضا، منهنجا ادا، عبدالحميد!
تي ويو لختِ جگر توکان جدا، عبدالحميد!
هئي اها رب جي رضا، اعجاز جا پيارا ابا.

سڀ عزيزانِ گرامي، دوست، احباب و رفيق،
توسان ڏک ۾ اڄ شريڪ آهن ٿيا، غم ۾ غريق،
صبر جي توفيق ڏي توکي خدا، عبدالحميد!
هئي اها رب جي رضا، اعجاز جا پيارا ابا.

دل گهرُئي اعجاز جي بس، ايتري هئي زندگي،
نوجوان پُٽڙو ويو، ڏولي ڏکن جي اڄ ڏئي،
تو ڏٺا هن عمر ۾ هي ڏينهڙا، عبدالحميد!
هئي اها رب جي رضا، اعجاز جا پيارا ابا.

موت تي اعجاز جي ماتم ڪده هو سارو گهر،
اوچنگارون ڏئي رُنا ڏاڏو لياقت ۽ ظفر،
هن قضا تي راڄ روئندي ڏٺا، مون سربسر،
هئي اها رب جي رضا، اعجاز جا پيارا ابا.

تون نہ روءِ، تنهنجي روئڻ سان هانءُ ٿو منهنجو ڏري،
تنهنجو جوهر توکي روئندو ڏسي چُپ ڪيئن رهي؟
ڳوڙها اکڙين مان ڳڙيا، دامن ڀني، دل تي ڳري،
هئي اها رب جي رضا، اعجاز جا پيارا ابا.

ٻول ٻيٽي ۾ ٻُڌم، اعجاز جي لئہ هاءِ! هاءِ!
گڏجي هر ڪنهن سان ڪيم، اعجاز جي لئہ هاءِ! هاءِ!
موت نازڪ اج ڏٺم، اعجاز جي لئہ هاءِ! هاءِ!
هو جنازي وقت هِتِ ڪهرام ۾ محشر بپا.

تون رهيو هر دور ۾ هر نسل جو آواز آن،
غمِ نصيبان زماني جي دوا، دمساز آن،
نوحہ گر اج مالڪ ناز و ادا اعجاز آن،
ويو ڇڏي اعجاز رنجيده، سڄي ساري فضا،
هئي اها رب جي رضا، منظور آ، منظور آ.

آ دعا "جوهر" شريڪ غم سندي، توکي خدا،
سخت صدمي کي سَهڻ جي صبر جي توفيق ڏي،
بخشي رب اعجاز کي جنت ۾ پوين کي قرار،
۽ قبولڻ لئہ الاهي امر جي توفيق ڏي.



اعجاز علي جتوئي
محب وطن سياستدان

مرتب
آزاد انور ڪانڌڙو

ميهڙ جو آواز پبليڪيشن

Design: Intel Communications, Hyd. Tel: 2721172



عبدالحميد جا پٽ تہ سيئي سٺا آهن
پر اعجاز علي هيرو آهي.

**جي. ايم. سيد**

اعجاز منهنجو سياسي جانشين هو.

**عبدالحميد خان جتوئي**

اعجاز علي جتوئي جسامت ۾ ڪارونجهر هو، پر من ۾ مينهن وساڙو هو ۽ مون سنڌ ۾ شايد ئي اهڙو ڪو ماڻهو ڏٺو هجي!

**عبدالواحد آريسر**

# پڙهندڙ نسُل . پ ن

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڦُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻچاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ون ون کي مون ياڪيِ پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)